# گلشن راز

مصنف

شيخ محمود شبستري

منظوم سنڌي ترجمو

# ڪشف اعجاز

از

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

تحقيق، تڪميل ۽ تقديم

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو



سنڌي ادبي بورڊ

# گلشن راز

مصنف

## شيخ محمود شبستري

منظوم سنڌي ترجمو

# ڪشف اعجاز

از

## شمس العلماء مرزا قليچ بيگ


تحقيق، تڪميل ۽ تقدير

## ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو





## سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2021ع

[هن ڪتاب جا جملي حق ۽ واسطا سنڌي ادبي بورڊ وٽ محفوظ آهن]

چاپو پهريون سيپٽمبر 2021ع

هن ڪتاب جي ڪنهن به حصي کي، ناشر کان اڳواٽ حاصل ڪيل اجازت کانسواءِ، اليڪٽرانڪ يا ٻئي ڪنهن به طريقي جنهن ۾ اسٽوريج ۽ ريٽريول سسٽم شامل آهي، استعمال نٿو ڪري سگهجي

هي ڪتاب پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد جي مالي سهڪار سان شايع ڪيو ويو.

# قيمت: چار سؤ رپيا

(Price, Rs: 400-00)

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)

Email: sindhiab@yahoo.com

www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب سنڌ جي قومي اداري سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شوري ۾ مئنيجر خضر خان وگهيو ڇپيو ۽ سيد سڪندر علي شاهه سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌي ادبي بورڊ تصوف جي حوالي سان ڪجھ ڪتابَ "ڪيمياءِ سعادت"، "ڪشف المحجوب"، "پکين جي پارليامينٽ"، "چوٽڪارو"، "بيان العارفين"، "رسالہ فتحيہ"، "ينابيع الحياة الابديہ في طريق طلاب النقشبنديہ"، شاھہ جو رسالو: سمجھاڻي ۽ مفھوم سميت"، "احوال و آثار عبدالقادر بيدل صوفي القادري" ۽ "معارف سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لواريءَ وارو" شايع ڪرائي چڪو آهي، جيڪي سنڌ ۾ صوفي فڪر جا اهم ماخذ ليکجن ٿا.

اِن ئي سلسلي جو هي ڪتاب "گلشن راز" (فارسي مثنوي) آهي، جيڪا ايران جي معروف شاعر شيخ محمود شبستري جي تصنيف آهي. تصوف جي تاريخ ۾ هِن مثنوي کي خاص مقبوليت حاصل رهي آهي. هِن مثنويءَ جي اهميت ۽ افاديت کي پرکيندي، شمس العلماء مرزا قليچ بيگ ان جو منظوم سنڌي زبان ۾ ترجمو "ڪشف اعجاز" جي نالي سان ڪري سال 1914ع ۾ شايع ڪرايو. مذڪوره ڪتاب جي اهميت کي مدنظر رکندي، سنڌ جي نامياري عالم ۽ صوفي فڪر جي معروف مفڪر محترم ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب فارسي مثنوي "گلشن راز جو منظوم سنڌي ترجمو ڪشف اعجاز" جي نالي سان دؤر حاضر جي تحقيق جي بنياد تي نئين سر ترتيب ڏئي مقدمو ۽ حاشيا لکي بورڊ جي حوالي ڪيو.

سنڌي ادبي بورڊ جي اِها شروع کان ئي ڪوشش رهي آهي تہ تصوف جي حوالي سان اهم ماخذ شايع ڪرائي منظرعام تي آڻجن. موجوده وقت ۾ بورڊ جي مانواري چيئرمين عزتمآب مخدوم سعيدالزمان 'عاطف' صاحب جن جي خاص دلچسپيءَ تحت اداري طرفان نوان ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. سندن علمي ۽ ادبي گھراڻي سان وابستہ هئڻ سبب، بورڊ طرفان نوان ڪتاب اوليت جي بنياد تي شايع ڪري منظرعام تي آڻڻ لاءِ بورڊ جي پبليڪيشن ڪميٽيءَ جي ميمبر صاحبان جي مشاورت سان بورڊ جي اشاعتي سلسلي کي ترقي وٺرائڻ لاءِ نت نوان پروگرام جوڙيا آهن. ان کانسواءِ سنڌي ادبي بورڊ جي لئبرريءَ ۾ رکيل مختلف

موضوعن جي قلمي مخطوطن ۽ پبليڪيشن شعبي ۾ موجود اڻڇپيل مسودن جي اشاعت لاءِ هر ممڪن ڪوشش ٿي رهي آهي.

هن ڪتاب "گلشن راز منظوم سنڌي ترجمو ڪشف اعجاز" جو بورڊ طرفان ٻهريون ڇاپو آءُ بورڊ جي مانواري چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان 'عاطف' صاحب جن جي نگرانيءَ ۾ شايع ڪري سرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان.

توقع آهي ته سنڌي ادبي بورڊ جي هيءَ ڪاوش عام پڙهندڙن ۽ خاص طور تي تصوف سان دلچسپي رکندڙن وٽ مڃتا ماڻيندي.

23- محرم الحرام 1443ھ
01- سيپٽمبر 2021ع

**سيد سڪندر علي شاهه**
سيڪريٽري

# فهرست

# مهاڳ

’سنڌ ۾ صوفي فڪر جا اهم ماخذ‘(Sources of Sufi Thought in Sindh) جي سلسلي ۾ سنڌ جي عالمن ۽ صوفين جا لکيل هي ڇهه ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ هن وقت تائين شايع ڪري چڪو آهي: (1) بيان العارفين: شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، (2) رسالہ فتحيہ: مخدوم فتح محمد هالائي، (3) ينابيع الحياة (ٽي جلد): مخدوم ابوالحسن ڏاهري، (4) احوال وآثار عبدالقادر بيدل (فارسي)، (5) شاهه جو رسالو- سمجهاڻي ۽ مفهوم سميت، (6) معارفِ سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لُواريءَ وارو. ان کان علاوه هي ٻہ ڪتاب: (1) مڪمل شرح ابيات سنڌي: شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، (2) منهاج المعرفت: شاهہ لطف الله قادري سنڌالاجي طرفان شايع ٿي چڪا آهن.

اهو سلسلو جاري آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ اڃا اهڙا ٻيا پنج ڪتاب جيڪي سنڌ ۾ تصوف جي ارتقائي تاريخ جي سلسلي ۾ اهم حيثيت رکن ٿا، تياريءَ هيٺ آهن.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ مٿيان سڀ ڪتاب سنڌ جي وڏن صوفين جا تصنيف ٿيل آهن. حالانڪ اها ڳالهہ بہ ازحد ضروري آهي تہ سنڌ کان ٻاهر يعني اسلامي دنيا جي عظيم صوفين جا اُهي ڪتاب پڻ سنڌي زبان ۾ منتقل ڪيا وڃن، جيڪي خود سنڌ جي صوفين لاءِ اهم سرچشمي (Source) جي حيثيت رکن ٿا. مثلاً مثنوي مولانا رومي يا مولانا جاميءَ جو ’لوائح‘ وغيره. هڪ لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ سنڌي ادبي بورڊ هن مهل تائين خالص تصوف بابت ٻہ اهم ڪتاب شايع ڪيا آهن، پهريون ’ڪشف المحجوب‘ جيڪو پنجين صديءَ جي اوائل ۾ لکيو ويو ۽ فارسي زبان ۾ ان موضوع تي پهرين مڪمل تصنيف آهي. ٻيو امام غزاليءَ جو ’ڪيميائي سعادت‘ آهي.

موجوده ڪتاب ’گلشن راز‘ جيڪو اٺين صدي هجريءَ جي شروع جي تصنيف آهي ۽ نظم جي صورت ۾ آهي، ڪل هڪ هزار ۽ اٺن (1008) شعرن تي مشتمل آهي. ليڪن هن مثنويءَ کي تصوف جي تاريخ ۾ غير معمولي مقبوليت حاصل رهي آهي. اهوئي سبب آهي جو ان جون ڪيتريون شرحون لکيون ويون آهن ۽ مرزا قليچ بيگ جي لکڻ موجب مثنوي مولانا روميءَ کان پوءِ ان ڪتاب کي تصوف ۾ سَند جو درجو حاصل آهي.

هن ڪتاب جي سنڌ وارن لاءِ ان ڪري غير معمولي اهميت آهي ڇاڪاڻ تہ ان جو منظوم ترجمو اڄ کان هڪ صدي اڳ سنڌي زبان جي وڏي ۾ وڏي محسن شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ڪيو هو. جيتوڻيڪ مرزا صاحب پنهنجي طرفان ان ۾ قابلِ قدر عالمانہ حاشين جو بہ اضافو ڪيو، تاهم ڳاڻيٽي موجب 386 بيتن جو ترجمو غير اهم سمجهي ڇڏي ڏنائين. هاڻي اسان انهن ڇڏي ڏنل بيتن جو نثري ترجمو پڻ شامل ڪري ڪتاب کي هر لحاظ کان مڪمل ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح مرزا صاحب جي حاشين کان علاوه جتي اسان ضروري سمجهيو آهي تہ پنهنجي طرفان آخر ۾ حاشين جو بہ اضافو ڪيو آهي ۽ اهڙي نشاندهي ڪئي آهي. ان کان سواءِ تفصيلي مقدمو بہ شامل ڪيو آهي، جنهن ۾ سنڌ هند ۾ صوفي فڪر جي ارتقا ۾ ’گلشن راز‘ جي اثر کي واضح ڪيو ويو آهي.

تصوف جي دنيا ۾ هن ڪتاب جي ان لحاظ کان منفرد حيثيت آهي ته ان ۾ تصوف جي بنيادي الفاظن، اصطلاحن ۽ بنيادي اشارن، ڪناين ۽ تلميحات جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. دنيا جي ترقي يافته ٻولين انگريزي ۽ اردو ۾ ان موضوع تي ڪيترائي ننڍا وڏا ڪتاب موجود آهن. پر سنڌيءَ ۾ ان موضوع تي ڪا قابلِ ذڪر تصنيف ڪونه هئي. اسان سمجهون ٿا ته هن ڪتاب سان ان ڪميءَ جو ڪافي حد تائين ازالو ٿي سگهندو ۽ صوفيانه شاعريءَ ۾ ڪم ايندڙ اصطلاحن جي پرک ۽ مفهوم واسطي قابلِ اعتماد سَند ملي سگهندي.

مرزا قليچ بيگ جو هي منظوم ترجمو تصوف جي گوڙهن مسئلن ۽ اصطلاحن بابت سندس حواشي صوفي فڪر کي سمجهڻ لاءِ بنيادي اهميت رکن ٿا. اسان انهيءَ ارادي سان ئي قليچ جي هن بي بها گوهر کي نئين سر سينگاري جديد تحقيق جي اصولن مطابق پيش ڪيو آهي. قليچ پنهنجي سوانح حيات 'سائو پن يا ڪارو پنو' ۾ مشرقي علوم خاص طور عربي ۽ فارسيءَ جي علمي روايت جي زوال پذير ٿيڻ تي افسوس ۽ مايوسيءَ جو اظهار ڪندي چيو هو:

> "پنهنجي اڪيلائي سان گڏ فارسي ۽ عربي ٻوليءَ جي زواليت ڏسي به ارمان ڪائيندو آهيان. ناني ۽ بابي جي اڳوڻي صحبت ياد ڪري روئيندو آهيان. ٻيا ته خير، پر عزيزن ۽ اولاد مان به ڪو پوري فارسي نٿو ڄاڻي. خبر ناهي ته منهنجي هيترن عمدن فارسي ڪتابن جو ڪهڙو حال ٿيندو." (ص:131)

اسان جو خيال آهي ته هڪ صديءَ کان بعد قليچ جي هن شڪايت جي ازالي جي هيءَ هڪ مختصر ڪوشش آهي. اُميد ته پڙهندڙ ان جي ان لحاظ کان قدرداني ڪندا.

آءٌ بورڊ جي موجوده چيئرمين جناب مخدوم سعيدالزمان صاحب ۽ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ جو ٿورائتو آهيان، جن هن ڪتاب جي اهميت جي پيش نظر ان کي اشاعت جي لحاظ کان ترجيح ڏني.

**عبدالغفار سومرو**

ڪراچي
ٻهرين سيپٽمبر 2019ع

# مقدمو

انسان، ڪائنات ۽ خالق ڪائنات جي سڃاڻپ ۽ انهن ٽنهي جو باهمي تعلق تاريخ جي هر دؤر ۾ انساني فڪر ۽ فهم جو مرڪز ۽ موضوع رهيو آهي. سيني وڏن مفڪرن ۽ دانشورن انهن سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مذهب، فلسفي ۽ تصوف ۾ اهي سڀ سوال گڏيل يا مشترڪ آهن. فلسفو پنهنجي طريقئہ ڪار ۽ اصولن موجب آزاد فڪري سوچ جو حامل آهي. ان ڪري فلسفين وٽ هنن سوالن بابت جواب مختلف دؤرن ۾ مختلف رهيا آهن، جو تہ هر فلسفيءَ جو خالص عقلي سوچ ۽ سمجھ سان واڳيل هجڻ لازم آهي. ليڪن فلسفي جي مقابلي ۾ مذهب وارن وٽ تاريخي لحاظ کان ذري گھٽ هڪ قسم جي سوچ يا ساڳي قسم جا جواب آهن.

تصوف جيئن تہ مذهب جي تحت نشونما حاصل ڪري ٿو، ان ڪري سندس جواب بہ گھڻي ڀاڱي ساڳي نوعيت جا ٿين ٿا ۽ تاريخي طور انهن ۾ پڻ يڪسانيت نظر اچي ٿي. ليڪن انساني علم ۽ فڪر ۾ ترقيءَ سبب جيڪا وسعت فڪر ۾ اچي ٿي، ان ڪري انهن سوالن جا جواب ۽ سمجهاڻيءَ جو انداز بہ تبديل ۽ ترقي پذير ٿئي ٿو ۽ تشريح جو نئون انداز سامهون اچي ٿو.

اسلامي تصوف جي تاريخ ٻي صدي هجريءَ کان باقاعدي شروع ٿئي ٿي ۽ ستين صدي هجريءَ تائين جنهن کي عروج واري صدي چئي سگھجي ٿو، نثر خواه نظم ۾ ٻي انداز تحريري مواد سامهون اچي ٿو. ٻي صديءَ ۾ حسن بصري (728/110) ۽ رابعہ بصريءَ (801/185) جا نالا ملن ٿا تہ ٽين صديءَ ۾ جنيد بغدادي (909/297)، بايزيد بسطامي (875/261)، منصور حلاج (922/309)، ابوبڪر ڪلاباذي (990/380) آهن. چوٿين صديءَ ۾ ابونصر سراج (988/378) ۽ ابوطالب مڪي (996/386) آهن. پنجين صديءَ ۾ علي هجويري (1058/450)، سنائي (1140/535) خواجہ عبدالله انصاري (1088/481)، ابوسعيد ابوالخير (1049/440)، عبدالڪريم قشيري (1072/465) ۽ ابوحامد غزالي (1111/505) جهڙا نامور صوفي موجود آهن. ڇهين صديءَ ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني (1164/560)، شيخ ابونجيب سهروردي (1168/563)، فريد الدين عطار (1230/627) وغيره جا نالا ملن ٿا. ستين صدي هجري/تيرهين صدي عيسويءَ ۾ ابن عربي (1240/638)، شيخ شهاب الدين سهروردي (1234/632)، مولانا جلال الدين رومي (1273/672) ۽ فخرالدين عراقي (1289/688) جهڙا وڏا صوفي نظر اچن ٿا جن جو فڪر پوري اسلامي دنيا ۾ اثر انداز نظر اچي ٿو.

جيتوڻيڪ اها حقيقت آهي تہ ستين صديءَ ۾ وڏي ۾ وڏا صوفي پيدا ٿيا پر ان جو مطلب اهو نہ سمجھڻ گھرجي تہ اڳتي اهو معاملو بيهجي يا ٺپ ٿي ويو. انهيءَ پس منظر ۾ جڏهن اسين اٺين صديءَ جي شروع ۾ ڏسون ٿا تہ سعدالدين محمود شبستري (وفات:717ھ/1317ع) هڪ هزار بيتن تي مشتمل مثنوي تصنيف ڪري ٿو، جنهن ۾ هو انسان، ڪائنات ۽ خالق ڪائنات جي باري ۾ ڪائنس پڇيل پندرهن سوالن جا اهڙا جامع جواب ڏئي ٿو

جيڪي تصوف جي تعليمات ۽ فڪر جو نچوڙ آهن ۽ اهي ان لحاظ سان آئينده جي فڪر کي وڏي پيماني تي متاثر ڪن ٿا. انهيءَ مثنويءَ جو نالو هو ’گلشن راز‘ رکي ٿو جنهن ۾ مڪمل طور 1008 بيت آهن، البت ڪن نسخن ۾ تعداد 1030 تائين آهي. گلشن راز جي شهرت تڏهن آسمان تائين پهچي وئي جڏهن شمس الدين محمد لاهجي اسيري جيڪو پاڻ عالم فاضل ۽ شاعر هو، تنهن ’مفاتيح الاعجاز‘ نالي سان ان جو 877ھ/1442 ۾ ضخيم شرح لکيو جنهن ۾ هن مثنوي مولانا رومي مان وڌ ۾ وڌ اشعار حوالي خاطر آندا. جديد دؤر ۾ اقبال جيڪو تصوف جي شاندار روايت جو شارح هو، تنهن جتي پاڻ کي ڪلم ڪلا روميءَ جو ’هندي مريد‘ ڪوٺيو، اُتي هو ’گلشن راز‘ جي مثنوي کان ايترو متاثر هو جو پنهنجي تصوف جي نئين زاويي کي ’گلشن راز جديد‘ جي مختصر مثنويءَ ۾ پيش ڪرڻ ضروري سمجهيائين.

سعدالدين محمود بن عبدالڪريم 650ھ/1252ع ڌاري تاريخي شهر تبريز جي ويجهو هڪ ڳوٺ شبستر ۾ پيدا ٿيو ۽ 720ھ/1320ع ۾ وفات ڪري ويو.

مولانا جامي ’نفحات الانس‘ ۾ محمود شبستريءَ کان پندرهن سوال پڇندڙ امير حسينيءَ جو ته احوال ڏنو آهي پر شبستريءَ بابت صرف ايترو لکيو اٿس ته هو ’گلشن راز‘ جو مصنف آهي. حقيقت ۾ شبستريءَ بابت ڪٿي به تفصيلي احوال ڪونه ٿو ملي. مشهور تذڪري ’حبيب السير‘ مان صرف اها خبر پوي ٿي ته هو منگولن جي يلغار جي زماني ۾ پيدا ٿيو ۽ جوانيءَ جو زمانو انهيءَ عرصي ۾ گذاريائين. تبريز جي ويجهو رهڻ ڪري هو منگولن جي ظالمانه ڪاروائين کان چڱيءَ طرح واقف هو ڇو ته تبريز هڪ لحاظ کان منگولن جي وقت ۾ وڏو مرڪزي شهر هو. اهوئي زمانو هو جڏهن منگول اڃا نڪو مسلمان نڪو عيسائي ٿيا هئا. بلڪ اها ڇڪلش جاري هئي تانجو شبستريءَ جي زندگيءَ ۾ اهو عظيم واقعو رونما ٿيو. جڏهن غازان خان منگول هڪ لک کان وڌيڪ قبيلي جي ماڻهن سوڌو 696ھ/1296 ۾ اسلام قبول ڪيو. ياد رهي ته ’گلشن راز‘ شبستريءَ جي پنهنجي لکت موجب 717ھ/ 1317ع جي تصنيف آهي. گويا جڏهن شبستري اها مثنوي لکي رهيو هو ته مختلف عقيدن ۽ مذهبن جي باهمي آويزش هن جي ذهن ۾ چڱيءَ طرح نقش هئي. جنهنڪري هن پنهنجي طرفان سچائي جو آفاقي پيغام ڏنو آهي.

امير حسيني سيد لاءِ مولانا جامي لکي ٿو ته هو موجوده افغانستان جي علائقي غور جي پرسان رهندڙ هو. هو شيخ رڪن الدين ابوالفتح 1237/635 يعني شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتانيءَ جي پوٽي جو مريد هو. چون ٿا ته هو ڪجھ عرصو ملتان ۾ اچي رهيو هو. امير حسيني پاڻ عالم فاضل ۽ شاعر هو سندس تصنيفات ۾ ’نزهة الارواح‘، ’ڪنز الرموز‘، ’زادالمسافرين‘ ۽ ’روح الارواح‘ وغيره موجود آهن. هو سال 1319/718 ۾ وفات ڪري ويو ۽ هرات ۾ مدفون آهي.

هاڻي اسان هتي اهي پندرهن سوال جيڪي امير حسينيءَ پاڻ محمود شبستريءَ کان ڪيا هئا ۽ جن جا تفصيلي جواب مثنويءَ جي صورت ۾ شبستريءَ ڏنا آهن ۽ وچ وچ ۾ سمجهاڻي خاطر مثال يا سمجهاڻيون ڏنيون آهن، نثري صورت ۾ پيش ڪريون ٿا ته جيئن اصلي مفهوم تائين پهچڻ ۾ سولائي ٿئي.

**سوال پهريون:** فڪر يا گهڻي ۽ گهري سوچ (Thinking) ڇا کي چئجي ٿو؟

**سوال ٻيو:** سلوڪ جي راهه ۾ ڪهڙو فڪر رهنما آهي؟ اهو ڪڏهن صحيح ۽ ڪڏهن غلط (گناهه) چو آهي؟

**سوال ٽيون:** آءٌ ڪير آهيان؟ پنهنجي اندر ۾ سفر مان ڇا مراد آهي؟

**سوال چوٿون:** مسافر ڪير آهي ۽ سالڪ ڪنهن کي ٿا چون؟ ڀلا مرد ڪامل ڪير آهي؟

**سوال پنجون:** وحدت جي اسرارن کان ڪير باخبر آهي؟ عارف جي درجي تي ڪير پهتل آهي؟

**سوال ڇهون:** جيڪڏهن معروف (سڃاتل) ۽ عارف (سڃاڻندڙ) هو ٻئي پاڻ آهي ته پوءِ هن خاڪ جي پُتلي جي ڪهڙي حيثيت آهي؟

**سوال ستون:** 'انا الحق' جي لفظن ۾ ڪهڙو مفهوم سمايل آهي؟ ڇا اهڙن لفظن چوڻ وارو سچو هو يا بلڪل بڪواسي هو!

**سوال اٺون:** سالڪ (مخلوق) کي ڪڏهن واصل چون ٿا؟ سير ۽ سلوڪ ڪيس ڪيئن حاصل ٿئي ٿو.

**سوال نائون:** واجب (ذات حق تعاليٰ) ۽ ممڪن (مخلوق) جو وصل ڪيئن ممڪن آهي؟ ان ريت نزديڪ ۽ دور، گهٽ ۽ وڌ هجڻ مان ڇا مراد آهي؟

**سوال ڏهون:** اهو ڪهڙو سمنڊ آهي جنهن جو ڪنارو سراسر گفتگو آهي ۽ ان جي گهرائي ۾ ڪهڙا موتي ملن ٿا؟

**سوال يارهون:** اهو ڪهڙو جزُ (حصو يا ڀاڱو) آهي جيڪو پنهنجي ڪُل (اصل) کان زياده يا وڏو آهي ۽ ان کي ڪيئن ڳولي هٿ ڪجي؟

**سوال ٻارهون:** ڇا جڏهن قديم (ازلي) محدث (جديد يا نئون پيدا ٿيل) کان جُدا ٿيو، تڏهن هڪڙو عالم (ڪائنات) بنجي ويو ۽ باقي خدا (ازلي) رهجي ويو؟

**سوال تيرهون:** حقيقت جي طالبن وٽ اکين، مُنهن، چپن، زلفن ۽ خط وخال مان ڇا مراد آهي؟ ان لحاظ کان هو مقام ۽ حال مان ڪهڙو مطلب وٺن ٿا؟

**سوال چوڏهون:** ڀلا شراب، شمع، شاهد (محبوب) جهڙن لفظن جو ڪهڙو مطلب آهي؟ ان ريت خراباتيءَ (مئي پرستيءَ) ۾ ڪهڙي مام ۽ راز سمايل آهي؟

**سوال پندرهون:** بُت (صنم)، زنار (جڻيو يا بدن تي ٻڌل ڌاڳو) ۽ ترسائي (غير مذهب تي هجڻ) سراسر ڪفر آهن يا انهن ۾ ڪو ٻيو اشارو سمايل آهي؟

مثنويءَ جي شروعاتي ٽيهن بيتن ۾ الله تعاليٰ جي حمد وثنا ۽ رسول ڪريم ﷺ جي تعريف کان پوءِ مثنويءَ جي تاليف جو سبب بيان ڪري ٿو ته اهو سال 717هه جو شوال مهينو هو جڏهن خراسان مان هڪ قاصد اهي سوال منظوم خط جي صورت ۾ کڻي اچي شبستريءَ جي ڳوٺ ۾ پهتو. جڏهن اهو خط مجلس ۾ پڙهيو ويو ته اتي ويٺل هڪ جهان ديده شخص شبستريءَ کي فرمائش طور عرض ڪيو ته توهان ئي هن خط جي جواب تحرير ڪرڻ لاءِ موزون آهيو. شبستري چوي ٿو ته هن مثنويءَ لکڻ جو اهو ئي سبب هو ور نه هو چوي ٿو ته مون کي شاعريءَ سان ڪو خاص شغف ڪو نه هو. هن سلسلي ۾ هو پنهنجي ڪم علميءَ جو اظهار ڪندي چوي ٿو ته "شاعري ته فارسيءَ جي عظيم شاعر فريد الدين عطار تي ختم ٿي وئي."

ظاهر آهي تہ اهي پندرهن سوال جيڪي هينئر مثنوي 'گلشن راز' جو موضوع آهن ۽ جن جو جواب هڪ هزار بيتن تي مشتمل آهي، شبستريءَ جي اعليٰ ذهني لياقت ۽ تصوف جي اصولي مسئلن تي دسترس جو پتو ڏين ٿا. هتي اهو ٻڌائڻ بہ ضروري آهي تہ 'گلشن راز' کان علاوه شبستريءَ جي ٻي مثنوي 'سعادتنامہ' ۽ نثر ۾ 'حق اليقين في معرفت رب العالمين' ۽ 'مرأت المحققين' موجود آهن. 'سعادتنامہ' ۾ هڪ هنڌ هو چوي ٿو:

مدتی من ز عمر خویش مدید

صرف کردم به دانستن توحید

در سفرها به مصر و شام و حجاز

کرده ام ای دوست روز و شب تگ و تاز

معنيٰ: مون پنهنجي عمر جو وڏو عرصو علم توحيد يعني وحدت کي سمجهڻ ۾ صرف ڪيو. ان سلسلي ۾ مصر، شام ۽ حجاز جا سفر اختيار ڪيم ۽ اي دوست! ڏينهن رات انهيءَ علم جي جستجو ۾ لڳو رهيس.

'سعادتنامہ' ۾ ڪل ٽي هزار اشعار آهن ۽ ان ۾ هو فڪري طور امام غزاليءَ جي خيالن جي تائيد ڪندي نظر اچي ٿو ۽ ان جي مقابلي ۾ بوعلي سينا جيڪو خالص فلسفي آهي ۽ ناصر خسرو جيڪو اسماعيلي عقيدن سبب ڄاتل سڃاتل آهي، انهن ٻنهي تي تنقيد ڪري ٿو ۽ سندن عقيدن کي گمراهيءَ جو سبب سمجهي ٿو. ليڪن محي الدين ابن عربيءَ جي مشهور ڪتابن 'فتوحات مڪيہ' ۽ 'فصوص الحڪم' جي هن ريت تعريف ڪري ٿو:

از فتوحات و از فصوص حکم

هیچ نگذاشتم ز بیش وزکم

[مون فتوحات ۽ فصوص الحڪم کي بنا ڪنهن گهٽ وڌائيءَ جي پوريءَ ريت مطالعو ڪيو مطلب ڪا شيءِ نہ ڇڏيم.]

پر وري اهو بہ اعتراف ڪري ٿو تہ انهن سان سندس دل کي تسلي نہ ٿي.

سخن شیخ محی و ملت دین

چون نکرد این دل مرا تسکین

معنيٰ: البت جڏهن شيخ محي الدين و ملت (ابن عربيءَ) جي تحريرن مان دل کي سڪون حاصل نہ ٿيو.

اهڙيءَ حالت ۾ هو چوي ٿو تہ پوءِ جڏهن مون پنهنجي استاد شيخ امين الدين ڏانهن رجوع ڪيو تہ هن جي سمجهاڻيءَ سان اطمينان حاصل ٿيو.

شیخ استاد من امین الدین

دادی الحق جوابهای چنین

من ندیدم گر چنان استاد

کآفرین برو آن پاکش باد

معنيٰ: منهنجي استاد شيخ امين الدين انهن سوالن جا برحق جواب ڏنا. مون اهڙو ٻيو ڪو استاد نہ ڏٺو. هن پاڪ خصلت انسان کي آفرين ۽ شاباس هجي.

هتان معلوم ٿئي ٿو تہ شبستري نہ صرف گهڻو سير و سفر ڪيو ۽ مروج علوم تي ڪيس عبور حاصل هو، پر هو خاص طور ابن عربيءَ جي فڪر ۽ عرفان سان گهڻو اُنس رکندڙ هو. اهو ئي سبب آهي جو هن جي ٻن خاص تصنيفن جا نالا ڪٽي ذڪر ڪري ٿو. وري اهو بہ مڃي ٿو تہ انهن ڪتابن جي مطالعي مان سندس تشفي نہ ٿي تہ آخر پنهنجي استاد ڏانهن رجوع ڪيائين جنهن کان پوءِ ڪيس تسلي ۽ اطمينان ٿيو.

اها حقيقت آهي تہ 'گلشن راز' ۾ شبستري وحدت الوجود جو زبردست شارح نظر اچي ٿو. هو شروعات ان سوال سان ڪري ٿو تہ انساني فڪر جي نوعيت ڪهڙي آهي ۽ ان جون ڪهڙيون سرحدون آهن؟ انسان جو پنهنجي خالق سان ڪهڙو تعلق آهي ۽ ان تعلق جي ڪهڙي نوعيت آهي يا ان کي ڪيئن سمجهي سگهجي ٿو؟ مرد ڪير آهي ۽ هن جون ڪهڙيون خوبيون يا وصفون آهن؟ عارف ۽ معروف ڪير آهن؟ انسان جو پاڻ کان سوال تہ آءٌ ڪير آهيان، ان جو ڪهڙو جواب آهي. مان، تون ۽ هو، انهن جو پاڻ ۾ ڪهڙو واسطو آهي يا ٿي سگهي ٿو.

اهي سوال عام فهم زبان ۾ آهن پر جڏهن اهي اصطلاحي انداز ۾ ڪجن ٿا تہ پوءِ چئبو هن عالم ۽ ڪائنات جي ڪهڙي حيثيت آهي. وحدت ۾ ڪثرت، واجب ۽ ممڪن، وجود ۽ عدم، جوهر ۽ عرض، قديم ۽ حادث، جبر ۽ قدر، فنا ۽ بقا، زمان ۽ مڪان، سير ۽ سلوڪ، نبوت ۽ ولايت، جُز ۽ ڪُل، وصال ۽ اتحاد وغيره ڇا آهن. صوفيانہ شاعريءَ ۾ استعارا جهڙوڪ شمع ۽ شاهد، شراب ۽ مستي، زلف ۽ رخ، لب ۽ چشم، خال ۽ خط، بت ۽ زنار، خراباتي ۽ ترسابچہ وغيره مان اصل مطلب ڪهڙو آهي.

وحدت الوجود جي فڪر کي عام طور ابن عربيءَ سان منسوب ڪيو وڃي ٿو ۽ اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ ان فڪر جي ابتدا هن کان ٿي آهي. حالانڪ زياده صحيح ڳالهہ اها آهي تہ اهو فڪر صديون اڳ ڪيترن صوفين وٽ نظر اچي ٿو. البت اهو صحيح آهي تہ ابن عربي وحدت وجود کي بلڪل نئين پيرايي ۽ انداز ۾ بيان ڪري ٿو ۽ ان ڪري هو اڪثر نوان اصطلاح متعارف ڪرائي ٿو يا پراڻن اصطلاحن کي نئين معنيٰ پهرائي ٿو. ابن عربيءَ کان اڳ اهو فڪر سنائي (1140/535)، عبدالله انصاري (1088/481)، ابوسعيد ابوالخير (1049/440) ۽ فريدالدين عطار (1230/627) جي شاعريءَ ۾ چڱيءَ طرح موجود آهي. اهڙيءَ طرح نثر جي لحاظ کان ان جا وڏا شارح بايزيد بسطامي (874/261)، منصورحلاج (922/309)، امام محمد غزالي (1111/505) ۽ سندس ڀاءُ احمد غزالي (1126/520) شامل آهن.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ جيئن مٿي چيو ويو تہ شبستري ابن عربيءَ جي فڪر کان گهڻو متاثر آهي، بلڪ گهڻي ڀاڱي هن جا اصطلاح ۽ اِستعارا استعمال ڪري ٿو. مثلاً وجود ۽ عدم جي تصورات جي سلسلي ۾ ٻنهي وٽ يڪسانيت نظر اچي ٿي.

عدم آئينه هستی است مطلق
کزو پيدا ست عکس تابش حق
عدم چون گشت هستی را مقابل
درو عڪسی شد اندر حال حاصل

وڌيڪ چوي ٿو:

عدم موجود گردد اين محال ست
وجود از روی هستی لا يزال ست

معنيٰ: عدم موجود نٿو ٿي سگهي ڇو ته اهو ناممڪن آهي وجود (مطلق) هئڻ جي حساب کان ازلي آهي (قديم آهي).

يا وري هيئن چوي ٿو:

عدم مانند هستی بود يکتا
همه کثرت ز نسبت گشت پيدا

معنيٰ: عدم هستيءَ (وجود) وانگر اڪيلو آهي عدم هڪڙوئي آهي هر قسم جي ڪثرت نسبت جي ڪري آهي مطلب وجود ۽ عدم ۾ ڪثرت ڪونهي.

عدم جو اهو تصور ابن عربيءَ وٽ ملي ٿو جنهن کي هو خاص اصطلاح اعيان ثابته سان واضح ڪري ٿو يعني معلومات ذات خداوندي جيڪا ازل کان وٺي آهي پر جن جو خارجي وجود ڪونهي 'اعيان ثابته' جي لاءِ ابن عربيءَ جو مشهور جملو آهي:

"الاعيان ما شمّت رائحة الوجود"

معنيٰ: اعيان اهي آهن جن وجود جي بوءِ نه سنگهي آهي.

شبستريءَ جي مٿين شعرن ۾ عدم مان اها حالت مراد آهي ۽ ان لحاظ کان اهي يڪتا آهن پر انهن جي خارجي نسبت سان ڪائنات ۾ ڪثرت يعني مختلف شين جو ظهور ٿئي ٿو. وجودي حضرات عام فهم زبان ۾ شين کي تعينات چون ٿا. ابن عربي مطابق وجود صرف واجب تعاليٰ جو آهي ۽ وجود جو اطلاق به صرف مٿس ٿي سگهي ٿو جيڪو خود بخود پاڻ قائم آهي ۽ اهو ئي ذات باري آهي. مطلب هن کانِ سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود ڪونهي ٻي ڪا به شيءِ موجود نه ٿي سگهي ٿي پر پنهنجي وجود ۾ اها ذات باري تعاليٰ جي محتاج آهي گويا جنهن وجود جو ڪو تعين ٿئي ٿو ته اها شيءِ موجود ٿئي ٿي. شبستري به ائين چوي ٿو:

وجود خلق وکثرت در نمود ست
نه هرچه آن می نمايد عين بود ست

معنيٰ: مخلوقات جو وجود (هئڻ) ۽ ظاهري ڪثرت صرف ڏسڻ ۾ آهي ڇو ته جيڪي ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو انهن کي وجود هئڻ يعني بود ڪونهي.

ابن عربي ۽ شبستريءَ وٽ 'واجب' ۽ 'ممڪن' جو تصور به تقريباً ساڳيو آهي. شبستري چوي ٿو:

چو ممکن گرد امکان برفشاند
بجز واجب دگر چيزی نماند

معنيٰ: جڏهن ممڪن (امڪاني وجود) ڪان اها مٽي (غيريت) صاف ٿئي ٿي تہ پوءِ فقط واجب (ذات) کان سواءِ ڪا شيءِ نٿي بچي.

هتي واجب مان مراد واجب الوجود آهي جو هڪ ئي آهي ۽ اصل بہ آهي. هتي هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ واجب ڪڏهن ممڪن نٿو ٿي سگهي ۽ نہ ممڪن واجب ٿي سگهي ٿو. ممڪن عدم ئي هوندو آهي ان ڪري اهو واجب نٿو ٿي سگهي. عدم مطلق وجود مطلق لاءِ آئيني وانگر آهي. ابن عربي ان جي وضاحت ڪندي چوي ٿو:

> "ذات باري تعاليٰ پنهنجي ذاتي حيثيت ۾ واجب آهي يعني هن جو موجود نہ هجڻ محال يا ناممڪن آهي. هن تي ڪنهن بہ وقت ان حيثيت سان ڪنهن بہ قسم جو عدم طاري نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري هو 'الآن ڪما ڪان' يعني ائين آهي جيئن هو."

[فتوحات مڪيہ - 1، ص 132]

موجوده دور ۾ وحدت وجود جو هڪ خام البت عام فهم تصور روز افزون آهي جيڪو ڪنهن حد تائين مغربي تصور جي پيداوار آهي ۽ ٻيو تصوف جي اصل ۽ بنيادي ماخذن کان اڻ ڄاڻائي جو نتيجو آهي. مثلاً فطرت (Nature) کي خدا سان همسر سمجهيو وڃي ٿو. ٻين لفظن ۾ فطرت ئي خدا آهي جهڙي غلط عقيدي کي صوفين ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو. حالانڪ صوفين جو خدا محبت ۽ عشق جو خدا آهي ڇو تہ هن هي جهان محبت منجهان پيدا ڪيو آهي. اهو خدا محبت ۽ عشق وارو آهي جيڪو انسان مان بہ اها ئي اميد رکي ٿو. ان ڪري صوفي جڏهن بہ ڳالهہ ڪري ٿو تہ هو محبت جي زبان ۾ ڪري ٿو. ايتريقدر جو انساني حُسن ۽ خوبصورتيءَ جا جيڪي بہ اشارا آهن، صوفين انهن کي پنهنجي معنيٰ ڏني آهي.

صوفيانہ شاعري جي انهيءَ انداز کي هر دور ۽ هر فڪر جي عالمن تسليم ڪيو آهي. بلڪ حقيقت اها آهي تہ صوفين پنهنجو اهو معنوي انداز ٻين مذهبن ۽ قومن جي استعارن ۽ اشارن ۾ بہ ڳولهي ورتو آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندن سخن فهميءَ جو دائرو وڏيڪ وسيع ٿيندو رهيو آهي بلڪ ان ڪري صوفيانہ شاعريءَ کي ٻين مذهبن وارن بہ پسند ڪيو آهي. شبستريءَ جي هن مثنويءَ ۾ اهڙا اصطلاح ملن ٿا.

ونفيلڊ (Whinfield) جنهن شبستريءَ جي هن مثنويءَ کي پهرين انگريزيءَ ۾ اڄ کان اٽڪل ڏيڍ صدي اڳ پيش ڪيو هو. ان جو هتي هڪ اقتباس پيش ڪجي ٿو، جيڪو ٻڌائي ٿو تہ مغرب جي صوفيانہ تصور ۽ مشرقي تصوف ۾ ڪهڙو بنيادي فرق آهي:

Hence, it is clear that the pantheism of the sufis at any rate as expounded in the Gulshan-e-Raz, must not be confounded with the European Pantheism of the present day, that pantheism which in the words of Bossuet, 'makes every thing God except God him self'. In the Gulshan-i-Raz we find a different species of pantheism one held conjointly with a theory of divine personality, and the obligations of

morality. Mahmud's pantheism is an amplification rather than a minimification of the idea of the divinity, infinite, omnipresent and omnipotent. (P- VIII)

ترجمو: هتان اهو واضح ٿيڻ گهرجي تہ صوفين وارو وحدت الوجود جنهن جي سمجهاڻي 'گلشن راز' ۾ ملي ٿي، اهو مغرب جي موجوده دور واري 'همه اوست' کان مختلف ۽ جداگانہ آهي. جو تہ اهو بقول 'بوسُٽ' "ہي هر شيءِ کي خدا بنائي ٿو پر خود خدا جو انڪار ڪري ٿو. 'گلشن راز' ۾ جنهن همه اوست واري نظريي جي سمجهاڻي ڏنل آهي ان ۾ جتي خدا جي شخصيت (Personality) جو مڪمل اقرار ملي ٿو، اتي اخلاقي ذميواري بہ بدرجہ اُتم موجود آهي. محمود شبستريءَ جي وحدت وجود واري نظريي موجب خدا جي ذات جتي همه گير ۽ لامتناهي آهي، ساڳي وقت اها ذات هر هنڌ حاضر ناظر ۽ قدرت واري پڻ آهي. يعني هن جو نظريو هر لحاظ کان آفاقي ۽ وسعت پذير آهي ۽ اهو ڪنهن بہ ريت محدود ۽ گهٽجڻ يا سُسڻ (Minmification) وارو ناهي."

## سنڌ ۽ هند ۾ گلشن راز جو اثر:

شبستريءَ جو زمانو ستين صديءَ جي پوئين حصي ۽ اٺين صديءَ جي شروعات وارو آهي جيڪو اسلامي تاريخ ۾ وڏي تباهي ۽ بربادي جو زمانو آهي. ستين صديءَ جي شروع ۾ منگولن جو جيڪو طوفان اُٿيو، اهو 1256/656 ۾ بغداد جي مڪمل تباهي ۽ عباسي خلافت جي خاتمي جي صورت ۾ سامهون آيو. اها تباهي تيستائين جاري رهي جيستائين ستين صديءَ جي آخر ڏاري يعني 1296/696 ۾ غازان خان منگول پنهنجي هڪ لک کان وڌيڪ پوئلڳن سوڌو اسلام ۾ داخل نہ ٿيو. ان کان اڳ 617/ 1220 ۾ جڏهن منگولن خوارزم تي قبضو ڪيو تہ مشهور صوفي نجم الدين ڪبريٰ پاڻ پٽرن جي جهولي پري مقابلي لاءِ آيو ۽ پٽرن هٽندي شهيد ٿي ويو. تقريباً ڏهن سالن بعد 1230/627ع ۾ فريد الدين عطار منگولن هٿان شهيد ٿيو. اهو دور هو جڏهن منگولن هندستان جو رخ رکيو تہ ملتان جو حڪمران سلطان محمد 683/ 1285ع هنن جي هٿان تير لڳڻ سان مارجي ويو ۽ امير خسرو سندن هٿان گرفتار ٿيو. اها امير خسرو جي خوش قسمتي هئي جو منگولن جي هٿان مارجڻ کان بچي ويو. شبستري جيڪو تبريز جهڙي مرڪزي شهر جي پسگردائيءَ ۾ رهندڙ هو، منگولن جي هٿان ٿيندڙ تباهي ۽ واقعات کان بي خبر نہ هو.

بهرحال هندستان ۾ شبستريءَ جي معاصرين ۾ شيخ نظام الدين اولياء (1325/725) ۽ امير خسرو (1325/725) ۽ بوعلي قلندر (1324/724) وغيره شامل آهن، ليڪن 'گلشن راز' جي شعرن بابت غالباً پهريون حوالو عبدالقدوس گنگوهيءَ (1537/944) جي مڪتوبات ۾ ملي ٿو ۽ اهو شعر هن ريت آهي:

اگر کافر ز بت آگاه گشتی

کجا در دین خود گمراه گشتی

قدوسي وحدت وجودي خيالن جو وڏي ۾ وڏو پرچارڪ آهي. اهڙا خيال سندس هندي ڪلام ۾ بہ ملن ٿا. احد ۽ احمد ۾ ميم واري فرق جي ڳالهہ جيڪا غالباً شبستريءَ کان شروع

تي، اها پڻ قدوسيءَ وٽ ملي ٿي. يارهين/سترهين صديءَ ۾ وري دارا شڪوه (1024 - 1069) جيڪو وحدت الوجود کان زياده بين المذاهب هم آهنگي جو مبلغ هو، پنهنجي مختصر تصنيف 'حسنات العارفين' ۾ بت ۽ زنار بابت شبستريءَ جي خيالات کي شطحيات طور هيٺيان اشعار پيش ڪري ٿو:

بت اينجا مظهر عشق است وحدت
بود زنار بستن عقد خدمت

يا وري هي اشعار

مسلمان گر بدانستی بت چيست
بدانستی که دين در بت پرستی ست
اگر مشرک ز بت آگاه گشتی
کجا در دين خود گمراه گشتی

ان کان سواءِ هي اشعار بہ آندا اٿس:

هم او کرد هم او گفت وهم او بود
نکو کرد و نکو گفت و نکو بود
يکی بين و يکی گوی و يکی دان
برين ختم آمد اصل و فرع ايمان

دارا شڪوه کان هڪ صدي پوءِ وري مرزا عبدالقادر بيدل دهلوي (1720/1133) جيڪو فارسي زبان جو وڏو شاعر آهي، گلشن راز کان گهڻو متاثر لڳي ٿو. هو احد ۽ احمد واري تصور کي پنهنجي لفظن ۾ هن ريت پيش ڪري ٿو:

ز آغوش احد يک ميم جوشيد
که بيرنگی لباس پوشيد

يارهين/سترهين صدي ۾ سنڌ اندر تصوف بابت پهرين مڪمل تصنيف 'رسالہ فتحيہ' جيڪو 1019/ 1610ع ۾ مخدوم نوح جي پوٽي مخدوم فتح محمد تاليف ڪيو، ان ۾ پڻ گلشن راز جو اهو مشهور بيت ملي ٿو:

احدِ در ميم احمد گشت ظاهر
درين دور آمد اوّل عين آخر

[بيت:19]

اهڙيءَ طرح يارهين صدي ۾ جڏهن سنڌ ۾ تصوف جي پهرين ملفوظات 'بيان العارفين' 1623/1032 ۾ لکي وئي، جنهن ۾ شاه عبداللطيف جي تڙ ڏاڏي شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارِي جا اقوال ۽ سنڌي بيت بہ ڏنل آهن، ان ۾ بہ گلشن راز جا هي اشعار ملن ٿا:

روا باشد انا الله از درختی

چرا نبود روا از نیک بختی

[بيت:446]

اهڙيءَ طرح ان ۾ انسان ڪامل جي باري ۾ گلشن راز جو هي بيت پڻ حوالي طور ملي ٿو:

کسی مردی تمام است کز تمامی

کند با خواجگی کار غلامی

[بيت:347]

شاهه عبداللطيف جيڪو "بيان العارفين" کي هميشه پاڻ سان گڏ رکندو هو. اهو پڻ ان ريت گلشن راز جي روايتن کان ضرور واقف ٿيو هوندو. انهيءَ ڪري هي بيت چيائين:

احد احمد پاڻ ۾، وچان ميم فرق

آهي مستغرق، عالم انهيءَ ڳالهه ۾.

جيڪو سڌو سنئون گلشن راز جي هن بيت جو پڙاڏو معلوم ٿئي ٿو:

ز احمد تا احد یک میم فرق است

جهانی اندر آن یک میم غرق است

[بيت:20]

سنڌ ۾ ٻارهين/ارڙهين صديءَ اندر شاهه عبداللطيف جو ننڍو همعصر ۽ نقشبندي سلسلي جو ممتاز رهنما خواجه محمد زمان لواريءَ (1775/1188) وارو آهي. مستند روايت موجب ٻنهي جي ملاقات به ٿي هئي. خواجه صاحب جا سنڌي زبان ۾ چوراسي عارفانه بيت موجود آهن جن جو عالمانه شرح سندس عالم فاضل مريد وقت جي وڏي صوفي عبدالرحيم گرهوڙي (1778/1192) عربيءَ ۾ لکيو. خواجه صاحب جو نقشبندي سلسلي ۾ چئن واسطن سان خواجه محمد سعيد سرهندي ۽ ٽن واسطن سان خواجه محمد معصوم سرهندي يعني مجدد الف ثانيءَ جي پٽن سان واسطو ثابت ٿئي ٿو. خواجه صاحب جا اهي چوراسي بيت صوفي فڪر ۽ عرفان جو اعليٰ نمونو آهن جن مان سندس علمي ۽ روحاني حيثيت جو پتو پوي ٿو. جيئن ته هن کان اڳ اسان 'مڪمل شرح ابيات سنڌي' جي مقدمي ۾ خواجه صاحب جي فڪر تي تفصيلي روشني وڌي آهي، ان ڪري هتي صرف انهن بيتن تي اڪتفا ڪنداسين جيڪي 'گلشن راز' جي بيتن سان وڌ ۾ وڌ هڪجهڙائي رکن ٿا يا ان کان سڌوسنئون استفادي طور موجود آهن.

گلشن راز جي صاحب نبي ڪريم ﷺ جي باري ۾ هڪ هنڌ "جمع الجوامع" جو اصطلاح استعمال ڪيو آهي:

مقام دلگشایش جمع جمع است

جمال جان فزایش شمع جمع است

[بيت:22]

معنيٰ: هن (محمد ﷺ) جو محبوب مقام جمع الجمع آهي. هن جي دلين کي ليائيندڙ سونهن محفل ۾ روشن شمع وانگر آهي.

خواجہ صاحب انهيءَ خيال کي جامع جي استعاري سان هن ريت بيان ڪيو آهي:

عَجَبَ جَهڙي آهِ، حَقِيقَتَ حَبِيبَ جي،
نَڪِي چَئِبو سو ڏٺي، نَڪِي مَخلُوقا،
شَفقَ جي سَاجَاءِ، جامِعُ لِيلَ نَهارَ ڪي.

[بيت:60]

گلشن راز ۽ خواجہ صاحب جي بيتن ۾ گهڻي ڀاڱي ساڳيا اصطلاح ساڳي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ استعمال ٿيل آهن. جهڙوڪ وجود ۽ عدم، وجوب ۽ امڪان، عين ۽ غين، نفي ۽ اثبات، ڪفر ۽ اسلام، عارف ۽ معروف، ڪل ۽ جز، قديم ۽ حادث، جوهر ۽ عرض، شراب ۽ شاهد، صورت ۽ معنيٰ، انا الحق جي سمجهاڻي وغيره.

خواجہ صاحب جو بيت آهي:

جانسِين پَسِين پاڻُ، تانسِين مِهَتِ مَڙهِي،
جو لَٽو اِيءُ گمانُ، تہ مَڙهِيائي مِهَتِ ٿي.

[بيت: 10]

’گلشن راز‘ وارو چوي ٿو:

من تو چون نماند درمیانه
چه مسجد چه کنش چه دیرخانه

[بيت: 306]

هڪ ٻيو شعر هن ريت آهي:

ترا تا در نظر اغیار و غیر است
اگر در مسجدی آن عین دیر است

[بيت: 962]

يا

چو برخیزد ز پیشت کسوت غیر
شود بهر تو مسجد صورت دیر

[بيت:963]

خواجہ صاحب جو ان مفهوم سان هي بيت ملي ٿو:

قِبلو قُلُوبَنِ جو، سَيَتِ حاضِرُ هوءِ،
پَرو جَنِ کي پوءِ، مَڙهِي ٿَنِ مِهَتِ ٿِي.

[بيت:82]

’گلشن راز‘ ۾ هڪ شعر هن ريت آهي:

ترا تا کوه هستی پیش باقی است
جواب لفظ 'ارنی' 'لن ترانی' است

[بيت:194]

ساڳيو خيال سلطان الاوليا جي هيٺين بيت ۾ آيل آهي:

جَبَلُ اوڏو آهِ، جي ٿِئي قراري ڪِينَ ۾،
تہ مُحِبَ، مُوسيٰ گهاءِ، هُندَ پَسِي ڪِرين پَٽَ ۾.

[بيت:38]

خواجہ صاحب ڪل ۽ جُز جي باري ۾ چوي ٿو:

اُسرُ اَيَـنِ ڏانهہ، مَڇُڻ رَهين رُڃَ ۾،
جُزي جائزُ ناهِ، ڪُلَ ريءَ ڪَنِڻُ ڏِينهڙا.

[بيت:43]

'گلشن راز' ۾ وري انهيءَ سفر جي نشاندهي هن ريت ملي ٿي:

زجزوی سوی کلی یک سفر کرد
وز آنجا باز بر عالم گذر کرد

کسی این سرشناسد کو گذر کرد
ز جُزوی سوی کلی یک سفر کرد

[بيت:312]

خواجہ صاحب جو هڪ بيت هن ريت آهي:

لنگهي خُوءِ خيالَ، پَوءُ پَراهين ڏِيهہَ ۾،
ڄَڏِي مُلڪَ مِثالَ، سِهُدو ٿِيءُ صَرِيحَ سِين.

[بيت:47]

'گلشن راز' ۾ اهو خيال هن ريت بيان ٿيل آهي:

وز و چون بگذری هنگام فکرت
بود نام وی اندر عرف عبرت

[بيت:76]

خواجہ صاحب جو هڪ بيت هن طرح آهي:

مَاهيَتَ مِينهَن نہ پوءِ، قُلزُمَ اَندَر قَطري،
مگر وَڃِي سوءِ، جَڳُ ڄَڏِي جَالارَ ۾.

[بيت:64]

'گلشن راز' وارو اهو خيال هيٺن پيش ڪري ٿو:

اگر یک قطره را دل بر شکافی
برون آید از او صد بحر صافی

[بيت: 147]

خواجہ صاحب جو بيت آهي:

اَندَرِ اَندِرِ آرسِي کي، مُنهَن ڏُانهن کَٿُ نہ آهِ،
آرسِي کي آهِ، واهِيپو وِيسارَ سِين.

[بيت:66]

'گلشن راز' ۾ بلڪل ساڳيو خيال هن ريت موجود ملي ٿو:

چو پشت آئینه باشد مکدر
نماید روی شخص از روی دیگر

[بيت: 266]

خواجہ صاحب جو هي بيت ڏسو:

پينرُ! هن پَنيورَ ۾ دوزخَ جو دُونهُون،
سَوارو سُونهون، پُڄي کاهِيو ڪيڄَ ڏي.

[بيت:32]

'گلشن راز' ۾ اهو خيال هن ريت موجود آهي:

مسافر آن بود کو بگذرد زود
ز خود صافی شود چون آتش از دود

[بيت:316]

خواجہ صاحب جو هي بيت ملاحظو ڪريو:

ڇَڏِي وَيڙهِ وُجُودَ جي، اُسَرُ اَقصيٰ ڏانهہ
سرحد اُتي شاهُ، مُحمّد مِڙئو ربّ کي.

[بيت:48]

'گلشن راز' ۾ ساڳي معنيٰ وارو شعر ڏسو:

دهد یکباره هستی را به تاراج
در آید از پی احمد به معراج

[بيت: 338]

منصور حلاج جي نعري انا الحق جي باري ۾ خواجہ صاحب جا هيٺيان ٽي بيت ملن ٿا:

سَيَتِ پَچَرَ پِرينءَ جي، سَيَتِ هُوتَ حُضُورُ،
مُلڪُ سَيُ مَنصُورُ، ڪُهي ڪُهبا ڪِيترا.

[بيت:16]

سَاجَنَ جي سِڱَ ڙِي، ڪنهن نہ ڪاڍو ڪِيڏهِہَ،
پُڇئِہِ پيرَ پَرِي ٿان چوڏِس مُنهن مَنصُورَ جو.

[بيت:27]

سَرتِيُون! سُٽُ ڪَپاهُ، مَارِهو مَ مَنصُورَ کي،
ٿي ٽَرڪِيبَ ٽَباهُ، وَحدَتَ وائِي وات ۾.

[بيت:75]

هاڻي 'گلشن راز' جا هي اشعار ملاحظه ڪريو:

همه ذرات عالم همچو منصور
تو خواهی مست گیرو خواه مخمور

چو کردی خویشتن را پنبه‌کاری
تو هم حلاج وار این دم برآری

برآور پنبئه پندارت از گوش
ندای 'واحد القهار' بینوش

روا باشد انا الله از درختی
چرا نبود روا از نیک بختی

من و ما و تو او هست یک چیز
که در وحدت نباشد هیچ تمییز

هر آن کو خالی از چون و چرا شد
انا الحق اندر او صوت و صدا شد

[بيت:440 - 451]

خواجہ صاحب جو بيت آهي:

جَنِين ڏِٺو پاڻُ، تَنِين ڏِٺو سُپِرين،
غَلَطِ اِيءُ گُمانُ، تہ عَارِفُ پَسِي آرِسي.

[بيت:41]

'گلشن راز' جي هن شعر ۾ اهوئي مفهوم سمايل آهي:

نماند درمیانه هیچ تمییز
شود معروف و عارف جمله یک چیز

[بيت 414]

خواجہ صاحب جو بيت:

ٽُنهنجي واڪ وُجُودُ، ٻهرِ پُڇُ مَ پيچَرا،
مِڙئو ٿَنِ مَعبُودُ، جي ڦَرِيي رهن ڪِينَ جي.

[بيت:42]

’گلشن راز‘ ۾ وري هن ريت آهي:

وجودش اندر اين عالم نيايد
برون رفت و دگر هرگز نيايد

[بيت 360]

خواجہ صاحب جي هڪ بيت جي سٽ آهي:

ڇَڏِي عالَمُ اِمڪاني، وڃي رسُ وُجُوبَ کي.

[بيت:50]

’گلشن راز‘ ۾ آهي:

چو ممکن گرد امکان برفشاند
به جز واجب دگر چيزی نماند

[بيت: 471]

خواجہ صاحب جي عارفانہ بيتن ۾ پهريون بيت هن ريت آهي:

جَڳُ ٿَنِين جي جاءِ، جَنِين ڇَڏِئو جَڳَ کي،
سَيئي تو سِهداءِ، جي تو سِهدَ نہ ٿَنِ سين.

[بيت:01]

هاڻي ’گلشن راز‘ جو هي شعر ڏسو تہ اهو ساڳيو خيال ڪيئن پيش ڪيو اٿس:

وصال حق ز خلقيت جدايی است
ز خود بيگانه گشتن آشنايی است

[بيت: 470]

’گلشن راز‘ جو هڪ بيت هن ريت آهي:

اگر يابی خلاص از نفس ناسوت
در آئی در جناب قدسی لاهوت

[بيت: 936]

خواجہ صاحب وٽ اهو خيال هن ريت ملي ٿو:

ڦَالِبُ جَان ڪَثِيفُ، ٿان جان جانِي نہ مِڙِي،
لوچي تِيءُ لَطِيفُ، لَهوارو لاهُوت ڏي.

[بيت:7]

خواجہ صاحب جو هي بيت ڏسو:

هُتِّ تو حِجابُ، لاهِ تہ لَهين سُپرين،
’اَلصَّلواة مِنَ الصَّلا‘، ڪامِي تيءُ خرابُ،
جِسمِي دوزخُ دابُ، ڪلَّ ڪانئي داخلي.

[بيت:51]

هن سلسلي ۾ ’گلشن راز‘ جا هي ٻہ بيت ڏسو:

ترا غير از تو چيزی نيست در پيش
وليکن از وجود خود بينديش

[بيت: 524]

ترا از آتش دوزخ چه باک است
گر از هستی تن وجان تو پاک است

[بيت:522]

خواجہ صاحب جو هڪ بيت هن ريت آهي:

مُوتي مَنجهہ اِنسانَ، عالَمَ ڪَنا اگرو،
اُتاهُون عِرفانُ، جَنِ ويٺَر سي وِيٺَرا.

[بيت:77]

’گلشن راز‘ جي هن شعر ۾ اهو ساڳيو مفهوم هن ريت بيان ٿيل آهي:

صدف بشکن برون کن دُر شهوار
بيفگن پوست مغز نغز بردار

[بيت:578]

خواجہ صاحب جو هيٺيون بيت ڏسو:

سَامِي ڪَنڌُ ڪَپَاءِ، ڪَنَ ڪپايا خَيُرڪِينَ،
هِيءَ تَنِين جي جاءِ، جَنِين ٻَئِي جَڳَ ڇَڏِئا.

[بيت:20]

هاڻي ’گلشن راز‘ وارو ڏسو تہ ڇا ٿو چئي:

چو پير ما شو اندر کفر فردی
اگر مردی بده دل را به مردی

[بيت: 972]

يا هي بيت ڏسو:

دليران جهان آغشته در خون
تو سر پوشيده ننهی پای بيرون

[بيت: 185]

صوفين لفظ 'کفر' کي خاص اصطلاح طور کم آندو آهي. خواجہ صاحب جا هک کان وڌيک بيت ان معنيٰ ۾ آهن.

جي کافرَ ٿِئا کُفرُ ڇَڏِي، سي هميشه حَياتُ،
سي کِيئَن مَرنِ ماتُ، جَنِين جَرمَرُ جانِ ۾.

[بيت:78]

هک ٻئي بيت جي سٽ آهي:

کَلِمو تِتِ کُفر ٿِئو؛ هوتُ جِتَهِم هوءِ

[بيت:54]

يا

کُفر ۽ اِسلامَ کان، لنگهي هوتُ لَڌونِ

[بيت:70]

'گلشن راز' وارو ان جي سمجهاڻي لاءِ وڌيک اسلام مجازي ۽ ظاهري جا اصطلاح بہ آڻي ٿو:

ز اسلام مجازی گشت بیزار
کرا کفر حقیقت شد پدیدار

[بيت:878]

درون هر تنی جانی است پنهان
به زیر کفر ایمانی است پنهان

[بيت:879]

بباطن نفس تو چون هست کافر
مشو راضی به دین اسلام ظاهر

[بيت: 978]

اهڙيءَ طرح ٻيا بہ کيترائي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا.

هتي اهو ٻڌائڻ مناسب ٿو لڳي تہ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي (1192ھ/1778) جيڪو سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لواريءَ واري جو وڏو خليفو هو ۽ پاڻ وڏو عالم صوفي هو، تنهن جڏهن خواجہ صاحب جي اقوالن جو شرح 'فتح الفضل' لکيو تہ ان ۾ رومي، حافظ ۽ جامي کان علاوه ٻين فارسي ۽ عربي شاعرن جا شعر حوالي طور آندائين. ليڪن هک هنڌ 'گلشن راز' مان هي بيت حوالي طور ڏنائين:

خراباتی شدن از خود رهائی است
خودی کفر است اگر خود پارسائی است

[بيت: 840]

گرهوڙي کان پوءِ سنڌ ۾ صوفي فڪر جو ۽ فارسي زبان جو قادر الڪلام شاعر عبدالقادر بيدل (1873/1289) روهڙيءَ وارو هو. فارسيءَ ۾ سندس ٽي ديوان ۽ ڪيتريون مثنويون موجود آهن. اسان سندس مثنوين ۽ ڪجھ نثري تحريرن کي 'احوال وآثار عبدالقادر' ۾ ترتيب ڏنو آهي. هو فارسي زبان جي وڏن صوفي شاعرن رومي، عراقي، حافظ ۽ جاميءَ کان گھڻو متاثر هو. هن جي شاعريءَ ۾ پڻ شبستريءَ جي اثرات کي محسوس ڪري سگھجي ٿو. ايتريقدر جو سندس غزليات ۾ بہ تصوف جو رنگ غالب آهي. 'ديوان مصباح الطريقت' جي پهرين غزل ۾ هڪ شعر هن ريت ملي ٿو:

به محبوبی که انا احمد بلا میم ست نطق او
به حال و قال گردان متحد قلب ولسانم را

هڪ ٻئي هنڌ چوي ٿو:

هم تو چون احمد شده جامع همه غیب وشهود
قائل رمز بلا میم آشکارا گشته ای

چوڏهين/ويهين صديءَ ۾ وري علامہ محمد اقبال 'جاويد نامہ' ۾ فڪري لحاظ کان مولانا روميءَ کي پنهنجو مرشد تسليم ڪري ٿو. هو 'گلشن راز' کي ايتري اهميت ڏئي ٿو جو ان جي جواب ۾ 'گلشن راز جديد' تصنيف ڪري ٿو جنهن ۾ اندازاً پنج سو اشعار آهن. هو شبستريءَ جي پندرهن سوالن جي بجاءِ ڪل نون سوالن جا جواب ڏئي ٿو. اقبال جو بنيادي مطمح نظر اهو آهي تہ وجودي فڪر هن ڪائنات کي غير حقيقي ڪري پيش ڪري ٿو، جنهن جي ڪري هي جهان انسان جي لاءِ ڪا ڪشش نٿو رکي ۽ ان ڪري انسان بي عمليءَ جو شڪار ٿئي ٿو. اقبال جو چوڻ آهي تہ هن جهان جي پنهنجي حقيقت آهي ۽ اها انسان لاءِ ضروري ۽ مفيد آهي ۽ انسان جي خوديءَ ۾ اها اهليت آهي جو تہ هي جهان انسان لاءِ پيدا ٿيو آهي ۽ انسان جهان لاءِ پيدا ناهي ٿيو. انهيءَ پس منظر ۾ اقبال پهرين سوال جي جواب ۾ تہ فڪر ڇا آهي؟ هيئن چوي ٿو:

اگر این هر دو عالم را بگیری
همه آفاق میرد تو نه میری

معنيٰ: جڏهن تون ٻنهي جهانن کي گرفت ۾ آڻيندين تہ ساري ڪائنات ڀلي مري کپي وڃي پر تون نہ مرندين.

ٻئي سوال جي جواب ۾ چوي ٿو:

جهان رنگ و بو گلدسته ما
ز ما آزاد و هم وابسته ما

معنيٰ: هي ظاهري جهان اسان لاءِ سهڻو گلدستو آهي، اهو اسان کان آزاد بہ آهي تہ اسان سان ڳنڍيل بہ آهي. يعني اهو بي حقيقت ۽ بي فائدي ناهي.

چوٿين سوال جي جواب ۾ اقبال جو چوڻ آهي ته،

به بحرش گم شدن انجام مانيست
اگر او را تو در گيری فنا نيست

معنيٰ: الله تعاليٰ جي بحر ۾ گم ٿيڻ اسان جي پڇاڙي ناهي، بلڪ تون هن کي پاڻ ۾ سمائي وٺ ته پوءِ تو لاءِ فنا يعني پڇاڙي ڪونهي.

اقبال انا الحق جي نئين تعبير هن ريت پيش ڪري ٿو:

خودی را حق بدان باطل مپندار
خودی را کشت بی جان حاصل مپندار
خودی چون پخته گردد لازوال ست
فراق عاشقان عين وصال ست
بخودی گم بهر تحقيق خودی شو
اناالحق گوی و صديق خودی شو

معنيٰ: پاڻ کي حق ۽ سچ سمجھ، اجايو ۽ بيڪار نه سمجھ. پاڻ کي اجائي پوک نه سمجھ، (توکي اجايو پيدا نه ڪيو ويو آهي) خودي جڏهن پختي ٿئي ٿي ته اها هميشگي حاصل ڪري ٿي. عاشقن لاءِ فراق ئي در اصل وصال هوندو آهي. خوديءَ جي حقيقت کي سمجھڻ لاءِ پاڻ ۾ گم ٿيءُ، پوءِ انا الحق چئو ۽ خوديءَ جي تصديق ڪر.

اقبال جي هڪ اردو غزل جو هي مطلع سندس نقطۂ نظر جي چڱيءَ ريت وضاحت ڪري ٿو:

گلزار هست و بود کو نه ديوانه وار ديکھ
يه ديکھنے کی چيز ہے اسے بار بار ديکھ

معنيٰ: هن ڪائنات کي چرين وانگر اجايو ۽ بيڪار نه سمجھ. اها ڏسڻ جهڙي يعني قابل قدر شيءِ آهي. ان کي بار بار ڏس. ان مان فائدو وٺ چو ته اها تنهنجي لاءِ قيمتي وٿ آهي.

## قليچ بيگ بحيثيت هڪ صوفي:

سنڌي زبان جي وڏي ۾ وڏي محسن شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ (1853 - 1929) جي باقاعدي تصنيفات جو تعداد ڪيترن سون ۾ آهي. جتي هن کي ڪيترين مشرقي ٻولين تي دسترس هئي اوتري هن کي انگريزيءَ ۾ پڻ مهارت هئي.

هن نه صرف انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪيا، بلڪ انگريزيءَ ۾ به ڪتاب لکيائين ۽ ڪجھ ڪتاب فارسي وغيره مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. جيتوڻيڪ هو انگريزن جي دور حڪومت ۾ ڄائو ۽ نپنو ۽ بمبئي ۾ وڃي انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. پر کيس اهو شديد احساس هو ته سنڌ توڙي هن خطي جو جيڪو ماضيءَ جو شاندار علمي ورثو

آهي، ان کي اسين ڪڏهن بہ وساري يا ختم ڪري نٿا سگهون ۽ نہ ان ڪان غافل ٿيڻ گهرجي.
هن جتي سنڌ جي اهم تاريخي ماخذ ’چچنامي‘ کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو جيڪو 1900 ۾ شايع ٿيو، اتي هن غزالي، نظامي، خيام، رومي، اوحدي، شبستري، جامي ۽ ٻين ڪيترن فارسي شاعرن جي نثر توڙي نظم کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪيو، جيڪو پنهنجي جڳهہ تي هڪ وڏو ڪارنامو آهي. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو لڳي تہ دنيا جي ترقي يافتہ ٻولين خاص طور انگريزي ۽ اردو ۾ اهي ترجما گهٽي ياڳي اڳيئي موجود آهن.

مرزا قليچ بيگ هڪ طرف انگريزي شاعري جا مفيد ۽ نازڪ خيال ’عجيب جواهر‘ ۾ ترجمو ڪري جمع ڪيا، ٻئي طرف فارسي زبان مان عمر خيام جي رباعين کي سنڌيءَ ۾ رباعين جي صورت ۾ ترجمو ڪيائين. فارسي بيتن يا فردن جو ترجمو هڪ ڌار ڪتاب ’املهہ ماڻڪ‘ جي صورت ۾ پيش ڪيائين. ان کان علاوه قطعا، نظم ۽ مثنويون وري الڳ مجموعي ’چندن هار‘ ۾ جمع ڪيائين. بلڪ ان مجموعي ۾ جتي مشهور معروف فارسي شاعرن جا منظوم ترجما آهن، اتي مثنويءَ روميءَ مان ڪجهہ مشهور حڪايتن جا ترجما پڻ ڏنا اٿس جن ۾ حضرت موسيٰ عليه السّلام ۽ ڌنار جي آکاڻي، چيني ۽ رومي نقاشن جي ڳالهہ، سوداگر ۽ چتونءَ جي ڳالهہ وغيره شامل آهن.

مرزا قليچ بيگ هڪ اديب ۽ عالم جي حيثيت ۾ نهايت وسيع مطالعي وارو شخص هو، جنهن جي دلچسپيءَ ۾ مختلف مذهبن جو مطالعو شامل هو. نہ صرف ايترو بلڪ مختلف مذهبن جيئن عيسائيت، هندومت ۽ بهائي مذهب وغيره بابت دوستن وغيره جي فرمائش تي ڪتاب لکيائين ۽ ترجمو ڪيائين، ليڪن ان جي باوجود هو پنهنجي عقيدن ۽ ايمان ۾ ثابت قدم رهيو. اڻويهن صديءَ جي آخر ۾ هندستان اندر ٿياسافي کي جڏهن هڪ الڳ عقيدي طور پيش ڪيو ويو، جنهن جو بنياد مادام بلوٽسڪي وڌو ۽ هنن هن سلسلي ۾ نہ رڳو ڪتاب ڇپرايا بلڪ مختلف هنڌن تي علمي اجتماع پڻ منعقد ڪيا. اهو زمانو هو جڏهن قليچ هنن جي ڪتابن کي مطالعو ڪيو ۽ جڏهن اهو محسوس ڪيائين تہ هنن جا نظريا خاص طور اسلامي تعليمات بابت مخالفت يا اڻ ڄاڻائي تي مبني آهن تہ پاڻ 1894 ۾ امام غزاليءَ جي ڪتاب ’ڪيمياءِ سعادت‘ جي پهرين باب جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيائين. ان ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ:

> I was naturally curious to see what the theosophists of the modern time said about the Mohammaden religion, of course in its exoteric aspect.
>
> But I was greatly disappointed in this that the learned lady, the soul and spirit of modern Theosophy, Madame Blavatsky, had nothing to say in its favour. Evidently she had not given to its study one hundredth portion of that time and attention which she had given to the Hindu religion. (p -2)

ترجمو: ”ان ڪري آءٌ پاڻ ان حقيقت جو متلاشي هوس تہ ڏسان تہ اسان جي دور جا ٿياسافٽ محمد (ﷺ) جي مذهب (اسلام) بابت ڪهڙي راءِ پيا رکن، خاص طور ان جي ظاهري پهلوئن بابت ڇا ٿا ڄاڻن. پر ان وقت مون کي وڏي پريشاني ٿي جڏهن مون ڏٺو تہ اها پڙهيل خاتون جيڪا جديد ٿياسافي تحريڪ جي

روح روان هئي، هن کي مذهب (اسلام) بابت کا همدردي (دلچسپي) کونہ هئي،
ظاهر هو تہ هن ان مذهب (اسلام) جي مطالعي ۾ هندو مذهب جي مقابلي ۾ هک
سيکڙو وقت بہ صرف نہ کيو هو."

ان کري هو چوي ٿو تہ مون غزاليءَ جي هن تحرير جو ترجمو کيو آهي ۽ ان جي آخر ۾ ٿياسافيءَ جي تحريرن جا اقتباس ڏنا آهن تہ جيئن پڙهندڙ پاڻ صحيح راءِ قائم کري سگهي.
ان کتاب جي آخر ۾ غزاليءَ جي هئي کتاب مان هک ٽکرو ۽ هندستان جي مشهور صوفي حميدالدين ناگوريءَ جي کتاب 'عشقيہ' مان پڻ هک وڏو اقتباس شامل کيائين."

قليچ بيگ جي غزاليءَ سان اها عقيدت هئي جو کجھ سالن بعد 'کيمياءِ سعادت' جو مکمل ترجمو ٽن حصن ۾ کيائين. مطلب تہ قليچ جي فکري نشونما ۾ غزاليءَ جي فکر جو گهڻي ۾ گهڻو دخل آهي.

جيتوڻيک قليچ خانداني لحاظ سان اثنا عشري عقيدي سان وابستہ هو، جنهن جو اظهار بہ کري ٿو، تاهم 'منهنجو مذهب' نالي نظم ۾ هو پنهنجي عقيدن جي پوري وضاحت پيش کري ٿو.
هو پنهنجي سوانح حيات 'سائو پن يا کارو پن' ۾ هک هنڌ چوي ٿو:

"جيتوڻيک وڏن وڏن بزرگن تصوف جا اصول بيان کيا آهن ۽ اهي شريعت جا پابند رهيا آهن تہ بہ اکثر عام شريعت وارا انهن تي اعتراض آڻيندا آهن، بلک کي تہ انهن کي کافر يا غير شرعي کمن کرڻ ۽ ڳالهين ٻڌائڻ وارا سڏيندا آهن، تنهن کري اهڙي تهمت کان آءٌ بہ آزاد ناهيان. کيترن مسلمانن سنين توڙي شيعن، انهيءَ نسبت مون کي سوال پي وڌا آهن، جن جا مشکلات سان جواب ڏنا اٿم، پر انهيءَ ۾ منهنجي ظاهري شريعت موجب هلت مون کي پئي بچايو آهي. تنهن کري ٻين بزرگن وانگي منهنجي بہ راءِ اها آهي تہ شرعي ۽ ديني کمن ۽ رسمن جي نسبت ۾ بہ حقيقي خيال کهڙا بہ هجن تہ بہ اهي پنهنجي جند لاءِ رکڻ گهرجن، نہ خلق کي ٻڌائڻ ۽ وعظ کرڻ لاءِ، نہ تہ شيخ حلاج منصور واري سزا ملڻ جو خطرو آهي يا تہ خلق ۾ خواريءَ جو ڊپ آهي. شاهہ ڀٽائي جي قول موجب هلت کرڻ گهرجي، جا پڻ ٻين مشهور صوفي بزرگن جي رهي آهي:

روزا ۽ نمازون اي پڻ چڱو کم
او کو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

(سائو پن يا کارو پنو: ص 125)

اڳتي هلي پنهنجو نتيجو بيان کندي لکي ٿو:

"اهڙين ڳالهين جي نسبت ۾ منهنجو اعتقاد اهڙو ئي آهي مگر اهڙي معنيٰ سان جا اسلامي اصولن ۽ شرعي حکمن موجب موافق ۽ درست ۽ روا ٿي سگهي ٿي. اهڙو اعتقاد اکثر صوفي استادن جو رهيو آهي، جيئن مولانا روميءَ جو، مولوي عبدالرحمٰن جاميءَ جو، شيخ فريدالدين عطار جو ۽ گهڻن ٻين جو." (ص 126)

قليچ جي پنهنجي صوفي خيالن جي باري ۾ اها راءِ وڏي اهميت واري آهي، باقي هوئن 'ديوان قليچ' جي مقدمي ۾ سندس لائق فائق پٽ مرزا اجمل بيگ قليچ جي صوفي خيالن بابت گهڻو ڪجهه چئي ڇڏيو آهي. هتي اسان قليچ جي ذهني ۽ فڪري نشونما بابت سندس ڪجهه رُباعين تي اڪتفا ڪريون ٿا جيڪي پاڻ 'گرجي نامہ' ۾ ڏنيون اٿس.

لاهوت شروع سير فی الله آمد
هم خاتمئه سیرالی الله آمد
انجام فنا بود بقا را آغاز
'الفقر اذا تم هو الله' آمد

ڏسو هن رُباعي ۾ 'سير في الله'، 'سيرالي الله'، فنا ۽ بقا ۽ صوفي مقولي 'الفقر اذا تم هو الله' جي ڪيڏي جامع سمجهاڻي ڏئي ويو آهي. لاهوت ۽ الله اسم جو مادو ساڳيو آهي، هن خيال کي هن رُباعي ۾ هيئن پيش ڪري ٿو:

لاهوت ز الله بود چون مشتق
گر رفت به لاهوت کسی رفت بحق
خواهی چو الله خود فنا فی الله شو
در معنی موت جسر شو مستغرق

فقر تصوف ۾ خاص مقام جي نشاندهي لاءِ استعمال ٿئي ٿو. هن رُباعي ۾ قليچ ان جي نهايت عمدي سمجهاڻي ڏني آهي:

در چشم فقیر هست لاهوت حقیر
کآمد دو جهان به نزد او کم ز نقیر
در تحت قبائ فقر فخری هست ست
محتاج به الله بود هم نه فقیر

هن رُباعي ۾ تصوف جي ٻن مقولن 'اوليائي تحت قبائي لايعرفهم غيري' ۽ 'الفقير لايحتاج الي الله' کي تضمين ڪيو اٿس.

هن رُباعي ۾ وري 'همه اوست' ۽ 'همه ازوست' جو نازڪ فرق سمجهائي ٿو:

لاهوت مقام لااله الاهو است
آنرا که همه ازوست بینی همه اوست
لاهوت به ناسوت چه نسبت دارد
آن یک همه مغز وآن دگر باشد پوست

## گلشن راز جو ترجمو:

مرزا قليچ بيگ شبستريءَ جي مشهور مثنويءَ کي جنهن ۾ هڪ هزار ۽ اٺ بيت آهن سال 1913/1331 ۾ ترجمو ڪيو جيڪو ڪتابي صورت ۾ سال 1914 ۾ اسٽينبرڊ پرنٽنگ ورڪس مان ڇاپيو ويو. جيئن پنهنجي ديباچي ۾ وضاحت ڪيائين ته ڪجھ بيت غير ضروري سمجھي ڇڏي ڏنا اٿم. تاهم انهن جو تعداد لڳ ڀڳ ٽن سون ڪان مٿي آهي. ترجمي ۾ اها به وضاحت ڪيائين ته ترجمي جو ڪم هڪ هفتي جي اندر مڪمل ٿيو آهي. شرح ۾ اهو به لکيو اٿس ته هي ڪتاب مثنوي مولانا روميءَ وانگر تصوف ۾ سَند جو درجو رکي ٿو. سنڌي ترجمي جو نالو 'ڪشف اعجاز' رکيو ويو آهي.

هن منظوم ترجمي جي خصوصيت اها آهي ته ترجمو سليس ۽ روان آهي جنهن مان قليچ جي فارسي زبان ۽ موضوع تي عبور ظاهر ٿئي ٿو. اندازو آهي ته انهيءَ ساڳي زماني ۾ قليچ مولانا جاميءَ جي هڪ مثنوي 'تحفة الاحرار' جو پڻ منتخب منظوم ترجمو ڪيو جيڪو شايع ٿيل آهي. اهو ڪتاب به مثنويءَ جي انداز ۾ آهي، پر ان ۾ اندر حڪايتون بيان ٿيل آهن جن جو موضوع به تصوف آهي. ان ڪتاب جي مقابلي ۾ قليچ بيگ شبستريءَ جي مثنويءَ کي نه رڳو منظوم ترجمو ڪيو، بلڪ ان ۾ آيل صوفي اصطلاحن جي تشريح ۽ وضاحت حاشين ۾ پڻ ڏني آهي. جنهن سان ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت ۾ اضافو ٿيو آهي. اها حقيقت آهي ته جيڪڏهن اهي اضافا نه هجن ها ته ڪتاب شايد قابل فهم به نه ٿي سگهي ها. هتي اهو ٻڌائڻ پڻ ضروري آهي ته قليچ بيگ اهي حاشيا ۽ اضافا اصل مثنوي بابت لکيل شرح 'مفاتيح الاعجاز' تان ورتا آهن ۽ انهيءَ نسبت سان ئي پنهنجي ڪتاب جو نالو 'ڪشف اعجاز' رکيو اٿس.

'مفاتيح الاعجاز' شرح جو مصنف شمس الدين محمد لاهيجي تخلص اسيري آهي، جنهن اهو شرح 877ھ يعني شبستريءَ جي تصنيف ڪان تقريباً ڏيڍ صدي پوءِ لکيو. لاهيجي پاڻ محمد نور بخش جو مريد ۽ عقيدتمند هو جنهن جي صحبت ۾ هن سورهن سال گذاريا ۽ ائين هو نور بخشي سلسلي سان وابسته ٿيو. لاهيجي پنهنجو مڪمل سلسلو بيان ڪندي مٿي نجم الدين ڪبريٰ تائين پهچائي ٿو. لاهيجي پاڻ شاعر به هو ۽ شرح لکندي پنهنجا شعر به شرح ۾ آڻي ٿو. بهرحال شرح ۾ هو گهڻي ڀاڱي ابن عربي، عطار، مثنوي رومي، امام غزالي، اوحدي مراغي، شيرين مغربي ۽ ٻين ڪيترن متقدمين صوفين حلاج، بايزيد بسطامي، ابوسعيد ابوالخيره وغيره جا اقوال حوالي طور آڻي ٿو.

هندستان ۾ شبستريءَ جي شرح 'مفاتيح الاعجاز' کي گهڻي پذيرائي حاصل ٿي ۽ ان جو پهريون مڪمل اردو ترجمو ۽ خود مثنوي 'گلشن راز' جو منظوم ترجمو 'بوستان اسرار' نالي سان مولوي محمد نور عالم حنفي چشتي حيدري سال 1332ھ ۾ ڪيو. اهو عجيب اتفاق آهي ته قليچ بيگ پاڻ 1331ھ ۾ اهو ترجمو ڪيو. 'گلشن راز' جو هڪ ٻيو عالمانه شرح مولانا سيد شاھ محمد مخدوم الحسيني القادري النظامي حيدرآباد دڪن اردو ۾ ڪيو ۽ ان شرح جو نالو 'مخدوم الاعجاز' رکيائين. ان شرح ۾ هن لاهيجي واري شرح کي آڌو رکيو ليڪن هن پنهنجي طرفان مڪمل شرح لکيو جنهن ۾ هن تصوف جي هڪ هزار سالن جي شعري توڙي نثري روايت کي سموهي ۽ سلجهائي پيش ڪيو. اهو شرح 1342ھ ۾ حيدرآباد دڪن مان شايع ٿيو.

يورپ ۾ 'گلشن راز' جو پهريون مڪمل انگريزي ترجمو عالمانه مقدمي سميت مشهور مستشرق اي-ايچ ونفيلڊ 1880/1297 ۾ ڪيو، جنهن مثنوي روميءَ جي ڪجھ حصن جو پڻ ترجمو

ڪيو هو. ’گلشن راز‘ جو اهو انگريزي ترجمو فارسي متن سميت مرڪز تحقيقات فارسي ايران پاڪستان جي تعاون سان 1978 ۾ لاهور مان شايع ٿيو. لاهيجي جي شرح جو فارسي متن نادري پريس مان بحسب فرمائش خانصاحب مرزا محمد. جيئن ڪاغذ ۾ ڇپائي مان اندازو ٿئي ٿو ته هڪ صدي اڳ منظر عام تي آيو.

ايران مان ’گلشن راز‘ جا ڪيترا ايڊيشن شايع ٿيا ليڪن سڀني ۾ ’مفاتيح الاعجاز‘ جو مستند تحقيقي متن ۽ حوالن سميت محمد رضا بزرگر خالقي جو آهي، ان ڪان پوءِ تازو ’گلگشت راز در تبيين گلشن راز‘ تاليف محمد نقي تسڪين دوست جو آهي جيڪو انٽرنيٽ تي پڻ موجود آهي. هيءَ ڪافي تفصيلي شرح آهي جنهن ۾ هو اقبال جي ’گلشن راز جديد‘ ۾ آيل خيالن ڪي پڻ بحث هيٺ آڻي ٿو.

آخر ۾ اهو ٻڌائڻ به ضروري آهي ته ’گلشن راز‘ جو نئون مڪمل منظوم اردو ترجمو شريف ڪنجاهي ڪيو، جيڪو سال 1996 ۾ اقبال اڪيڊمي لاهور طرفان شايع ٿيل آهي.

اهو پس منظر ان ڪري ڏيڻ ضروري هو ته جيئن اسان مرزا قليچ بيگ جي ڪيل منظوم ترجمي جي اهميت ۽ انهن منظوم ترجمن سان ڀيٽ ۾ پرک ڪري سندس محنت جي صحيح قدرداني ڪري سگهون. هتي اسان چند مثالن تي اڪتفا ڪنداسون. گلشن راز جو هڪ بيت هن طرح آهي:

ببين آن نيستی کو عين هستی است
بلندی را نگر کو ذات پستی است

[بيت:274]

قليچ ان جو ترجمو هيئن ڪري ٿو: •

اها ڏس نيستي ٿي عين هستي
بلندي ڏس اها ٿي ذات پستي

نور عالم چشتي ان جو منظوم هيئن ڪيو آهي:

یہاں اب نیستی ہے عین ہستی
بلندی دیکھ جو ہے ذات پستی

ڪنجاهي ان جو ترجمو وري هيئن ڪري ٿو:

نگاہ اس نیستی پر ڈال تو جو عین ہستی ہے
ذرا دیکھ اس بلندی کی طرف جو جان پستی ہے

(ص 47)

گلشن راز جو هي شعر ڏسو:

من و تو چون نماند درمیانه
چه مسجد چه کنش چه دیرخانه

[بيت:305]

قليچ جو ترجمو ڏسو:

جڏهن آئٌ ۽ تون ويا نکري وچ مان
تڏهن ڪعبو ۽ بتخانو ٿيو يڪسان

نور عالم چشتي جو ترجمو ڏسو:

نہیں جب میں و تو اندر نشانہ
ہے کعبہ کیا کنش کیا دیرخانہ

ڪنجاهي جو ترجمو ڏسو:

من وتو درمیاں سے محو جس ساعت بھی ہو جائے
نہ پھر مسجد، نہ میخانہ آتش گھر ہی رہ پائے

[ص 52)

’انا الحق‘ صوفين وٽ محبوب موضوع آهي. گلشن راز وارو ان باري ۾ هيئن چئي ٿو:

جز از حق نيست ديگر هستي الحق
هوالحق گوي و گر خواهي انا الحق

[بيت:466]

هن شعر جو نور عالم چشتي هن طرح ترجمو ڪيو آهي:

نہیں حق کہ سوا موجود مطلق
ہو الحق کہو چاہے اناالحق

ڪنجاهي ان کي هن ريت پيش ڪري ٿو:

ہو الحق کا لگے نعرہ یہاں پر یا اناالحق کا
حقیقت ہے یہی حق کے سوا کوئی نہیں دوجا

[ص 80]

قليچ جو انداز وري هن طرح آهي:

جڏهن ٻي هستي حق ري ناهي الحق
وٽئي تئن چؤ، هو الحق يا اناالحق

گلشن راز ۾ انا الحق جي باري ۾ هڪ بيت هن ريت آهي:

هر آن کو خالی از چون و چرا شد
انا الحق اندر او صوت و صدا شد

[بيت:450]

قليچ ان جو ترجمو هيئن ڪيو آهي:

ٿيو پاڻان جو خالي سڀ پيچي ساز
انا الحق جو ٻڌي سو هردم آواز

ان جو ترجمو عالم چشتي هيئن ڪري ٿو:

خودی سے جب کوئی خالی ہے لاشی
اناالحق اس میں ہے ساری پیاپی

ڪنجاهي ان جو ترجمو وري هيئن ڪري ٿو:

خلا کی طرح جو کوئی خودی سے ہوگیا خالی
اناالحق ہوگئی صوت و صدا اس کے ہی اندر کی

[ص 77]

گلشن راز جو هڪ نهايت معنيٰ خيز شعر آهي:

تو چشم عکسی و او نور دیده است
به دیده دیده را دیده دیده است

[بيت:141]

قليچ ان جو ترجمو هن ريت ڪيو آهي:

وني يا نور اُن اک جو ٿيو حق
ڏسي تو پاڻ کي سو پاڻ مطلق

نور عالم چشتي جو ترجمو ڏسو:

ہے انسان آنکھ و حق آنکھ کا نور
شہود نور سے آنکھیں ہیں بس دور

ڪنجاهي جو ترجمو هن ريت آهي:

تو چشم عکس ہے محض اور وہ تو نور دیدہ ہے
کہ عکس دیدہ میں اپنا ہے دیدہ کا اس نے دیکھا ہے

[ص 25]

گلشن راز جو هڪ شعر هن ريت آهي:

ترا غیر از تو چیزی نیست در پیش
ولیکن از وجود خود بیندیش

[بيت:523]

قليچ جو ترجمو ڏسو:

تون آهين پاڻ کي پاڻهي آڏو
خودي توکي رڳو ڪوڙائي ڪاڏو

نور عالم چشتيءَ جو ترجمو هن ريت آهي:

سوا تیرے تجھے کیا ہوگا درپیش
خودی سے ڈر گذر جا بود خویش

ڪنجاهي ان جو ترجمو هن ريت ڪيو آهي:

سوا تیرے نہیں کوئی رکاوٹ راہ میں تیرے
اس باعث تجھے لازم ہے یہ بچ کر رہے اس سے

[ص 90]

مثنوي

# کشف اعجاز

# ترجمهٔ گلشن راز



سنڌي شعر ۾

لکيل

## ميرزا قليچ بيگ

جو



سپ حق ۽ واسطا قائم


سنه ١٩١٤

قيمت ١-٠-٠ روپيو

اسٽنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس

# ديباچو

هن جو اصل پارسي ڪتاب جنهن جو نالو مثنوي ’گلشن راز‘ آهي، سو تصوف جو تمام مشهور ڪتاب آهي ۽ مولانا جلال الدين رومي جي مثنويءَ وانگي هڪڙي سَنَد ليکيل آهي. انهيءَ ۾ تصوف ۽ توحيد جا باريڪ ۽ مشڪل مسئلا حل ٿيل آهن. مضمون جي ڪري اِهو ڪتاب ڪمياب، قيمتي، مشڪل ۽ عمدو آهي. ايم - اي جي امتحان لاءِ مقرر ڪيلن پارسي ڪتابن مان هڪڙو آهي. تصوف جي اُصولن بابت هڪڙو ننڍو ڪتاب مون اڳئي لکيو آهي. انهيءَ ڪان پوءِ هن جي پڙهڻ ۾ ڪا بہ مشڪلات نہ ٿيندي. ترجمي ڪندي ڪي ٿورا بيت مون غير ضروري ڄاڻي ڇڏي ڏنا آهن، مگر جيڪو ضروري مضمون آهي سو سڀ مون آندو آهي. جيتوڻيڪ اصل مشڪل ڪتاب جي سمجهاڻي سليس سنڌي شعر ۾ ڏني وئي آهي تہ بہ ڪي لفظ ۽ جملا اصل وارا اِصطلاحي ڄاڻي ڪم آندا ويا آهن. تنهنڪري انهن جي معنيٰ توڙي ٻين ڳالهين جي مختصر شرح بہ ڏني وئي آهي.

هن ڪتاب جو مصنف مولانا سعدالدين محمود شبستري آهي. شبستر هڪڙو ڳوٺ آهي، جو ايران جي شهر تبريز ڪان اٽڪل ٻارهن ڪوهن تي آهي. هو ڄائو بہ اُتي ۽ مئو بہ اُتي. هي ڪتاب هن سنہ 717ھ ۾ لکيو هو. خراسان جي ڪن بزرگن تصوف ۽ توحيد بابت قاصد جي هٿان ڪي سوال امير سيد حسيني ڏي موڪليا هئا. اِهو سيد شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جو خليفو هو، جو وري مشهور شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جو خليفو هو. انهيءَ سيد جي فرمائش موجب مولانا محمود شبستري انهن سوالن جا جواب شعر ۾ لکيا.

اشارو: جتي شعر ۾ ڪو لفظ وزن جي ڪري تڪڙو پڙهڻو ٿو ٿئي اُتي ڄڻائي لاءِ مٿان شدّ ڏني وئي آهي.

**قليچ بيگ**

حيدرآباد

2 جمادي الثاني سنہ 1331ھ

مطابق 10 مئي 1913ع

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

(1)
به نام آن که جان را فکرت آموخت
چراغ دل به نور جان برا فروخت

شروع ٿو آءٌ ڪريان نالي انهي جي
ڏني جنهن روشني روحاني دل کي
سيکاريئين رُوح کي اوّل ڪرڻ فڪر
ٿئي علم ۽ عمل جو جنهن کان پوءِ ذڪر

(2)
ز فضلش هر دو عالم گشت روشن
ز فیضش خاک آدم گشت گلشن

انهيءَ جي فضل ٻئي عالَم ڪيا روشن
انهي جي فيض کان ٿي خاڪ گلشن

(3)
توانائي که در یک طرفة العین
ز کاف و نون برون آورد کونین

اُهو قادر، جنهين منجھ طرفتہ العين
ڪيو پيدا بنائي ڪُن مان ڪوئين

(4)
چو قاف قدرتش دم بر قلم زد
هزاران نقش بر لوحِ عدم زد

هنيون قدرت سندس دم جڏهن قلم تي
هزارين نقش ٿيا لوح عدم تي

(5)
از آن دم گشت پیدا هر دو عالم
و ز آن دم شد هویدا جانِ آدم

انهي دم کان ٿيو پيدا ٻو عالم
اُنهيءَ کان ٿي هويدا جانِ آدم

(6)
در آدم شد پدید این عقل و تمیز
که تا دانست ازان اصل همه چیز

تميز ۽ عقل پوءِ آدم ۾ آيو
پيو ايئن معرفت جو اُن ۾ پايو

(7)
چو خود را دید یک شخص معین
تفکر کرد تا خود چیستم من

ڏٺئين جڏهن هڪ معيّن شخص آهيان
ڪيئين تڏهن فڪر تا آءٌ پاڻ ڇاهيان

(8)
ز جزوي سوي کلي یک سفر کرد
وز آنجا باز بر عالم گذر کرد

تڏهن هن جُزوَ مان ڪُلَ ڏي سفر ڪيو
اُتان اُن موٽي عالم تي گُذر ڪيو

(9)
جهان را دید امر اعتباري
چو واحد گشته در اعداد ساري

ڏٺئين عالم کي هڪ اَمر اعتباري
حقيقت هڪڙي سمجهيئن سڀ ۾ ساري

| | | |
|---|---|---|
| (10) | جهان امر وخلق از یک نفس شد<br>که هم آندم که آمد باز و پس شد | تِيَس معلوم تڏهن کثرت ۾ وحدت<br>ڳٽڻ ۾ جيئن وجهي هڪڙو ٿو برڪت |
| (11) | ولي آن جايگه آمد شدن نيست<br>شدن چون بنگري جز آمدن نيست | [هن جاءِ (جهان) ۾ اچڻ وڃڻ آهي ئي<br>ڪونہ، جيڪڏهن تون وڃڻ جو تصور<br>ڪرين ٿو تہ اچڻ آهي ئي ڪونہ!] |
| (12) | باصل خويش راجع گشت اشيا<br>همه يک چيز شد پنهان و پيدا | اصل ڏي سڀ شيُون جيئن موٽ ڪائِن<br>هَمه ٿيو هڪ ۽ حق ظاهر ۽ باطن |
| (13) | تعالي الله قديمي کو به يک دم<br>کند آغاز و انجامِ دو عالم | [الله تعاليٰ جيڪو قدير (ازلي) آهي، هڪ<br>لحظي ۾ ٻنهي جهانن کي وجود ۾ آڻي ٿو<br>تہ وري ان کي معدوم (عدم) پڻ ڪري ٿو.] |
| (14) | جهان امر وخلق اينجا يکي شد<br>يکي بسيار و بسيار اندکي شد | اندر ٻاهر ٿيو عالم ۾ ڇٽو هڪ<br>ٿيو هڪڙو گهڻو ۽ ٿيو گهڻو هِڪ |
| (15) | همه از وهم تُست اين صورت غير<br>که نقطه دايره ست از سرعت سير | ٿيو هي وهم ڪان صورت ۾ سڀ غير<br>تو نقطو دائِرو ٿئي تيز منجهه سَير |
| (16) | يکي خطّست از اول تا بآخر<br>بر او خلق جهان گشته مسافر | آهي هڪ خط ڪڍيل اوّل ڪان آخر<br>سڄي خلق آهي نِت ان تي مسافر |
| (17) | درين ره انبيا چون ساربانند<br>دليل و رهنماي کاروانند | سين جي انبياء ڪن پيشوائي<br>سفر ۾ قافلي جي رهنمائي |
| (18) | وز ايشان سيّد ما گشته سالار<br>هم او اوّل هم او آخر درين کار | ٿيو سيّد اسان جو تن ۾ سردار<br>اوّل آخر ٿيو عالم جو مَهندار |
| (19) | احد در ميم احمد گشت ظاهر<br>درين دور آمد اوّل عين آخر | اَحد ٿيو ميمَ احمد جي ۾ ظاهر<br>ڦِري اَوّل اچي ٿيو عَين آخر |

(20) ز احمد تا احد یک میم فرق است
جهاني اندر آن یک میم غرق است

ٿيو احمد احَدَ ۾ ميم هڪ فرق
ٿيو اُن ميم ۾ عالم سڄو غرق

(21) در او ختم آمده پایان این راه
بر او منزل شده 'اَدعوا الي الله'

[هن (محمد ﷺ) تي انهيءَ راهه (هدايت) جي پڇاڙي ٿي، انهيءَ ڪري کيس 'الله ڏي سڏڻ' جو حڪم نازل ٿيو.]

(22) مقام دلگشایش جمع جمعست
جمال جان فزایش شمع جمعست

ٿيا پوءِ اولياء اُن راهه تي جمع
ٿيو هڪ هڪ بدرجي جمع جي شمع

(23) شده او پیش و دلها جمله در پي
گرفته دست جانها دامنِ وي

[هو سيني جو اڳواڻ بنيو ۽ ٻين سيني جون دليون هن سان اٽڪيل آهن. هنن سندس دامن کي دل و جان سان پڪڙي جهليو آهي..]

(24) درین ره اولیا باز از پس و پیش
نشاني میدهند اند از منزلِ خویش

[انهيءَ راهه تي هلندڙ اڳين توڙي پوين اوليائن پنهنجي نموني ۾ منزل جو ڏس پتو ڏنو آهي.]

(25) بحد خویش چون گشتند واقف
سخن گفتند در معروف و عارف

[اهي الله جا دوست جڏهن پنهنجو پاڻ کان واقف ٿيا، تڏهن هنن ٻڌايو ته عارف (سڃاڻندڙ) ڪير آهه معروف (سڃاڻپ وارو) ڪير آهي.]

(26) یکي از بحر وحدت گفت انا الحق
یکي از قُرب و بُعد و سیر زورق

چيو هِڪَ، مَحو تي حق ۾، اَنا الحق
ڪيو ٻئي پاڻ کي حقَ تان تصدّق

(27) یکي را علم ظاهر بود حاصل
نشاني داده از خشکي ساحل

[هڪڙو جنهن کي فقط ظاهري علم حاصل هو، تنهن رڳو خشڪيءَ تي هلڻ جون خبرون ڏنيون ۽ ان بابت ٻڌايو.]

(28) یکي گوهر بر آورد و هدف شد
یکي بگذاشت آن نزد صدف شد

[ٻيو جيڪو موتي ڳولي آيو ته ان سان حسد ڪيو ويو، ليڪن جيڪو اُن جي ويجهو نه ويو اهو موتي (مقصد) سان ويجهو ٿيو.]

(29)
يكي در جزو و كلّ گفت اين سخن باز
يكي كرد از قديم و محدث آغاز

ڏيكاريو جُزوَ ۾ هڪڙي اچي كُلُ
قديم ۽ مُحدث اندر ٻئي وڌو هُلُ

(30)
يكي از زلف و خال و خطّ بيان كرد
شراب و شمع و شاهد را عيان كرد

پڙهي هڪُ زلفَ خال ۽ خط جي ٻاڻي
شراب ۽ شمع شاهد جي ڪهاڻي

(31)
يكي از هستي خود گفت و پندار
يكي مستغرق بُت گشت و زنار

[هڪڙا پاڻ ڪي پانڻ ۾ لڳي ويا ۽ اهڙي گفتگو ڪيائون، ٻيا وري بُتن ۾ گم ٿي ويا ۽ جٽيو ٻڌي ڇڏيائون.]

(32)
سخنها چون بوفق منزل افتاد
در افهامِ خلايق مشكل افتاد

ڪئي هر هڪ جُدا اِت پنهنجي منزل
جدا ٻولي سنديَن سمجهڻ ٿي مشڪل

(33)
كسي كو اندرين معني است حيران
ضرورت مي شود دانستن آن

ڏيڻ سَمجهاڻي تن جي آهي بهتر
سوالن ۽ جوابن سان چڱي پَر

## سبب نظم كتاب

## ڪتاب جي لکڻ جو سبب

(34)
گذشته هفت و ده از هفتصد سال
ز هجرت ناگهان در ماه شوال

[ست صديون ۽ سترهن سال هجرت نبويءَ کي گذري چڪا هئا ۽ اهو شوال جو مهينو هو.]

(35)
رسولي با هزاران لطف و احسان
رسيد از خدمت اهل خراسان

[تڏهن هڪڙو مهربان قاصد خراسان ملڪ مان خط کڻي اچي پهتو.]

(36)
بزرگي كاندر آنجا هست مشهور
باقسام هنر چون چشمئه نور

[انهيءَ ملڪ ۾ هڪڙو مشهور بزرگ رهندڙ هو، جيڪو ڪيترين ڳالهين ۾ روشنيءَ جي مينار وانگر هو.]

(37)
همه اهل خراسان از كه و مه
جهاني معني اندر لفظ اندك

[انهيءَ زماني ۾ خراسان جو هر ننڍو وڏو شهري ان جي نيڪي ۽ بزرگيءَ جا ڳڻ ڳائيندو هو.]

(38) نوشته نامه اي در بابِ معني
فرستاده بر اربابِ معني

[هن جي طرفان نهايت معنيٰ خيز لکيل خط مليو، جيکو ڳوڙهي معنيٰ سمجهندڙن ڏانهن مخاطب هو.]

(39) در آنجا مشکلي چند از عبارات
ز مشکلهايي اربابِ اشارات

[انهيءَ خط ۾ اهڙين مشکل عبارتن ۾ اصطلاحن جي سمجهاڻي پڇي وئي هئي، جيڪا فقط اهلِ دل سمجهڻ وارا هئا.]

(40) بنظم آورده و پرسيده يکيک
درين عصر از همه گفتند او به

[هن نظم ۾ هڪ هڪ سوال ڪري پڇيل هو، هر هڪ لفظ ۾ وڏي معنيٰ جو جهان سمايل هو.]

(41) رسول آن نامه چون برخواند ناگاه
فتاد احوال آن حالي در افواه

[جڏهن ان قاصد جو آندل اهو خط کولي پڙهڻ لڳا تہ ٻُڌندڙ سيئي حيراني مان هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا.]

(42) در آن مجلس عزيزان جمله حاضر
بدين درويش هر يک گشته ناظر

[انهيءَ مجلس ۾ جيڪي حضرات وينل هئا، سي سيئي اتي وينل هڪ درويش ڏانهن ڏسڻ لڳا.]

(43) يکي کو بود مرد کار ديده
ز ما صد بار اين معني شنيده

[اهو پير مرد داناءُ انسان هو، جيڪو اڪثر مون کان اهڙا سوال پڇندو رهندو هو.]

(44) مرا گفتا جوابي گوئي در دم
کز آنجا نفع گيرند اهل عالم

[اهو تڏهن يڪدم مون کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو تہ آءٌ انهن جا جواب ڏيان تہ جيئن سموري جهان وارن کي ان جو فائدو پهچي.]

(45) بدو گفتم چه حاجت کين مسائل
نوشتم بارها اندر رسائل

[مون ان کي جواب ڏنو تہ ڪهڙي ضرورت مون اهڙن سوالن جي باري ۾ ڪيترا رسالا لکيا آهن.]

(46) بلي گفتا ولي بر وفق مسؤل
ز تو منظوم مي داريم مامول

[ان تي اهو شخص چوڻ لڳو تہ جڏهن ڪو سوالي آيو آهي تہ، اهو بهتر ٿيندو تہ توهان ان جو جواب نظم ۾ لکو.]

(47) پس از الحاح ايشان کردم آغاز
جواب نامه در الفاظ ايجاز

[مطلب انهن جي چوڻ تي مون قلم هٿ ۾ ڪنيو ۽ مختصر نموني خط جو جواب لکڻ شروع ڪيم.]

(48) به يک لحظه ميان جمع احرار
بگفتم اين سخن بي فکر و تکرار

[بلڪ انهيءَ وقت انهن سيني حاضرينن جي آڏو مون ڪي جيئن ذهن ۾ ايندو ويو تيئن ڪين ٻڌائيندو ويس.]

(49) کنون از لطف و احساني که دارند
ز ما اين خُرده گيهاي در گذارند

[منهنجو خيال آهي تہ اُهي سڀ جنهن سٺي روش جو مظاهرو ڪري رهيا هئا، منهنجي ڪمين ڪوتاهين کي نظر انداز ڪندا.]

(50) همه دانند کين کس در همه عمر
نکرده هيچ قصد گفتن شعر

[سيني کي خبر آهي تہ سموري حياتيءَ ۾ آءٌ ڪڏهن شعر جي ويجهو نہ ويو آهيان.]

(51) بر آن طبعم اگرچه بود قادر
ولي گفتن نبود الا به نادر

[جيتوڻيڪ آءٌ شعر چوڻ تي قادر هوس، ليڪن مون ورلي شعر چيو هوندو!]

(52) ز نثر ارچه کتب بسيار مي‌ساخت
بنظم مثنوي هرگز نپرداخت

[مون نثر ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو هو، پر ڪڏهن بہ مثنويءَ جهڙي نظم ۾ طبع آزمائي نہ ڪئي هيم.]

(53) عروض و قافيه معني نسنجد
بهر ظرفي دُر معني نگنجد

[قافيہ ۽ عروض سان ڪهڙي معنيٰ ادا ڪري سگهجي ٿي، ڇو تہ ان بندش سان معنيٰ جا موتي هٿ اچي نہ سگهندا.]

(54) معاني هرگز اندر حرف نآيد
که بحر قلزم اندر ظرف نآيد

[اصل معنيٰ تائين پهچڻ لاءِ الفاظ ساٿ ڪونہ ٿا ڏين، اهو ائين آهي جيئن سمنڊ کي ڪنهن ٿانءَ يا برتن ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪجي.]

| | | |
|---|---|---|
| (55) | چو ما از طرف خود در تنگنایم<br>چرا چیزي دگر بر خود فزایم | [جڏهن اسان پهريائين اهو مفهوم ادا ڪرڻ کان قاصر آهيون تہ پوءِ چو وڌيڪ شعر جي مصيبت ۾ هٿ وجهون.] |
| (56) | نه فخرست این سخن کز باب شکرست<br>به نزد اهل دل تمهید عذرست | [بهرحال مون کي ان تي ڪو فخر ناهي بلڪ شڪر، ان تي راز جي واقفن وٽ اهو هڪ عذر عرض ڪريان ٿو.] |
| (57) | مرا از شاعري خود عار نآید<br>که در صد قرن چون عطار نآید | [مون کي پنهنجي هن قسم جي شاعريءَ تي ڪا گهٽتائي محسوس ڪونہ ٿي ٿئي، چو تہ هونئن بہ عطار جهڙا وڏا شاعر صدين ۾ پيدا ٿيندا آهن.] |
| (58) | اگرچه زین نمط صد عالم اسرار<br>بود یک شمه از دکان عطار | [آءٌ هن قسم جي شاعريءَ ۾ ڪهڙا بہ راز ڪٽي سموهيان، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ اهي عطار جي هڪ چپٽيءَ برابر بہ ناهن.] |
| (59) | ولي این بر سبیل اتفاقست<br>نه چون دیو از فرشته استراقست | [مون جيڪي چيو آهي اهو اتفاق سان بڻي ڪنهن سان ملي پوي تہ ٻي ڳالهہ آهي، باقي نقل ڪي آءٌ چوري ۽ شيطاني فعل چوان ٿو.] |
| (60) | علي الجمله جواب نامه در دم<br>نوشتم یک بیک نه بیش نه کم | [بهرحال خط ۾ آيل سڀني سوالن جا جواب مون تڏي تي لکرايا ۽ انهن ۾ گهٽ وڌائي ڪونہ ڪئي.] |
| (61) | رسول آن نامه را بستد باعزاز<br>وز آن راهي كه آمد باز شد باز | [آخر اهو قاصد منهنجو لکيل جواب ڪٽي، ان طرف روانو ٿيو جتان آيو هو.] |
| (62) | دگر باره عزیزي كار فرمایي<br>مرا گفتا بر آن چیزي بیفزایي | [ان کان پوءِ منهنجو هڪ دوست ان باري ۾ وڌيڪ لکڻ جي فرمائش ڪندو رهيو.] |
| (63) | همان معني كه گفتي در بیان آر<br>ز عین علم با عین عیان آر | [هن جو مطلب هو تہ ان جي مفهوم کي وڌيڪ کولي بيان ڪريان تہ جيئن سڀني جي علم ۾ پورو پورو اضافو ٿئي.] |

| | | |
|---|---|---|
| (64) | نمي ديدم در اوقات آن مجالي<br>که پردازم بدو از ذوق حالي | [ليڪن ان کان بعد ايتري همت ڪونہ ٻڌم تہ هر حال ۾ ان جي لذت جي جدا جدا سمجھاڻي ڏئي سگھان.] |
| (65) | که وصف آن به گفت وگو محال ست<br>که صاحب حال داند آن چه حال ست | [اهو ان ڪري بہ ڇاڪاڻ تہ انهن جي حال جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ مشڪل آهي، اهو فقط صاحبِ حال کي معلوم آهي تہ حال ڇا آهي؟] |
| (66) | ولي بر وفق قول قائلِ دين<br>نکردم ردّ سؤال سائلِ دين | [بهرحال ان ديني نصيحت مطابق تہ سائل جي سوال کي رد نہ ڪجي، مون وس آهر ڪوشش ڪئي آهي.] |
| (67) | ولي تا خود شود روشن تر اسرار<br>در آمد طوطي نطقم به گفتار | [انهيءَ لحاظ سان تہ معنيٰ ۾ مفهوم وڌيڪ روشن ٿئي، مون پنهنجي زبان کي حتي المقدور ڪم آندو آهي.] |
| (68) | بعونِ فضل و توفيق خداوند<br>بگفتم جمله را در ساعتي چند | [خدا جي فضل ۾ مهربانيءَ سان مون جيڪي ڪجھ چيو آهي، ان ۾ ڪو گھڻو وقت ڪونہ لڳو اٿم.] |
| (69) | دل از حضرت چو نام نامه درخواست<br>جواب آمد به دل کين گلشن ماست | [جڏهن منهنجي دل خدا جي حضور ۾ ان جي نالي لاءِ رجوع ڪيو تہ دل ۾ جواب آيو تہ اهو اسان جي 'گلشن يعني باغ' وانگر آهي.] |
| (70) | چو حضرت کرد نام نامه گلشن<br>شود زو چشم جانها جمله روشن | [جڏهن مالڪ پاڻ ان جو نالو 'گلشن' رکڻ فرمايو تہ پوءِ پڪ ان سان سڀني جون دليون منور ٿينديون.] |

## تمهيد جا حاشيہ

1. سڀ کان ضروري ۽ اعليٰ شيءِ آهي معرفت الاهي، جا فڪر ڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿي، خاص ڪري ڪشف جي رستي ۽ عام ڪري استدلال يا حجت دليل يعني علم سان. اهي ٻئي فڪر يا تفڪر هيٺ اچن ٿا، علم ۽ عمل انهن کان پوءِ.

2. تجلي ظهوري ٻن قسمن جي آهي، (هڪ) عام ۽ (ٻي) خاص. هڪڙي تجلي رحماني ۽ ٻي تجلي رحيمي. پهرئين مان فضل ظاهر ٿو ٿئي ۽ ٻيءَ مان فيض.

=يعني آدم جي مٽيءَ مان ذاتي ۽ اسمائي ڪمال ظاهر ڪيائين.

3. اشارو ڪُن فيڪون جو قرآن ۾ آهي تہ إِنَّمَا أَمْرُهُ إِذَا أَرَادَ شَيْئًا أَنْ يَقُولَ لَهُ كُنْ فَيَكُونُ (يس:82).

4. قلم يعني تعين اول ۽ عدم يعني اعيان ثابتہ، جي قدرت سان ظاهر ٿيا ۽ جدا جدا صورتون پيدا ٿيون.

7. تجلي شهودي جي ڪري پهرين حق صورت ۾ ظاهر ٿيو، پر ٻي طرح أهي صورتون يا شيون مخلوق ۽ ممڪن ٿيون سڏجن، يعني تعين ٿيل يا معين آهن معرفت جو مطلب بہ اهو تہ حق واحد الذات ۽ ڪثير الصفات آهي.

8. جزو يعني تعين آدم ۽ ڪل يعني واحد مطلق. اهو پهريون سفر ٿيو سير رجوعي يا سير الي الله ۽ ٻيو سير عالم ڏي ٿيو سير باالله، جو سالڪ واصل عارف تي ظاهر ٿو ٿئي.

9. تعين هڪڙو امر اعتباري آهي سڀ مخلوقات ۽ شيون رڳو اعتبار جي ڪري حق جي پنهنجي هستيءَ ۾ آهن نہ تہ حقيقت ڪري ڪي ڪين آهن. اها ڪثرت رڳو وحدت جي پنهنجي سڃاڻپ ٿي نہ تہ عدم آهي.

10. جهڙي طرح ڳاڻيٽي ۾ اصل انگ يا عدد هڪڙو آهي، ٻيا وڏا انگ يا عدد انهيءَ هڪڙي مان ٻين گڏڻ سان ٿا ٿين، جيئن تہ ڏهن جي معنيٰ ڏہ ڀيرا هڪ وغيره.

12. ڪل شيءِ يرجع الي اصله

14. وحدت ۽ ڪثرت گڏي پيئي آهي.

15. چٽگ تڪڙي گهمائڻ ڪري ليڪ وانگي ڏسجي ٿي ۽ نقطو ليڪ وانگي ڏسجي ٿو ۽ اصل ليڪ بہ نقطن مان جڙيل آهي، گهڻا نقطا گڏجي ليڪ ٿا ٿين.

16. اول موجودات آهي عقل اول، انهيءَ نقطي تان ليڪ هلي هيٺ تنزل ڪري مرتبهٔ الاهي تي پهچي ٿي. انهيءَ طرح دور يا گهيرو پورو ٿئي ٿو ۽ وري اصل واري نقطي تي اچي ٿو. سالڪ سڀ انهيءَ رستي تي ٿا هلن.

19. ميم جو ابجد موجب عدد چاليهه آهي ۽ موجودات جا مرتبا بہ چاليهه ٿا چون، جن صورتن ۾ حق ظاهر ٿيو آهي. ميم آهي تعين اول يا تعين محمدي يا حقيقت محمدي.

26. جيئن منصور چيو تہ "آءٌ حق آهيان" ۽ هين بہ اهڙي قسم جون ٻوليون ٻڌائي سر ڏنو.

1. قديم حق آهي جو اصل ڪان هو ۽ محدث مخلوقات آهي جا پوءِ پيدا ٿي.

2. (شاهد) يعني محبوب.

## سوال – اول

## سوال پهريون

(71) نخست از فکر خویشم در تحیّر
که چه بود آنکه گویندش تفکّر

اوّل آهي مون کي ان جو تحيّر
آهي ڇا فکر، فکرت يا تَفڪّر

### جواب

### جواب

(72) مرا گفتي بگو چه بود تفکر
کزین معني فتادم در تحیر

[تو مون کان پڇيو آهي تہ ’فکر ڇا آهي‘ مان خود ان جي مطلب سمجهڻ ۾ حيران پريشان آهيان.]

(73) تفکر رفتن از باطل سوئي حق
به جزو اندر بدیدن کلّ مطلق

تفڪر ٿيو وڃڻ باطل کان ڏانهن حق
ڏسڻ هڪ جُزوَ اندر ڪُل مطلق

(74) حکیمان کاندرین کردند تصنیف
چنین گفتند در هنگام تعریف

[ڪجهہ ڏاهن هن سلسلي ۾ ڪتاب لکيا، اسان کي ان جي تعريف هيئنئن ٻڌائن پيا.]

(75) که چون حاصل شود در دل تصور
نخستین نام آن شد با تذکر

جڏهن پيدا ٿئي دل ۾ تصوّر
پريندي نانئُن اُن جو ٿئي تَذڪّر

(76) وز و چون بگذري هنگام فکرت
بود نام وي اندر عرف عبرت

جڏهن اُن کان لنگهي ٿئي وقت فِڪرت
تڏهن نالو انهي جو آهي عِبرت

(77) تصور کان بود بهر تدبر
به نزد اهل عقل آمد تفکر

تصوّر تي جڏهن ٿئي ٿو تَدبّر
تڏهن ٿئي عقل وارن وٽ تفڪّر

(78) ز تدبیر تصورهاي معلوم
شود تصدیق نا مفهوم مفهوم

تصوّر جي، جي ٿي ترتيب معلوم
تہ نا مفهُوم شيءِ پوءِ ٿيندي مفهُوم

(79) مقدم چون پدر تالي چو مادر
نتیجه هست فرزند، اي برادر

مُقدمَ پيءُ ٿيو ءِ تالي ٿي ماءُ
نتيجو تن جو ٿيو پُٽ آخر اي ڀاءُ

(80) ولي ترتیب مذکور از چه و چون
بود محتاج استعمال قانون

[فکر يا سوچ جي جيڪا بہ ترتيب ٿيندي، اها (منطق جي) قاعدي قانون کان ٻاهر نہ هوندي.]

(81)
دگر باره در او چون نيست تاييد
هر آئينه که باشد محض تقليد

اها ٿي قاعدي منطق جي تقليد
نہ ڇئبي کا خدائي ان ۾ تائيد

(82)
ره دور و درازست اين رها کن
چو موسيٰ يک زمان ترک عصا کن

ڏکي ايءَ عقل ۽ قانون جي واٽ
ڇڏج تان توتي پئي کا نُور جي لاٽ

(83)
در آي در واديء ايمن زماني
شنو 'اِنيّ انا الله' بي گماني

عَصا ڇڏ، وادي اَيمن جي وٺ راهہ
تہ مُوسيٰ جان ٻُڌين 'اِني اَنَا الله'

(84)
محقق را که بر وحدت شهودست
نخستين نظر بر نورو وجودست

ڏسي کثرت ۾ جو وحدت مُحقق
نظر تنهن کي اچي موجود ۾ حقُ

(85)
دلي کز معرفت نورِ صفا ديد
ز هر چيزي که ديد اول خدا ديد

ڏنو مان معرفت نور صفا جنهن
ڏنو سڀ شيءِ منجهان اوّل خدا تنهن

(86)
بود فکر نکو را شرط تجريد
پس آنگه لمعئه از برق تاييد

جڏهن ٿئي فکر ۾ تجريد تفريد
تڏهن پهچي الاهي کنهن کي تائيد

(87)
هر آنکس را که ايزد راه ننمود
ز استعمال منطق هيچ نگشود

خُدا جڏهن واٽ ٿو کنهن کي ڏيکاري
ڇڏي منطق معاني سڀ وساري

(88)
حکيم فلسفي چون هست حيران
نمي بيند ز اشيا غير امکان

حکيم ۽ فلسفي جڏهن آهي حيران
ڏسي تڏهن کين ٿو سو غير امکان

(89)
از امکان مي‌کند اثبات واجب
ازين حيران شد اندر ذات واجب

کري امکان مان اِثبات واجب
ٿئي حيرانُ سو منجهہ ذاتِ واجب

(90)
گهي از دور دارد سير معکوس
گهي اندر تسلسل گشته محبوس

[گويا اهو ڏاهو يعني حکيم يا فلسفي گول دائري ۾ ائنو پيو گهمي، اهو ان ريت اهڙو قائل آهي جو سندس ٻاهر نکرڻ محال آهي.]

(91) چو عقلش کرد در هستي توغل
فرو پيچيد پايش در تسلسل

[جڏهن هن ڏاهي جو عقل هستيءَ جي چڪر ۾ گر ٿيو، تہ پوءِ هو ڏاند وانگر گهاڻي ۾ پيو هلندو.]

(92) ظهور جمله اشيا به ضدست
ولي حق را نه مانند و نه ندست

ٿين ٿيون سڀ شيون سان ضِد ظاهر
مگر حق بي مثل بي ضد سائر

(93) چو نبود ذات حق را ضد و همتا
ندانم تا چگونه داني او را

[جڏهن حق جي ذات جو ڪو برابر يا ضد ناهي، تنهنڪري مان نٿو سمجهان تہ هن کي ڪيئن سڃاڻي سگهبو.]

(94) ندارد واجب از ممکن نمونه
چگونه دانيش آخر چگونه؟

رکي ممڪن نہ واجب جو نمونو
لهي ڪيئن، ٿيو جو بيچون بي چگونو

(95) زهي نادان که او خورشيد تابان
به نور شمع جويد در بيابان

آهي نادان جو خورشيد تابان
ٿو ڳولي شمع سان نِت منجهہ بيابان

## تمثيل — مثال يا سمجهاڻي

(96) اگر خورشيد بر يک حال بودي
شعاع او به يک منوال بودي

خدا سِڄُ ۽ جهان آهي سندس نُور
حق اُن ۾ روشنائي کان ٿيو مستُور

(97) ندانستي کسي کين پرتو اوست
نبودي هيچ فرق از مغز تا پوست

[اِن صورت ۾ ڪنهن کي بہ خبر نہ پوي ها تہ اهي شعاع يا ڪرڻا ڪنهن جو پرتوو آهن، گويا مغز ۽ کوپي ۾ فرق نہ ڪري سگهجي ها.]

(98) جهان جمله فروغ نور حق دان
حق اندر وي ز پيدايي است پنهان

[هن ڪائنات کي حق جي ذات جو نور يا روشني سمجهو، تاهم حق لکل ۽ ڳجهو آهي ۽ هي جهان ظاهر آهي.]

(99) چو نور حق ندارد نقل و تحويل
ندارد اندر او تغيير و تبديل

[حق جو نور يا روشني هر قسم جي تبديلي کان پاڪ آهي، بلڪ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڦيرگهير ڪونہ آهي.]

(100) تو پنداري جهان خود هست دائم
به ذات خويشتن پيوسته قائم

تون دنيا کي تہ سمجهين پاڻ دائم
غلط فهميءَ کان ڄاڻين تنهن کي قائم

(101) کسي کو عقل دورانديش دارد
بسي سرگشتگي در پيش دارد

[جنهن کي گهڻي يا وڏي عقل سان نوازيو ويو آهي، اهو پريشان ۽ ڳولا بہ گهڻي ڪندو آهي.]

(102) ز دورانديشي عقل فضولي
يکي شد فلسفي ديگر حلولي

اهو ٿيو عقلُ ماڻهوءَ جو فضُولي
ٿئي هڪڙو فلسفي ٻيو حلُولي

(103) خرد را نيست تابِ نور آن روي
برو از بهر او چشم دگر جوي

[عقل کي هن جي نور جي تکي تاب سهڻ جو طاقت ناهي، هاڻي ان کي ڇڏ ۽ ان لاءِ ڪا ٻي اک هٿ ڪر.]

(104) دو چشم فلسفي چون بود احول
ز وحدت ديدن حق شد معطل

[جيئن تہ ڏاها ۽ حڪيم ٻنهي اکين کان ٽيڏا آهن، اهي هيڪڙائي (وحدت) کي نٿا سمجهي سگهن.]

(105) ز نابينايي آمد راه تشبيه
ز يک چشمي است ادراکات تنزيه

اَنڌائي کان ٿا ڪرِ آڻين تشبيهہ
ٻيا يَڪ چشم ٿي سمجهن ٿا تنزيهہ

(106) تناسخ زآن سبب شد کفر و باطل
که آن از تنگ چشمي گشت حاصل

تَناسخ تنهنڪري ٿيو ڪُفر باطل
جو ٿئي ٿو تنگ چشمي کان سو حاصل

(107) چو اکمه بي‌نصيب از هر کمال است
کسي کو را طريق اعتزال است

ٿيا کي معتزل بدبخت گمراهہ
کي مُتڪلم ٿيا، جن کي ٿي اونداهہ

(108) رَمَد دارد دو چشم اهل ظاهر
که از ظاهر نبيند جز مظاهر

رکن ٿا مرض اکين جو لعل ظاهر
جي ظاهر مان پروڙن ٿا مظاهر

| | | |
|---|---|---|
| (109) | کلامي کو ندارد ذوق توحيد<br>به تاريکي در است از غيم تقليد | [علم کلام وارن وٽ بہ وحدت جي وائي کونهي، اهي بہ تقليد جي اونداهيءَ ۾ وکوڙيل يا ڦاٿل آهن.] |
| (110) | از و هرچه بگفتند از کم و بيش<br>نشاني دادهء اند از ديدئه خويش | چون جيکي ٿا گهٽ يا وڌا اُهي ئي نشاني ٿا ڏين پنهنجن اکين جي |
| (111) | منزه ذاتش از چند و چه و چون<br>'تَعالي شَانُه عَمّا يَقُولُون' | خدا جي ذات ۾ نہ چَند نہ چُون تعاليٰ شانهٗ عما يقولوُن. |

# سوال پهريون
# حاشيا ۽ شرح

73. هي آهي سير ڪشفي يعني تعينات يا ڪثرت کان وجود مطلق يا واحد حقيقي ڏي وڃڻ. اهو ٽيو سالڪ جو وصال يا فنا في الله جو مقام. جيئن قڙو سمنڊ ۾ وڃي گڏجي.
75. قلب يا دل يعني نفس ناطقہ جنهن ۾ معنيٰ ڪا صورت وٺي ٿي، جنهن کي تصور ٿا چون. جڏهن پرپائين ڪنهن نا معلوم شيءِ بابت دل ۾ تصور يا خيال ڪجي ٿو تڏهن انهيءَ کي تذڪر ٿو سڏجي يعني انهيءَ کي ياد ٿو ڪجي جا اصل معلوم هئي پر عدم جي ڪري وسري ويل هئي.
76. جڏهن انهيءَ کان پوءِ انهيءَ خيال تي ويچار ڪجي ٿو ۽ انهيءَ طرح ترتيب وار منطق جي قاعدي موجب خيال ڪرڻ کي عبرت چون ٿا يعني عبور ڪرڻ يا لنگهي اڳيرو يا مٿي وڃڻ.
77. انهيءَ کان پوءِ تدبّر ڪرڻ سان تفڪّر حاصل ٿو ٿئي.
79. مقدم ۽ تالي منطق جي علم ۾ ٻہ خاص جملا يا ڪلام آهن جن مان ٽيون جملو يا ڪلام نڪرندو آهي، جنهن کي نتيجو چوندا آهن ۽ اِهو آهي استدلال يا حجت ۽ دليل جو رستو.
83. عصا يا لٺ جنهن سان حضرت موسيٰ (عليہ السّلام) معجزو ڪندو هو. اُها آهي بجاءِ منطقي دليل جي ۽ وادي ايمن جو رستو آهي دل کي صفائي ۽ روح جي تجلي تہ ڪشف جو نور اُن ۾ پيدا ٿئي. اُتي إِنِّي أَنَا اللَّهُ (القصص:30) جو آواز حضرت موسيٰ (عليه السلام) ٻڌو يعني تحقيق آءٌ خدا آهيان.
84. محقق اُهو ڪامل آهي جنهن کي شين جي اصل حقيقت جي پوري ڪشف ٿئي. انهن جا کي قول هي آهن: الحق محسوس والحق معقول، مارائيت شيئاً الاورائيت الله قبلہ يا بعده يا معہ يا فيہ.
86. فڪر يعني سير الي الله ۽ با الله ۽ في الله منحصر آهي، ظاهر جي تجريد ۽ باطن جي تفريد تي يعني الله کان سواءِ جيڪي آهي تنهن کان آزاد ٿيڻ. انهيءَ کان پوءِ ڪشف يا نور الاهي پيدا ٿيندو.
88. امڪان يعني ممڪنات ۽ موجودات، جن مان دليل جي رستي حق يا واجب وجود جي ذات معلوم ڪن ٿا، جيئن حڪيم ۽ فيلسوف ڪندا آهن.
92. حڪيمن جو قول آهي تہ ”الاشياءِ انّما تبيّن باضدادها.“
1. تمام گهڻي روشنائي ڪري شيءِ ڏسڻ ۾ نہ ايندي آهي ۽ لڪل رهندي آهي جيئن سج کي بہ ڏسي نہ سگهبو آهي.

102. فلسفي أهو جو وجود جي كري ممكن كي موجود ڄاڻي ۽ حلولي اهو، جو وسهي تہ حق تعاليٰ ذات ۽ صفات سميت انسان ۾ آهي، پر أهي ٻئي اجائي فضول عقل جي كري غلط آهن.

105. تشبيه ڏيڻ وارو يا مشبّه اهو آهي جو حق كي جسم جهڙو ڄاڻندو آهي جو عرش تي بادشاه وانگي ويٺو آهي ۽ تنزيه وارو أهو جو حق كي كثرت كان توڙي ٻين مخلوقات جي صفتن كان پاڪ ٿو ڄاڻي، أهي ٻئي يک جسم آهن. جڏهن تشبيه ۽ تنزيه ٻئي گڏ كم آڻين، تڏهن ٻنهي اكين سان ڏسن ۽ انهن جون تجليون ۽ ظهورا معلوم كن.

106. تناسخ آهي روح جو هكڙي جسم مان نكري وري ٻئي جسم ۾ ظاهر ٿيڻ.

107. معتزلہ أهي اسلامي فرقہ وارا آهن جي چون ٿا تہ سيكو كم ماڻهوءَ جي وس ۽ اختيار ۾ آهي ۽ خدا جي ديدار جا بہ منكر آهن.

= متكلم يا كلامي أهي آهن جي كلام يا عقلي ۽ نقلي تقليد تي هلي كشف جي رستي وحدت حقيقي جو نور معلوم نہ كري سگهن.

111. جيكي هو چون ٿا تنهن كان الله جو شان وڏو آهي.

## سوال - دوم

## سوال ٻيو

(112) کدامین فکر ما را شرط راه است
چرا گه طاعت و گاهي گناه است

تفڪّر ٿيو ضروري ڪهڙو منجھ راھ
ڪڏھن طاعت اهو ۽ ڪڏھن آھ گناھ

### جواب

### جواب

(113) در آلا فکر کردن شرط راه است
ولي در ذات حق محض گناه است

خُدا جي نعمتن تي مَرُ ڪجي فڪر
سندس أسماء صفات أفعال جو ذڪر
ضروري نِت اها طاعت جي راھ آھ
تفڪّر ذات حق جي ۾ گناھ آھ

(114) بود در ذات حق اندیشه باطل
محال محض دان تحصیل حاصل

خُدا جي ذات ۾ فڪر آهي باطل
محال آهي ٿيڻ تحصيل حاصل

(115) چو آیات است روشن گشته از ذات
نگردد ذات او روشن ز آیات

ٿي موجوداتِ سڀ روشن منجهان ذاتِ
نشانيون ذات جُون سي حق جون آياتِ
ٿئي آيات مان ڪيئن ذات روشن
ٻلا ڪن سِج ڪي ڪيئن ذرّات روشن

(116) همه عالم به نور اوست پیدا
کجا او گردد از عالم هویدا

هي عالم نُور مان ٿيو أن جي پيدا
ڪِٿان پوءِ ٿئي سو عالم مان هُويَدا

(117) نگنجد نور ذات اندر مظاهر
که سبحات جلالش هست قاهر

نہ ماپي نُور ذاتي منجھ مَظاهر
جلاليّت انهي جي آهي ٻاهر

(118) رها کن عقل را با حق همي باش
که تاب خور ندارد چشم خفاش

ڏسي حق ڪي سگهي ڪيئن عقل وارو
ڏسي چمڙو سگهي ڪيئن سِج ڪي يارو

(119) در آن موضع که نور حق دلیل است
چه جاي وگفت وگوني جبرئیل است

جنهين هنڌ نُور حق جو ٿيو دليل آھ
أتي بيوَس گهڻو خُود جبرئيل آھ

(120)
فرشته گرچه دارد قرب درگاه
نگنجد در مقام 'لي مع الله'

ملائڪُ گرچه ماڻي قُربِ درگاه
نہ ماپي منجھ مقام 'لي مَعَ الله'

(121)
چو نور او فلک را پر بسوزد
خرد را جمله پا و سر بسوزد

ملَڪَ جا پَرَ تو اُن جو نور ساڙي
بشر جو عقلُ پھرئين پُور ساڙي

(122)
بود نور خرد در ذات انور
به سان چشمِ سر در چشمه خور

ڏسي ڪيئن عقل حق نور ذاتي
سگھن سِج ۾ اکيون ڪيئن پائي جھاتي

(123)
چو مبصر در بصر نزديک گردد
بصر ز ادراک او تاريک گردد

اکيون سِج ۾ ڪُپن جڏهين تيون ناگاهه
بدلجي روشني اُن جي ٿئي اُونداهه

(124)
سياهي گر بداني نور ذات است
به تاريکي درون آب حيات است

آهي اونداهه ئي نور تابان
لِڪي ظُلمات ۾ تو آب حيوان

(125)
سيه جز قابض نور بصر نيست
نظر بگذار کين جاي نظر نيست

تجلّي هيءُ اکين جي لاءِ ناهي
نظر ڇڏ، هي نظر جي جاءِ ناهي

(126)
چه نسبت خاک را با عالم پاک
که ادراک است عجز از درک ادراک

ڀلا ڪيئن پاڪ عالم کي پُڄي خاڪ
ٿيڻ عاجز اتي، خُود آهي ادراڪ

(127)
سيه روئي ز ممکن در دو عالم
جدا هرگز نشد والله اعلم

سِيَہ رُوئي چگّي منجھ هردُو عالم
آهي انسان لَئي 'وَاللهُ اَعلم'

(128)
سواد الوجه في الدارين درويش
سواد اعظم آمد بي کم و بيش

'سَوَادُ الوَجہ في الدارَين' درويش
سَواد اعظم آهي بي ڪم وبيش

(129)
چه گويم که هست اين نکته باريک
شب روشن ميان روز تاريک

عجب باريڪ نُڪتو آهي، ڏي ڪن
جو ڪاري ڏينهن ۾ ٿي رات روشن

(130) درين مشهد كه انوار تجلي است
سخن دارم ولي نا گفتن اولي است

اهو هڪڙو وڏو اسرارُ آهي
گهٽو ئي چئجي، پر لاچار آهي

## تمثيل — سمجهاڻي

(131) اگرچه خور بچرخ چارمين است
شعاع نور ذاتش بر زمين است

فلڪ چوٿين ۾ سِجُ جيتوڻيڪ آهي
ٽو پنهنجو نُور هنِ ڌرتيءَ تي لاهي

(132) چو چشم سر ندارد طاقت و تاب
توان خورشيد تابان ديد در آب

ڏسي سگهجي اکين سان ڪين اُن کي
ڏسي پاڻيءَ ۾ پر ان کي ٽو سگهجي

(133) از او چون روشني كمتر نمايد
در ادراك تو حالي مي‌فزايد

جڏهن گهٽجي تي اُن جي روشنائي
تڏهن پئي تي اُنهي جي سمجهه ڪائي

(134) عدم آئينه هستي است مطلق
كزو پيداست عكس تابش حق

اِنهي جان آهي هستي نور مطلق
عدم يا نيستي ٿيو عڪس برحق

(135) عدم چون گشت هستي را مقابل
درِ او عكسي شد اندر حال حاصل

عدمُ ٿيو آئينو حق جي ڏسڻ جو
اُنهي ۾ نور حق جو عڪسُ پئي ٿو

(136) شد آن وحدت از اين كثرت پديدار
يكي را چون شمردي گشت بسيار

تي هِن ڪثرت مان هُوءَ وحدت پديدار
ڳڻڻ ۾ هڪڙو ٿيو ان طرح بسيار

(137) عدد گرچه يكي دارد بدايت
وليكن نبودش هرگز نهايت

[جيتوڻيڪ شروع ۾ هڪ جو انگ هوندو آهي، پر جڏهن ان کي ڳڻبو وجبو تہ ان جي پڇاڻي ناهي.]

(138) عدم در ذات خود چون بود صافي
از او با ظاهر آمد گنج مخفي

عدمُ مَنجهه ذات هو جڏهن صاف صافي
تڏهن ظاهر ٿيو اُن مان گنج مخفي

(139) حديث 'كنت كنزا' را فرو خوان
كه تا پيدا به بيني سرّ پنهان

انهي لئي 'ڪُنْتُ ڪُنزاً' جي حديث آهه
جنهين مان ڏسجي مخفي گنج سو واهه

(140) عدم آئینه عالم عکس و انسان
چو چشم عکس در وي شخص پنهان

عَدم ٿيو آئينو ۽ عڪس عالم
۽ اک اُن عڪس جي تان آهي آدم

(141) تو چشم عکسي و او نور دیده است
به دیده دپده را دیده دیده است

وَني يا نُور اُن اک جو ٿيو حق
ڏسي ٿو پاڻ کي سو پاڻ مطلق

(142) جهان انسان شد و انسان جهاني
ازین پاکیزه تر نبود بیاني

ٿيو انسانُ عالم، عالم انسانُ
ٻُڌي لئي رَمز هرڪو ٿئي ٿو حيرانُ

(143) چو نیکو بنگري در اصل این کار
هم او بیننده هم دیده است و دیدار

[جڏهن تون ڳالهہ جي اصل ڏانهن ڌيان ڏيندين تہ توکي خبر پوندي تہ هو پاڻ ئي ڏسندڙ، پاڻ کي ڏسندڙ ۽ پاڻ ئي ديدار آهي.]

(144) حدیث قدسي این معني بیان کرد
'و بي یسمع و بي یبصر' عیان کرد

۽ منجهہ قُدسي حديث اُن جو بيان آهہ
'فَبِي يَسمَع وَبِي يَبصَرَ' عَيان آهہ

(145) جهان را سر به سر آئینه دان
به هر یک ذره صد مهر پنهان

تون عالَم کي سراسر آئينو ڄاڻ
ذَري ذَري مان سِج جان چمڪي ٿو پاڻ

(146) اگر یک قطره را دل بر شکافي
برون آید از او صد بحر صافي

ڦُڙي هڪڙي جو اندر جي تون کولِين
ڏسين سو بحر اُن ۾ جي تون ڳولِين

(147) بهر جزوي ز خاک ار بنگري راست
هزاران آدم اندر وي هویداست

ڪَڻي ۾ خاڪ جي جي تون نهارين
لهين تون اُن منجهان آدم هزارين

(148) به اعضا پشهاي همچند پیل است
در اسما قطرهاي مانند نیل است

مَڇَرُ عُضون ڪري پڻ آهي هاٿي
ڦُڙي سان ايئن سمنڊ آهي بہ ساٿي

(149) دل هر حبه صد خرمن آمد
جهاني در دل یک ارزن آمد

ٿيا داڻي ۾ سؤ انبار اَنَ جا
ٿئي اُيُ نُقطي اک جي ۾ تو پيدا

| | | |
|---|---|---|
| (150) | به پر پشهاي در جاي جاني<br>درون نقطئه چشم آسماني | [مڇر جي پر ۾ سمورو جهان سمايل اٿئي، ائين اک جي پُتليءَ ۾ سڄو آسمان سمائجي ٿو وڃي.] |
| (151) | بدان خردی که آمد حبئه دل<br>خداوند دو عالم راست منزل | آهي ڏِسُ ڪيڏڙي انسان جي دل<br>خداوند دو عالَم جي سا منزل |
| (152) | در او درجمع گشته هر دو عالم<br>گهي ابليس گردد گاه آدم | انهي دل ۾ ٿيا گڏ هردو عالم<br>ڪڏهن ابليس ٿئي ۽ ڪڏهن آدم |
| (153) | ببين عالم همه در هم سرشته<br>ملک در ديو و شيطان در فرشته | اصل عالَم سڄو گڏجي ٿيو هڪ<br>مَلڪَ منجهه ديوَ، شيطان منجهه مَلائڪ |
| (154) | همه با هم بهم چون دانه و بر<br>ز کافر مؤمن و مؤمن ز کافر | مِليل سڀ پاڻ ۾ جيئن داڻو ۽ ڦرُ<br>ڪفارؤن مؤمن ۽ مؤمن مان ڪافر |
| (155) | بهم جمع آمده چون نقطئه حال<br>همه دورِ زمان روز و مه و سال | ٿيا دَوري ۾ سڀ، روز ۽ مَه وسال<br>مِلي پيا ماضي ۽ مستقبل ۽ حال |
| (156) | ازل عين ابد افتاده با هم<br>نزول عيسيٰ و ايجادِ آدم | أزل توڙي اَبدَ اِن طرح گڏ ٿيا<br>اوّل آدمُ ٿيو آخر ۾ عيسيٰ |
| (157) | ز هر يک نقطه زين دور مسلسل<br>هزاران دور مي گردد مشکل | مُسَلسل دَور ۾ آهن جي نُقطا<br>ٿين تن مان هزارين شڪليون پيدا |
| (158) | ز هر يک نقطه چو دوري گشته داير<br>هم او مرکز هم او در دور سائر | انهي جو هر ڪو نُقطو ٿئي ٿو دائِر<br>اُهو مرڪز، اُهو منجهه دور سائِر |
| (159) | اگر يک ذره را برگيري از جاي<br>خلل يابد همه عالم سراپاي | ڇُري جي جاءِ ڪان هڪ ذرڙو ٻاهر<br>خلل عالم ۾ پئي يڪدم سراسَر |

(160) همه سرگشته و یک جزو از ایشان
برون ننهاده پاي از حد امکان

[هر شيءِ هن جي ڳولا ۾ حيران پريشان آهي پر ڪو به ذرو يا جُزو امڪان جي حد کان ٻاهر وڃي نٿو سگهي.]

(161) تعین هر یکي را کرده محبوس
به جزویت ز کلّي گشته مایوس

تعيّن کان ٿيو هر جُزو محبوس
۽ جُزويّتَ ڪري ٿيو ڪُلَ کان مايوسُ

(162) تو گویي دائما در سیر و حبسند
که پیوسته میان خلع و لبسند

[تون چئي سگهين ٿو ته اهي سڀ هميشه لاءِ سير ڪندڙ ۽ محبوس (قاتل) آهن، اهي هڪ ٻئي کان جدا به آهن ته ڳنڍيل يا هڪ لباس ۾ ويڙهيل آهن.]

(163) همه در جنبش و دائم در آرام
نه آغاز یکي پیدا نه انجام

سين ڪي سَير، نِت سيني کي آرام
نہ ٿيو آغاز ڪنهن کي ۽ نہ انجام

(164) همه از ذات خود پیوسته آگاه
وز آنجا راه برده تا به درگاه

سيئي ذات پنهنجي کان ٿيا آگاه
لڏائون راه پنهنجي تا بدرگاه

(165) به زیر پردهء هر ذره پنهان
جمالِ جانفزائي روي جانان

ٿيو پردي ۾ هر ذَرّي جي پنهان
جمال جان فزائي روئي جانان

## قاعده

(166) تو از عالم همین لفظي شنیدي
بیا بر گو که از عالم چه دیدي

[هاڻي جڏهن تون هن جهان جي باري ۾ اهو هڪ لفظ (عالم) ٻڌو آهي ڀلا، پوءِ اچي سيني کي ٻڌاءِ ته تو ان ۾ ڇا ڏٺو آهي.]

(167) چه دانستي ز صورت یا ز معني
چه باشد آخرت چون است دنیي

آهي عالَم جي ڇا صورت ۽ معنيٰ؟
آهي ڇا آخرت ڇا آهي دنيا؟

(168) بگو سیمرغ و کوه قاف چبود
بهشت و دوزخ و اعراف چبود

[ڀلا، ٻڌاءِ ته سيمرغ ڪير آهي ۽ ڪوه قاف ڇا کي ٿا چون، اهڙيءَ طرح بهشت، دوزخ ۽ اعراف مان ڇا مراد آهي؟]

(169) کدام است آن جهان کونیست پیدا
که یک روزش بود یک سال اینجا

[اهو ڪهڙو جهان آهي جيڪو اجا تائين پيدا نہ ٿيو آهي يا ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي ۽ جنهن جو هڪ ڏينهن سال برابر آهي.]

(170) همین نبود جهان آخر که دیدي
نه 'ما لا تُبصِرُونَ' آخر شنیدي

[بيشڪ صرف اهو هڪ جهان ناهي جيڪو تون ڏسين ٿو، ڇا تو اِلاهي فرمان 'اهي نٿا ڏسن' نہ ٻُڌو آهي.]

(171) بیا بنما که جابلقا کدام است
جهان شهر جابلسا کدام است

[ٻڌاءِ، تون ئي اچي ٻُڌاءِ تہ جابلقا ڪٿي آهي ۽ اهڙيءَ طرح هن جهان ۾ ٻيو شهر جابلسا ڪٿي آهي؟]

(172) مشارق با مغارب را بیندیش
چو این عالم ندارد جز یکي بیش

[مشرق کي مغرب وانگر ئي هڪ سمجهہ، يقين ڪر هن جهان ۾ هڪ کان وڌيڪ ٻيو طرف آهي ئي ڪونہ!]

(173) بیان 'مِثلهن' ز ابن عباس
شنو پس خویشتن را نیک بشناس

[هن سلسلي ۾ ابن عباس کان 'مثلهن' (هن جهڙا ٻيا) واري تشريح ٻُڌ ۽ پوءِ پنهنجي راءِ قائم ڪر.]

(174) تو در خوابي و این دیدن خیال است
هر آنچه دیدهاي از وي مثال است

ٿون آهين خواب ۾ هي سڀ خيال آهہ
ڏسين ٿو جيڪي سو اُن جو مثال آهہ

(175) به صبح حشر چون گردي تو بیدار
بداني کین همه وهم است و پندار

حَشر جي ڏينهن ٿيندين جڏهن بيدار
تڏهن ٿُون ڄاڻندين هي وهمُ پندار

(176) چو برخیزد خیال چشم احول
زمین و آسمان گردد مبدل

لَهن پَردا جڏهن ٿُنهنجن اکين جا
زمين ۽ آسمان مَٽجي ٿين ٻيا

(177) چو خورشید عیان بنمایدت چهر
جنماند نور ناهید و مه و مهر

[جڏهن اهو سج توکي پنهنجو اصلي چهرو ڏيکاريندو تہ پوءِ تنهنجي نظرن ۾ هن چنڊ، ستارن ۽ سج جي روشني باقي نہ رهندي.]

(178) فتد یک تاب از او بر سنگ خاره
شود چون پشم رنگین پاره پاره

[جڏهن انهيءَ سج جو تکو تاب ڪنهن سخت پٿر تي پوي ٿو تہ انهيءَ جي ڪري اهو بہ رنگين پشم وانگر ٽي پوي ٿو.]

(179) بکن اکنون چو کردن میتواني
چون نتواني چه سود آنگه داني

[تون هاڻي اهو سڀ ڪجهہ ڪر جيڪو ڪري سگهين ٿو، جڏهن تون اهو نہ ڪري سگهندين تہ پوءِ انهيءَ جي سمجهہ مان ڪو فائدو نہ ٿيندو.]

(180) چو مي‌گويم حديث عالم دل
ترا اي سرنشيب و پاي در گل

[مان توکي دل جون ڪهڙيون ڳالهيون ويهي ٻڌايان، تنهنجو مٿو هيٺ لٽڪيل آهي ۽ پير گپ ۾ ڦاٿل آهن.]

(181) جهان آن تو و تو مانده عاجز
ز تو محروم تر کس نيست هرگز

[هيءُ جهان تہ تنهنجي سراپا عزت ۽ مان مرتبو آهي، پر تون لاچار ٿيو پيو آهين، ان صورت ۾ تو کان وڌيڪ محروم ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو.]

(182) چو محبوسان به يک منزل نشسته
به دست عجز پاي خويش بسته

[تون پاڻ گرفتار ٿيلن وانگر هڪ هنڌ ڪريو پيو آهين، گويا تنهنجا هٿ ۽ پير ڪنهن ٻڌي ڇڏيا آهن.]

(183) نشستي چون زنان در کوي ادبار
نميداري ز جهل خويشتن عار

[تون عورتن وانگر ڪنهن در تي منهن ويڙهي پيو آهين، تو کي پنهنجي ان جهالت تي ڪو شرم محسوس نٿو ٿئي.]

(184) دليران جهان آغشته در خون
تو سر پوشيده ننهي پاي بيرون

[پر جيڪي بهادر ۽ همت وارا آهن اهي رت جي راند ۾ رُڌل آهن، تون مٿو ڍڪي اهڙيءَ طرح ويٺو آهين تہ جيئن پير ٻاهر نہ ڪڍين.]

(185) چه کردي فهم ازين دين العجائز
که بر خود جهل ميداري تو جائز

[تون پوڙهي عورت جي لاچاريءَ مان چا پرايو آهي، اهو ئي تہ پاڻ کي جهالت جي ڪُن ۾ ڦاسائي وينو آهين.]

(186) زنان چون ناقصات عقل و ديند
چرا مردان ره ايشان گزينند

[عورتون ويچاريون تہ عقل ۽ فهم ۾ گهٽ گهٽ آهن. ڀلا، مرد ماڻهو انهن جي روش تي ڪيئن هلي سگهن ٿا.]

(187) اگر مردي برون آ و نظر کن
هرچه آيد به پيشت زان گذر کن

آهين جي مُڙس اُٿ تون ۽ سفر ڪر
اڳيان جيڪي اچئي تنهن کان گُذر ڪر

(188) مياسا روز و شب اندر مراحل
مشو موقوف همراه و رواحل

نہ رڪُ تُون پاڻ تي هي جِهل جو بَند
سُجاڻي وٺ تون دين ۽ عقل جو رَند

(189) خليل آسا برو حق را طلب کن
شبي را روز و روزي را بشب کن

طلب ڪر حق جي ابراهيم وانگي
ڇڏِج سج چنڊ ۽ تارا حق جي سانگي

(190) ستاره با مه و خورشيد اکبر
بود حس و خيال و عقل انور

[ستارا، چنڊ يا وڏي روشنيءَ وارو سج سيئي حس، خيال ۽ منور عقل پنهنجي جاءِ تي آهن.]

(191) بگردان زين همه اي راه رو روي
هميشه 'لا احب الافلين' گوي

حنيفي ٿي، فقط هڪڙي جو رک پئو
هميشہ 'لَا اَحِبَ الاَفِلِين' چئو

(192) و يا چون موسيٰ عمران درين راه
برو تا بشنوي 'انّي انا الله'

يا موسيٰ جان طلب حق جي جي وٺ راهہ
تہ آخر تُون ٻُڌين 'اِنّي اَنَا الله'

(193) ترا تا کوه هستي پيش باقي است
صداي لفظ 'ارني' 'لن تراني' است

نہ ٿيندين جيسين تُون هَستيءَ کان فاني
جواب 'اَرنِي' جو ٻُڌندين 'لَن تَرانِي'

(194) حقيقت کهربا ذات تو کاه است
اگر کوه توئي نبود چه راه است

حق آهي ڪَهربا تُون آهين هڪ ڪَکُ
ٿُو ئي ڇڏ تا ڏسين ڪک هيٺ تون لکُ

(195) تجلي كو رسد بر كوه هستي
شود چون خاک ره هستي ز پستي

تجلّي جڏهن اچي، ڳر ٿئي ٿي هستي
جبلُ ٿئي خاڪ ۽ هستي ٿئي پَستي

(196) گدائي گردد از يک جذبه شاهي
به يک لحظه دهد كوهي به كاهي

گدا پڻ هڪڙي جذبي سان ٿئي شاه
بدلجي هڪ گهڙي ۾ ڪوهُ ٿئي ڳاه

(197) برو اندر پي خواجه به اسريٰ
تفرج كن همه آيات كبريٰ

پُنيان سردار جڳُ جي ڪر ٿون معراج
وڃي ڏِسُ عرش تا تنهنجو سري ڪاج

(198) برون آي از سراي 'امّهاني'
بگو مطلق حديث 'من رآني'

بَقا بالله سان ٿي حق ۾ فاني
پڙهي مُطلق حديث 'مَنۡ رَآنِي'

(199) گذاري كن ز كاف و كنج كونين
نشين در قاف قرب 'قاب قوسين'

لنگهي اڳتي، پُنيان ڇڏ ڪاف ڪَوَنين
وڃي ڏنهن قاف ويهه منجهه 'قَاب
قَوسَين'

(200) دهد حق مر ترا هر آنچه بخواهي
نمايندت همه اشيا كما هي

ڏئي پوءِ توکي حقُ جيڪي گهرين ٿون
۽ 'الاشياء كَما هيءَ' تڏهن ڏسين ٿون

## فاعده

## قائدو

(201) به نزد آنكه جانش در تجلي است
همه عالم كتاب حق تعالي است

تَجلّي حق جو جنهن جي دل ۾ تاب آهه
جهان اُن لاءِ حق جو هڪ ڪتاب آهه

(202) عرض اعراب و جوهر چون حروف است
مراتب همچو آيات وقوف است

عَرَضَ جوهَر، انهي جا حرفَ اَعراب
مراتب آيتون سُورون ٿيا هر باب

(203) از او هر عالمي چون سورهاي خاص
يكي زان فاتحه و آن ديگر اخلاص

ٿيو هر عالم اُن مان سُورَ هڪ خاص
ٿي هڪڙي 'فاتحَ' ۽ ٻي ٿي 'اخلاص'

(204) از او هر عالمي چون سورهاي خاص
يكي زان فاتحه و آن ديگر اخلاص

اُنهي جي پهرين آيت عقل ٿيو ڪُل
۽ 'بسم الله' سان اُوءَ ٿي مقابل

(205) دوم نفسِ کل آمد آیت نور
که چون مصباح شد از غایت نور

ٻي آيت نُور جي پوءِ نفس ڪُل ٿيو
جو 'مصبَاح في الزُجَا جه' جيئن ٻري پيو

(206) سوم آیت در او شد عرش رحمان
چهارم 'آیت الکرسي' فرو خوان

ٽي آيت اُن جي آهي عرش رحمان
۽ چوٿين 'آية الڪُرسي' ٿي منجھ شان

(207) پس از وي جرمهائي آسماني است
که دروي سوره‌ء 'سبع المثاني' است

تِنهان پوءِ سَت فلڪ ٿيا آسماني
موافق سُوره 'سبع المثاني'

(208) نظر کن باز در جرم عناصر
که هر یک آیتي هستند باهر

عناصر چار، جي حق ڪيا عنايت
آهي هڪ هڪ انهن مان هڪڙي آيت

(209) پس از عنصر بود جرم سه مولود
که نتوان کردن این آیات معدود

انهي ڪان پوءِ ڳڻ تون ٿي 'مواليد'
اُهي پڻ آيتن جي ڪن تا تائيد

(210) به آخر گشت پیدا نفس انسان
که بر ناس آمد آخر ختم قرآن

پڇاڙي ۾ ٿيو نازل نفس انسان
۽ ٿيو 'اَلناس' تي پڻ ختم قُرآن

## قاعده في ذکر الآفاق

## ڪائنات ۾ غور ڪرڻ

(211) مشو محبوس ارکان و طبایع
برون آي و نظر کن در صنایع

نہ وجھ منجھ بند ظاهر جي طبيعت
ٻَهر آتا ڏسين صانع جي صنعت

(212) تفکر کن تو در خلق سماوات
که تا ممدوح حق کردي به آیات

ڪري ڏس فڪر ڪيئن خلقيئن سمٰوات
مڙئي توکي ٿين معلوم آيات

(213) ببین یک ره که تا خود عرش اعظم
چگونه شد محیط هر دو عالم

نهاري پهرين ڏس تا عرش اَعظم
وڪوڙي ڪيئن وجي تو هردو عالم؟

(214) چرا کردند نامش عرش رحمان
چه نسبت دارد او با قلب انسان

ٿيو چو نانءُ ان جو عرش رحمان
مناسب اُن جي ٿيو چو قلب انسان؟

(215) چرا در جنبشند این هر دو مادام
که یک لحظه نمي گیرند آرام

ٻئي جُنبش ۾ چو آهن سي مادام
وٺن ٿا ڪين چو هڪ لحظو آرام؟

(216) مگر دل مرکز عرش بسیط است
که این چون نقطه آن دور محیط است

آهي دل ٿُنهنجي مرڪز عرش گهيرو
ڪري تو رات ڏينهن سو توتي ڦيرو

(217) برآید در شبان روزي کم و بیش
سراپاي تو عرش اي مرد درویش

[ذري گهٽ هڪڙي ڏينهن ۽ رات جي چڪر ۾ عرش تنهنجي مٿان گهمي وڃي ٿو، اي درويش!]

(218) از او در جنبش اجسام مدور
چرا گشتند یک ره نیک بنگر

[انهيءَ جي ڪري سيئي فلڪي اجسام حرڪت ۾ آهن ۽ هڪڙي رخ ۾ پيا هلن ۽ ڦِرن، اها ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهه!]

(219) ز مشرق تا به مغرب همچو دولاب
همي گردند دائم بیخور و خواب

سَهي ڪر دَوَرَ سيارن جو مطلب
ڦِرن جي مالَهه جانءِ مشرق کان مغرب

(220) بهر روز و شبي این چرخ اعظم
کند دور تمامي گرد عالم

[هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ اهو آسماني چرخو هلي هڪ چڪر پورو ڪري ٿو.]

(221) وز او افلاک دیگر هم بدین سان
به چرخ اندر همي باشند گردان

[اهڙيءَ طرح ٻيا افلاڪ بہ انهن وانگر ڦرندا ۽ گهمندا رهن ٿا ۽ ائين گردش ۾ رهن ٿا.]

(222) ولي بر عکس دور چرخ اطلس
همي گردند این هشت مقوس

[ليڪن اهي سڀ چرخ اطلس جي مخالف رخ ۾ پيا هلن، اهي اٺ آهن جيڪي قوس جي صورت ۾ هلن ٿا.]

(223) معدل کرسي ذات البروج است
که او را نه تفاوت نه فروج است

زحل ۽ مُشتري مريخ ۽ سج
۽ زهره پوءِ عطارد قمر سارِج

(224) حمل با ثور و با جوزا و خرچنگ
بر او بر همچو شیر و خوشه آونگ

ڦِرن بُرجن ۾ سي منزل بہ منزل
حَمل ۽ ثَور جوزا ٿيا سي اَوّل
۽ پوءِ سرطانَ اَسدَ ۽ سُنبلہ پي
۽ پوءِ ميزان عقرب قَوس جَدّي

(225)
دگر ميزان و عقرب پس كمان است
ز جدي و دلو و حوت آنجا نشان است

ٽيا ٻارهن سي دلو ۽ حُوت سان گڏُ
هلن تن ۾ ستئي حق جو سُٽي سڏ

(226)
ثوابت يک هزار و بيست و چارند
كه بر كرسي مقام خويش دارند

ثوابت هڪ هزار آهن ۽ چوويهہَ
فلَڪ اٺين يا ڪُرسي تي ٽا ڪن پيهہ

(227)
به هفتم چرخ كيوان پاسبان است
ششم برجيس را جاي و مكان است

[ستين فلڪ تي ڪيوان نگهبان بنيو وينو آهي، ڇهين فلڪ تي وري برجيس جو گهر يا مكان آهي.]

(228)
بود پنجم فلک مريخ را جاي
به چارم آفتاب عالم آرائي

[پنجين فلڪ تي مريخ جو نڪاڻو آهي، جڏهن تہ چوٿين تي هن جهان کي روشني ڏيڻ وارو سج آهي.]

(229)
سيم زهره دوم جاي عطارد
قمر بر چرخ دنيا گشت دارد

[ٽئين فلڪ تي زهره ۽ ٻئي تي عطارد آهن، انهن کان پوءِ ڌرتيءَ تان نظر ايندڙ چنڊ آهي.]

(230)
زحل را جدي و دلو و مشترى باز
به قوس و حوت كرد انجام و آغاز

[زحل سان جدي ۽ دلو جو واسطو آهي، ان ريت قوس ۽ هوت ۾ مشتري شروع کان آخر تائين رهي ٿو.]

(231)
حمل با عقرب آمد جاي بهرام
اسد خورشيد را شد جاي آرام

[حمل ۽ عقرب مريخ ۾ اچي سهڙن ٿا، ليڪن سج جي آرام واسطي اسد ئي نڪاڻو آهي.]

(232)
چو زهره ثور و ميزان ساخت گوشه
عطارد رفت در جوزا و خوشه

[زهره پنهنجو گهر ثور ۽ ميزان ۾ ڳولي ٿو، عطارد وري جوزا ۽ سنبلہ ڏي ڊوڙي ٿو.]

(233)
قمر خرچنگ را هم جنس خود ديد
ذنب چون راس شد يک عقده بگزيد

[قمر وري سرطان کي پنهنجو هم جنس سمجهي ان ڏانهن وڃي ٿو، ذنب راس وانگر هلندي عقدي کي وڃي پهچي ٿو.]

(234)
قمر را بيست و هشت آمد منازل
شود با آفتاب آنگه مقابل

[چنڊ جون اهي اٺاويهہ منزلون آهن، ان کان پوءِ وري اچي ٽئي ٿو سج سامهون.]

(235) پس از وي همچو عرجون •قديم است
ز تقدير عزيزي كو حكيم است

[تڏهن چند آخرڪار ڪجيءَ جي پراڻي ڇڙهيءَ جهڙو ٿيو پوي، خالق ۽ قادر هن جي لاءِ اهو ئي مقدر ڪيو آهي.]

(236) اگر در فكر گردي مرد كامل
هر آئينه كه گوئي نيست باطل

تفڪّر ۾ جي آهين مرد ڪامِلُ
نہ چاڻج اِيءَ سيئي خلقت ٿون باطل

(237) كلام حق همي ناطق بدين است
كه باطل ديدن از ضعف يقين است

[ڪلام الله ان تي پڻ شاهد آهي تہ ان کي جيڪو باطل چوي ٿو ان جو اعتقاد ضعيف آهي.]

(238) وجود پشه دارد حكمت اي تام
نباشد در وجود تير و بهرام

[جڏهن مڇر جو وجود بہ وڏي حڪمت جو سبب آهي تہ پوءِ عطارد ۽ مريخ ڪيئن ان ڪان خالي ٿي سگهن ٿا.]

(239) ولي چون بنگري در اصل اين كار
فلك را بيني اندر حكم جبار

انهن سيني جو حق فاعل ٿيو مُختار
آهي حاڪم متّن قادر سو جبّار

(240) منجم چون ز ايمان بي‌نصيب است
اثر گويد كه از شكل غريب است

[نجومي جيئن تہ ايمان کان بي نصيب ۽ بي خبر آهي، هو سمجهي ٿو تہ سڀ ڪجھ انهن ستارن جو اثر آهي.]

(241) نمي بيند مگر كه اين چرخ مُدور
ز حكم و امر حق گشته مسخر

[هو اهو نٿو ڏسي تہ هيڏو آسمان توڙي افلاڪ سيئي هن جي حڪم ۽ امر جي آڏو فرمانبردار آهن.]

## تمثيل

## سمجهاڻي

(242) تو گوئي هست اين افلاك دوار
به گردش روز و شب چون چرخ فخار

[تون افلاڪ جي گردش کي ۽ ڏينهن ۽ رات جي ڦيٽڻ کي ائين سمجھ جيئن ڪنير چڪ کي ڦيرائيندو آهي.]

(243) وز او هر لحظه داناي داور
ز آب وگِل كند يك ظرف ديگر

[بلڪل انهيءَ وانگر هر گهڙيءَ اهو دانا بينا مالڪ مٽي ۽ پاڻيءَ مان نت نوان ٿانءَ ۽ برتن پيو ناهي.]

| | فارسي | سنڌي |
|---|---|---|
| (244) | هر آنچه در زمان و در مکان است<br>ز یک استاد و از یک کارخانه است | [هر لمحي جيڪي زمان ومڪان ۾ ظهور پذير ٿئي ٿو، اهو انهيءَ استاد ڪاريگر جي ڪارخاني مان نڪتل آهي.] |
| (245) | کواکب که همه ز اهل کمالند<br>چرا هر لحظه در نقص وبالند | [ستارا جن کي اسين ڪامل صفتن وارو سمجهون ٿا، سي هر گهڙيءَ زوال پذير ڇو آهن.] |
| (246) | همه درجاي و سير و لون و اشکال<br>چرا گشتند دائم مختلف حال | [اهي ڇو پنهنجي جاءِ توڙي رنگ ۽ شڪل، بلڪ مدار ۾ مختلف حالتن مان گذرن ٿا.] |
| (247) | چرا گه در حضيض و گه در اوجند<br>گهي تنها فتاده و گاه زوجند | [اهي ڇو ڪڏهن بلنديءَ تي آهن ته ڪڏهن پستيءَ ڏانهن حرڪت ڪن ٿا، ڪڏهن اڪيلا آهن ته ڪڏهن جهڳٽن ۾ گڏ نظر اچن ٿا.] |
| (248) | دل چرخ از چه شد آخر پر آتش<br>ز شوق کيست آخر در کشاکش | [انهيءَ ايڏي آسمان جي دل ڇو ايڏي پريشان ٿي رهي، آخر ان کي ڪنهن جي تمنا ۽ شوق آهي ۽ ڪير ڪيس گهلي رهيو آهي.] |
| (249) | همه انجم برو گردان پياده<br>گهي بالا گهي شيب اوفتاده | [جيترا به ستارا آهن اهي پيرين پيادا پيا هلن ۽ قِرن، اهي ڪڏهن مٿي پيا گهمن ته ڪڏهن هيٺانهين ڏانهن پيا مڙن.] |
| (250) | عناصر آب و باد و آتش و خاک<br>گرفته جاي خود در زير افلاک | [چئن عناصرن باهه، پاڻي، هوا ۽ مٽي، سڀني افلاڪ جي هيٺان پنهنجي پنهنجي جاءِ والاري آهي.] |
| (251) | ملازم هر يکي در منزل خويش<br>که ننهد پاي يک لحظه پس و پيش | آهن اُن جي اڳيان سي سڀئي بي وس<br>رکن نه پير ذرّو پيش يا پَس |
| (252) | چهار اضداد در طبع و مراکز<br>به هم جمع آمده، کس ديده هرگز؟ | ڪيئين گڏ چار ضِدَ، پوءِ ڪيائين تِن مان<br>جمادات ۽ نباتات اُن توَن حيوان |

(253) مخالف هر يكى در ذات و صورت
شده يک چيز در حكم ضرورت

[انهن مان هر هڪ ٻئي کان شڪل ۾ صورت ۾ الڳ ۽ جدا آهي، پر ضرورت جي وقت ۽ حڪم تحت هڪ ٿي وڃن ٿا.]

(254) مواليد سه گانه گشت ز ايشان
جماد آنگه نبات آنگاه حيوان

[انهن مان ئي ته مواليد ثلاثه يعني ٽئي اقسام جنم وٺن ٿا جمادات، نباتات ۽ حيوانات.]

(255) هيولى را نهاده درميانه
ز صورت گشته فارغ صافيانه

هيُولي کي کيئين صُورت سندي جاءِ ٻئي جوهر اهي ٿيا جسم جي لاءِ

(256) همه از حكم و امر و داد داور
به جاى استاده و گشته مسخر

[اهي سڀ انهيءَ حاڪم جو حڪم مڃي هڪ جاءِ تي بيهي رهن ٿا ۽ ان جي پوئواري ڪن ٿا.]

(257) جماد از قهر بر خاک اوفتاده
نبات از مهر بر پاى ايستاده

[جمادات کي هن زبردست قوت سان ڌرتيءَ ۾ جمائي ڇڏيو آهي، نباتات کي وري پنهنجي مهربانيءَ سان پيرن تي بيهاري ڇڏيو اٿس.]

(258) فزوع جانور از صدق و اخلاص
پى ابقاى نوع و جنس اشخاص

[هن ئي جانورن کي ميٺ محبت جهڙين خاصيتن سان نوازيو ته جيئن وڏن ۽ ويجهن ۽ پنهنجي جنس کي قائم رکن.]

(259) همه بر حكم داور داده اقرار
مراورا روز و شب گشته طلبكار

[اهي سيئي ان مالڪ ڪل جا حڪم بجا آڻين ٿا، بلڪ ڏينهن ۽ رات هن جي طلب ۾ رهن ٿا.]

## قاعده الفكر فى الانفس

## پنهنجي اندر ۾ غور ڪرڻ

(260) باصل خويش يک ره نيک بنگر
كه مادر را پدر شد باز مادر

[ياد رک هڪ دفعو چڱيءَ طرح پنهنجي اصل تي غور ڪر ته تنهنجي ماءُ جو هڪ پيءُ هو ۽ ان جي وري هڪ ماءُ هئي.]

(261) جهان را سر بسر در خويش مى بين
هر آنچه آيد به آخر پيش مى بين

نهاري فِڪر سان ڏس اصل پنهنجو
سڄو عالم اچي تو ۾ سَمايو

(262) در آخر گشت پیدا نفس آدم
طفیل ذات او شد هر دو عالم

[جيتوڻيڪ سيني کان آخر ۾ آدم جي صورت پيدا ٿي، پر ٻئي جهان هن جي ڪري پيدا ٿيا.]

(263) نه آخر علت غائی در آخر
همی گردد به ذات خویش ظاهر

ٿون آهين عِلتِ غائي، جا آخر
اچي ٿي ذات پنهنجي ساڻُ ظاهر

(264) ظلومی و جهولی ضد نورند
ولیکن مظهر عین ظهورند

ظلُومي ۽ جُهوليءَ جو ٿيو ضد نُور
مگر مَظهر اَمانت جو ٿيو مشهور

(265) چو پشت آئینه باشد مکدر
نماید روی شخص از روی دیگر

ٿئي جڏهن آرسي جي پُٺِ تي ڪاري
تڏهن صورت انهي ۾ ڏئي ڏيکاري

(266) شعاع آفتاب از چارم افلاک
نگردد منعکس جز بر سر خاک

اچي سج جو شُعاع چوٿين فلڪ تان
پوي ٿو عڪس اُن جو پٽ مِٽيءَ مان

(267) تو بودی عکس معبود ملائک
از آن گشتی تو مسجود ملائک

هُئين تو عڪس معبود ملائڪ
انهيءَ ڪان ٿئين تون مسجود ملائڪ

(268) بود از هر تنی پیش تو جانی
وز او در بسته با تو ریسمانی

[تو ڪان اڳ ۾ جيڪو بہ ساهوارو هيو ان ڪي بہ ساڳيو ساهہ هو، تڏهن تہ هو تو لاءِ ڳانڍاپي جي صورت بنجي ٿو.]

(269) از آن گشتند امرت را مسخر
که جان هر یکی در تست مضمر

سڀ ئي اِنڪري ٿيا ٿُنهنجا تابع
جو موجودات سڀ جو ٿئين تون جامع

(270) تو مغز عالمی زان در میانی
بدان خود را که تو جان جهانی

آهين ٿُون مغز عالَم جو خُلاصو
آهين ٿُون ساهہ جڳ جو، رُوح خاصو

(271) ترا ربع شمالی گشت مسکن
که دل در جانب چپ باشد از تن

[انهيءَ ڪري تنهنجو مسڪن (رهڻ جو هنڌ) ڪابي يعني اتر طرف ٿيو، اهوئي سبب آهي جو دل بہ جسم ۾ ڪابي طرف آهي.]

(272) جهان عقل و جان سرمایئه تست
زمین و آسمان سایئه تست

ٺون جان ۽ عقل کان ٺئين سڀ جو سردار
زمين ۽ آسمان ٿيو ٺنهنجو سِينگار

(273) ببین آن نیستی کو عین هستی است
بلندی را نگر کو ذات پستی است

اها ڏس نيستي ٿي عين هستي
بُلندي ڏس اها ٿي ذات پستي

(274) طبیعی قوّت تو ده هزار است
ارادی برتر از حد و شمار است

طبيعي قُوّتُون ٺُنهنجون ٿيون ڏهه
ارادي ٿيُون هزارين بَل زياده

(275) ازان هر یک شده موقوف آلات
ز اعضا و جوارح وز رباطات

تعلّق تن تي ٿيا آلات اوزار
عَرَق عُضوا جوارِح، ٿيا جي درڪار

(276) پزشکان اندرین گشتند حیران
فرو ماندند در تشریح انسان

حڪيم آهن انهي حِڪمت ۾ حيران
سو ڪيئن پنهنجي ڪري تشريح اِنسان

(277) نبرده هیچ کس ره سوی این کار
به عجز خویش هر یک کرده اقرار

[ڪنهن ڪي بہ پاڻ بابت پوري خبر اچا تائين حاصل نہ ٿي آهي، بلڪ هر ڪنهن پنهنجي عاجزيءَ يا ناڪام ٿيڻ جو اقرار ڪيو آهي.]

(278) ز حق با هر یکی خطی و قسمی است
معاد و مبداء هر یک ز اسمی است

صفتِ حق جي جُدا هر هڪ سان منجھ قِسم
اَول آخر ٿيو لاڳُو اُن سان هڪ اِسم

(279) از آن اسمند موجودات قائم
بدان اسمند در تسبیح دائم

ٿي موجودات تن اسمن ڪان قائمِ
پڙهن تسبيح تن اسمن جي دائمِ

(280) به مبدا هر یکی زان مصدری شد
به وقت بازگشتن چون دری شد

[ابتدا ۾ هر اسم انهيءَ جاءِ تان جاري ٿيو يا ان جي شروعات ٿي، واپسيءَ وقت بہ اهو ئي رستو ڪيس ڪم ايندو.]

(281) بدان در کآمد اول هم بدر شد
وزان در معاش از دربدر شد

اچن جنهن در مان موٽي پڻ وجن تِت
مگر ٿيا دربَدر ظاهر ۾ سڀ هت

(282) از آن دانستهای تو جمله اسما
که هستی صورت عکس مسما

انهي ڪان ڄاڻين ٿون سڀ حق جا اَسما
جو آهين صُورتِ عڪس مُسمّيٰ

(283) ظهور قدرت و علم و ارادت
به تست ای بنده صاحب سعادت

رڪين ذاتي صفات اَسماء سيئي ٿون
ارادت، علم، قُدرت، وصفون حق جُون

(284) سمیعی و بصیر، و حیّ و گویا
بقا داری نه از خود بلکه از آنجا

سميع آهين بَصير ۽ حَيُّ دانا
بقا ڪونهي، مگر ٿئي حق جي پارا

(285) زهی اول که عین آخر آمد
زهی باطن که عین ظاهر آمد

عجب اوّل، ٿيو جو عين آخر
عجب باطن، ٿيو جو عينُ ظاهر

(286) تو از خود روز و شب اندر گمانی
همان بهتر که خود را می ندانی

تون پنهنجو پاڻ ۾ جي شڪُ تو آڻين
تہ بهتر پاڻ کي جي ٿون نہ ڄاڻين

(287) چو انجام تفکر شد تحیر
در اینجا ختم شد بحث تفکر

تفڪّر جي پڇاڙي ٿي تحيُّر
پُڄايُم بَحث پنهنجو منجھ تفڪّر

# سوال پيو
# حاشيا ۽ شرح

113. يعني خدا جي نالي، صفتن ۽ فعلن يا صفتن تي فڪر ڪرڻ ثواب آهي ۽ ضروري آهي مگر حق جي ذات يعني هستي مطلق بابت فڪر ڪرڻ گناهه آهي.

115. يعني ترورا سج جي روشنائي ڪري ٿا ڏسجن، تن مان پلا ڪيئن سج روشن ۽ معلوم ٿي سگهندو. اهي فقط سج جون نشانيون يا اثر آهن.

117. باهر يعني روشن يا ظاهر. مظاهر يعني مظهر يا ظاهر ٿيڻ جون جايون يا شيون يا تعينات. يعني علم ۽ عقل جي ڪري حق جي ذات معلوم ڪري سگهبي.

119. جبرئيل آهي عقل ۽ علم جو مظهر ۽ مثال، سو فنا في الله جي مرتبي ڪي رسي نه ٿو سگهي، ڪامل انسان جو درجو انهيءَ کان اعليٰ آهي، جو فنا في جا مثال "لي مع الله" حضرت جن جي قول موجب فنائي يا محو ٿيڻ جي وقت جو مرتبو آهي. "لي مع الله وقتاً لاينبغي فيه ملڪ مقرب ولانبي مرسل."

126. چوٽي آهي ته "العجز عن ادرڪ الادراڪ" ڪمال ادراڪ يا سمجهه جي پڇاڙي بي سمجهي آهي.

127. منهن ڪارائي يعني ظلمت ۽ نيستي ممڪن يا عالم جي لاءِ ضروري آهي، ليڪن انهي جي هستي جو باطني سبب حق جي هستي آهي جا بقا واري آهي. قرآن ۾ آهي ته مَا عِنۡدَكُمۡ يَنۡفَدُ وَمَا عِنۡدَ اللّٰهِ بَاقٍ (نحل: 96).

128. فقر يعني فنا في الله، "الفقر سواد الوجه في الدارين سواد اعظم" اها عظيم ڪارنهن آهي جنهن ۾ سڀ ڪجهه ڏکجي يا لِڪي وڃي ۽ اُهو آهي بقا با الله جو مقام.

129. يعني عدم مان وجود مطلق جي نور جي تجلي اسمائي صفاتي ۽ افعالي ظاهر ٿئي ٿي.

132. پاڻي جي تري ۾ ڪارنهن هئڻ سبب سج ڏسي سگهجي ٿو يا ڪاري شيءِ ۾.

136. جيئن مٿي بہ چيو ويو ته اصل هڪڙو عدد آهي پر ڳڻڻ ۾ انهيءَ مان گهڻا ٿيو پون.

138. يعني وجود مطلق يا حق.

139. هي حديث مشهور آهي ته "ڪنت ڪنزاً مخفياً فاحببت انا اعرف فخلقت الخلق لاعرف."

140. يعني اعيان ثابته.

142. انسان سميت عالم، انسان ڪبير يا عالم ڪبير آهي ۽ رڳو انسان پاڻ ۾ عالم صغير آهي يا عالم جو مغز يا اڪ يا مکيہ ڀاڱو آهي.

144. يعني مون سان ڏسي ٿو ۽ مون سان ٻڌي ٿو، يعني حقيقت ڪري ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وارو خود حق آهي ۽ انسان فقط جسم ۽ عضوا ۽ قوّتون آهي.

151. دل جي وچ ۾ ڪاري رت جو هڪڙو ڦڙو ٿو رهي جو حياتيءَ جو اصل سمجهندا آهن. حديث آهي تہ مومن جي دل خدا جو گهر آهي، ”قلب المؤمن بيت الله.“
152. ڪڏهن مظهر جمال جو ۽ ڪڏهن جلال جو ٻئي اسمائي خاصيتون انهي ۾ موجود آهن.
153. سيڪنهن ماڻهوءَ سان ملائڪ لڳا وتن ۽ سڀ ڪنهن مَلڪ سان شيطان آهي. سڀ گڏ پيا آهن عقل ۽ نفس ۽ روح ۽ طبيعت.
156. حضرت عيسيٰ (عليه السّلام) آخر زماني جو نبي آهي.
157. يعني تنزل مان ترقي ۽ سير رجوعي. هزارين شڪليون آهن جيئن تہ عقول، نفوس، عناصر ۽ مواليد ثلاثہ ۽ عالم جمادات ۽ نباتات ۽ حيوانات وغيره.
158. مرڪز جو نقطو آهي وحدت ۽ دور آهي ڪثرت، اسماءَ ۽ مراتب
159. تعين، جو هڪڙو اعتباري امر آهي تنهن جي ڪري سيڪو ڏار ڏار ٿي خودي ۾ گرفتار ٿيو ۽ اصل يا ڪل کان ڏار ۽ پري ٿيو ۽ انهيءَ ڪري هڪڙي قيد ۾ بند ۽ اصل کان نا اُميد رهيو.
161. تعين ۽ عدم جي نظر تي سڀ حرڪت ۾ آهن ۽ دَور ۾ آهن ۽ فاني آهن مگر اصل وجود ۽ نفس رحماني جي نظر تي مرڪز وانگي هڪ هنڌ ساڪن آهن ۽ هستيءَ ۾ آهن ۽ باقي آهن.
167. پڇي ٿو تہ انهيءَ عالم جي، ظاهري صورت ۽ باطني معنيٰ يا حقيقت ڪي سمجهين ٿو يا نہ؟
174. يعني حق جي وجود جو مثال يا عڪس آهي.
191. جيئن حضرت ابراهيم عليه السّلام پهرين سج پوءِ چنڊ ۽ پوءِ تارن بابت خيال ڪري انهن تي اعتبار نہ ڪري سچي خدا جي پرستش ڪرڻ لڳو، جيئن ڪہ قرآن ۾ آهي تہ إِنِّي وَجَّهْتُ وَجْهِيَ لِلَّذِي فَطَرَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ حَنِيفًا وَمَا أَنَا مِنَ الْمُشْرِكِينَ (الانعام: 79).
193. جيئن قرآن ۾ آهي تہ حضرت موسيٰ (عليه السّلام) رب کي چيو تہ مون کي پاڻ ڏيکار پر جواب مليس تہ تون ڏسي ڪين سگهندين يعني جيسين هستي يا تُو ئي ماڻهوءَ سان هوندي تيسين حق هن کان اسماءَ صفات جي پردي ۾ لڪل رهندو.
195. يعني خسيس ۽ ناچيز يا محو ۽ گم ۽ فنا.
196. ڪک بدلجي جبل ٿئي يا تيليءَ مان ٿنڀ. اصل ۾ آهي تہ گدا هڪ ڪک جي عيوض جبل ڏيئي ڇڏي تونگري ۽ دولتمندي جي گهٽائي کان.
198. ”من راني فقد راي الحق“ يعني جنهن مون کي ڏٺو تنهن حق کي ڏٺو. اهو اشارو آهي بقا بالله جي درجي جو.
199. يعني عالم صورت ۽ معنيٰ جي کان گذر ڪري مقام محمدي يا واحديت ۽ الوهيت جي درجي کي رس. قرآن ۾ آهي تہ فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ أَوْ أَدْنَىٰ (النجم:9).
200. حديث ”اللّٰهم ارنا الاشياءَ ڪما هي“ يعني شين جي ذاتي حقيقت مون کي ڏيکار.

202. عالم جي ڪتاب ۾ جيڪي بہ آهي سو جوهر يا عرض آهي. جوهر ڇڻ تہ اکر آهن ۽ عرض ڇڻ تہ اعراب آهن. هي هن جا تابع آهن ۽ عالم ۾ جيڪي هيٺ مٿي وارا مرتبا آهن سي ڇڻ تہ لفظ ۽ جملا يا آيتون ۽ سورتون آهن.

203. فاتحہ پهرين سورت قرآن جي الحمد سان شروع ٿي ٿئي ۽ اخلاص آهي پڇاڙي ڪان ٿي سورت قل هو الله واري.

204. يعني عالم جي ڪتاب مان پهرين آيت عقل ڪل آهي جو مقابل آهي بسم الله جي، جنهن ۾ قرآن مجمل طرح آيل آهي.

205. ٻي آيت آهي نفس ڪل، جنهن ۾ مفصل حڪم ڏنل آهن ۽ انهي ڪري نور اُها جي آيت جي برابر آهي.

206. اُها آيت هي آهي: اللّٰهُ نُورُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ مَثَلُ نُورِهِ كَمِشْكَاةٍ فِيهَا مِصْبَاحٌ الْمِصْبَاحُ فِي زُجَاجَةٍ الزُّجَاجَةُ كَأَنَّهَا كَوْكَبٌ دُرِّيٌّ يُوقَدُ مِنْ شَجَرَةٍ مُبَارَكَةٍ زَيْتُونَةٍ (النور: 35) يعني عرش يا فلڪ اطلس ۽ قرآن جي آيت آهي الرَّحْمَٰنُ عَلَى الْعَرْشِ اسْتَوَىٰ (طٰهٰ: 5) ۽ آيتہ الڪرسي موافق آهي ڪرسي جي جا عرش ڪان مٿي آهي ۽ آيتہ الڪرسي قرآن ۾ مشهور آهي. شروع هيئن اٿس: اللّٰهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ ...وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيمُ (البقره:)

207. سوره فاتحہ يا الحمد کي "سبع المثاني" سڏيندا آهن يعني ست جوڙا يا ٻٽيون شيون.

209. مواليد ثلاثہ يعني جمادات، نباتات، حيوانات ۽ چار عناصر آهن مٽي، پاڻي، هوا ۽ باھ.

210. الناس قرآن جي پڇاڙيءَ جي سورة ۽ لفظ آهي، ناس جي معنيٰ ماڻهو آهي ۽ انسان سڀ ڪان پوءِ پيدا ٿيو.

211. طبيعتون چار آهن گرمي، سردي، خشڪي ۽ تري. انهن تي يا انهن ٻين ظاهري شين جي اثرن تي نہ پلج. جنهن اهي اثر پيدا ڪيا آهن يا صنعت بنائي آهي انهيءَ ڏي ڏسج.

213. دنيا ۽ آخرت بهشت ۽ دوزخ سميت.

214. قلب الانسان ڪعرش الرحمٰن يا قلب المؤمن عرش الاعظم ۽ هي بہ آهي تہ "قلب الانسان بين الاصبعين من اصابع الرحمٰن يقلبها ڪيف يشاءِ."

215. عرش رحمان ۽ قلب انسان اهي ٻئي هميشہ جنبش ۾ آهن ۽ هڪڙي حال ۾ ناهن. كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ (الرحمٰن:29).

216. صاحبدل يا ڪامل انسان جي دل عرش جي برابر آهي ۽ انهيءَ جو مرڪز آهي.

219. سيّاره آهن ست گهمندڙ تارا.

226. جي تارا ٻينل آهن ۽ گهمن نٿا تن کي ثوابت چون ٿا (جمع ثابت جو) ۽ اُهي اٺين آسمان يا ڪرسيءَ ۾ ٻينل چوندا آهن.

236. قرآن ۾ آهي ته وَمَا خَلَقْنَا السَّمَاءَ وَالْأَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا بَاطِلًا ذَٰلِكَ ظَنُّ الَّذِينَ كَفَرُوا فَوَيْلٌ لِلَّذِينَ كَفَرُوا مِنَ النَّارِ (ص: 27).

252. چار ضد آهن چار عناصر جي طبيعت ۾ هڪ ٻئي جا ضد آهن جي ظاهر ڪري گڏ ٿيڻ جا ناهن ته به قدرت سان انهن گڏجي مواليد ثلاثه جوڙيا.

255. هيولي جوهر، انهن ٻن مان جسم ٺا ٿهن. هيولي آهي صورت جي جاءِ ۽ جوهر آهي صورت خاص.

261. انسان ۾ جسم ۽ روح ۽ صورتون گڏ ٿيل آهن. اُهو روح اعظم جي حقيقت آهي ۽ عقل ڪل ۽ مخلوق اوّل آهي. الف ڪان پوءِ بي آهي ۽ الف الله آهي.

263. هو اول پر ظاهر پوءِ ٿيو ۽ مقصود بالذات هو. "نحن الاخرون السابقون.

264. قرآن جي آيت ڏي اشارو ته إِنَّا عَرَضْنَا الْأَمَانَةَ عَلَى السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَالْجِبَالِ فَأَبَيْنَ أَنْ يَحْمِلْنَهَا وَأَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْإِنْسَانُ إِنَّهُ كَانَ ظَلُومًا جَهُولًا (الاحزاب: 72).

265. ماڻهوءَ جي عدميت آرسيءَ جي ڪاري پاسي يا پٽ وانگي آهي.

272. عقل ڪُل آهي حقيقت انساني ۽ نفش ڪُل آهي شين جي حياتي، جنهن مان انسان ڪي معرفت جو نور حاصل ٿيو.

274. اصل طبيعي قوتون ڏهه آهن: هي، غاريه،ناميه، مولده، مصوّره، جاذبه، حاضمه، ماسڪه، دافعه، مدرڪ ۽ محرڪ.

275. جوارح يا عضوا ۽ آلتون يا اوزار آهن. انسان جا هٿ پير وغيره ۽ عروق آهن اُهي جي انهن ڪي ڳنڍين ٽا ۽ ڪم جهڙو ڪن ٽا، طب جي علم ۾ انهن جو بيان آهي.

278. خدا جون صفتون ۽ انهي جا اسم به علحده آهن، انهن مان هر هڪ جو واسطو ۽ تعلق خاص انهن موجودات يا ممڪنات يا اعيان ثابته سان رهي ٿو ۽ انهن ڪي قائم رکيو اچي.

279. قرآن ۾ آهي ته هُوَ اللَّهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْأَسْمَاءُ الْحُسْنَىٰ يُسَبِّحُ لَهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ (الحشر: 24).

282. يعني حق، جنهن جا اُهي سڀ اسم آهن، انهيءَ جو عڪس آهي انسان، جو جامع آهي انهن اسماءَ ۽ صفات جو.

284. انسان اصل پاڻ عدم آهي، نه ذات اٿس نه صفات، نه بقا اٿس، مگر حق جي طرفان بقا اٿس جو انهيءَ جو عڪس منجهس آهي ۽ انهيءَ ذات ۽ صفات جا نشان منجهس آهن.

285. اول مان مرد الوهيت جا نيٽ اچي حقيقت انساني ٿي جو انسان آخر موجودات آهي ۽ باطن مان مراد الله جي، جو نيٽ اچي حقيقت روح انساني ٿيو.

286. يعني نظر ۽ فڪر جي رستي پنهنجي معرفت معلوم ڪرڻ ناممڪن آهي سواءِ عنايت ۽ فيضِ الاهي يا ڪشف جي، تنهن ڪري بهتر آهي ته انهي تي فڪر ڪرڻ سان مٿو نه هڻ.

## سوال – سوم

(288) که باشم من مرا از من خبر کن
چه معنی دارد اندر خود سفر کن

## سوال ٽيون

آهيان آءٌ ڪير، تنهنجي ٿون خبر ڪر
۽ معنٰي ڇا، اندر پنهنجي سفر ڪر

## جواب

(289) دگر کردی سؤال از من که من چیست
مرا از من خبر کن تا که من کیست

## جواب

[هاڻي تنهنجو وڏيڪ سوال آهي تہ 'مان' يا 'آءٌ' ڪير آهيان مون کي 'مون' بابت ٻڌاءِ تہ اهو 'مون' ڪير آهي؟]

(290) چو هستی مطلق آید در اشارت
به لفظ من کنند از وی عبارت

[ٻڌي ڇڏ، جڏهن اسين پنهنجي مطلق هستيءَ (روح) ڏانهن اشارو ڪندا آهيون تہ ان لاءِ لفظ 'مان' يا 'آءٌ' استعمال ڪندا آهيون.]

(291) حقیقت کز تعین شد معین
تو او را در عبارت گفتهای من

وٺي جڏهن هست مطلق ڪو تعيّن
تڏهن آءٌ ۽ ٿون تا شخص سڏجَن

(292) من و تو عارض ذات وجودیم
مشبکهای مشکات وجودیم

آءٌ ۽ ٿون منجهان حق ٿئي ٿو ظاهر
صفاتِ عارضي حق جُون ٿيون سائِر

(293) همه یک نور دان اشباح و ارواح
گه از آئینه پیدا گه ز مصباح

آهي هِڪ نور منجهہ اجسام اَرواح
ڪڏهن منجهہ آئيني ۽ ڪڏهن مِصباح

(294) تو گوئی لفظ من در هر عبارت
به سوی روح می باشد اشارت

چَئو تا لفظ آءٌ ائين جي يارو
آهي ڏانهن رُوح هر هڪ جي اشارو

(295) چو کردی پیشوای خود خرد را
نمی دانی ز جزو خویش خود را

[تون پنهنجو رهبر ۽ رهنما عقل کي ڪيو آهي اهو پاڻ تنهنجو جُزو يا حصو آهي، سو تو کي ڪهڙي خبر ڏيندو!]

(296) برو ای خواجه خود را نیک بشناس
که نبود فربهی مانند آماس

[اي انسان، ان پُل کان ٻاهر نڪر ۽ پاڻ کي چڱيءَ طرح سڃاڻ، ڇو ته جسم جي سوڄ کي جسم جي ٿولهه نٿو چئي سگهجي.]

(297) من و تو برتر از جان و تن آمد
که این هر دو ز اجزای من آمد

[ٻئي، 'مان' ۽ 'تون' جسم توڙي روح کان مٿانهان آهن، ڇو ته اهي ٻئي (جسم ۽ جان) منهنجي ذات سان وابسته آهن.]

(298) به لفظ من نه انسان است مخصوص
که تا گویی بدان جان است مخصوص

[اهو لفظ 'مان' انسان لاءِ مخصوص ناهي جو تون چئي سگهين ته اهو انساني روح لاءِ وقف يا خاص آهي.]

(299) یکی ره برتر از کون و مکان شو
جهان بگذار و خود در خود جهان شو

[تون هن جهان کان ٻاهر نڪرڻ جي راهه تلاش ڪر، هن جهان کي ڇڏي ڏي ۽ پنهنجي اندر واري جهان کي ڳولي هٿ ڪر.]

(300) ز خط وهمی های هویّت
دو چشمی میشود در وقت رؤیت

آهي هه گول پڻ لکجي ڏُو چشمي
ڏسڻ ۾ هک کيُون ٻه خطِ وهمي

(301) نماند در میانه ره رو راه
چو های هو شود ملحق بالله

آءٌ ۽ هُو ٻه ٿيا منجهه رسم ۽ راهه
جڏهن هي هُو ٿئي تڏهن سمجهُ الله

(302) بود هستی بهشت امکان چو دوزخ
من و تو در میان مانند برزخ

آهي هستي بهشت، امکان دوزخ
آءٌ تون ٿيا انهن جي وچ ۾ برزخ

(303) چو برخیزد تو را این پرده از پیش
نماند نیز حکم مذهب و کیش

جڏهن پردو کڄي تُنهنجي اڳيان اِيءُ
تڏهن ري حکم مذهب جي پيو ڄيءُ

(304) همه حکمِ شریعت از من تُست
که آن بربستنه جان و تن تُست

آهي حکم شريعت آءٌ تُون سان
تعلّق ان تي ٿيو تُنهنجو تن وجان

(305) من تو چون نماند درمیانه
چه مسجد چه کنش چه دیرخانه

جڏهن آءٌ ۽ تُون ويا نڪري وچ مان
تڏهن ڪعبو ۽ بُتخانو ٿيو يڪسان

(306) تعین نقطهٔ وهمی است در عین
چه صافی گشت عینت غین شود عین

تعيّن آهي نقطو وهمي منجھ عَين
صفا جڏهَن عين ٿي تڏهن غين ٿي عَين

(307) دو خطوه بیش نبود راه سالک
اگرچه دارد او چندین مهالک

وِڪون ٻَہ واٽ اِيءَ آهي اي سالڪ!
اگرچہ ٿيا گهڻا وچ ۾ مَهالِڪ

(308) یک از هائی هویّت در گذشتن
دوم صحرائی هستی در نوشتن

هِڪ آهي هي هُويّت مان لنگهڻ پار
۽ ٻي هستيءَ جي صحرا مان ٽيڻ پار

(309) در این مشهد یکی شد جمع و افراد
چو واحد ساری اندر عین اعداد

اِتي واحد مان آهي جمع حاصل
رهي جيئن هڪڙو سڀ عددن ۾ شامِل

(310) تو آن جمعی که عین وحدت آمد
تو آن واحد که عین کثرت آمد

تُون آهين جمع سو، جو عين وحدت
تُون واحد آهين سو، جو عَين ڪثرت

(311) کسی این سرشناسد کو گذر کرد
ز جزوی سوی کلی یک سفر کرد

اُهو سمجهي هي، جنهن پاڻؤن گذر ڪيو،
اُهو جنهن جُزوَ مان ڪُل ڏي سفر ڪيو

# سوال ٽيون
## حاشيا ۽ شرح

288. يعني انا يا آءٌ آءٌ ڪير ٿو چوي ۽ پاڻ ۾ سفر ڪرڻ چا ڪي ٿا چون، سفر در وطن بہ چوندا آهن.

291. وجود مطلق اشاري ڪرڻ کان ٻاهر آهي، جڏهن متعين ٿئي ۽ ڪا شخصيت حاصل ڪري تڏهن آءٌ ۽ تون سڏجي سگهي.

293. هن نور جي آيت ڏي اشارو آهي جا مٿي ڏني ويئي آهي.

300. اکر (ھ) دو چشمي بہ لکبي آهي ۽ گول ۾ بہ، ھ يا ہ. ظاهري ۾ دو چشمي ٿي ڏسجي جو اهو هڪڙو وهمي يا خيالي خط آهي، مگر آهي يڪ چشمي. ھ اشارو آهي هويت جو ۽ هو چوندا آهن خدا کي، اهو ذات مطلق جو تعين آهي، يعني جيڪي ظاهري ڪثرت آهي سو حقيقت ۾ وحدت آهي.

301. جڏهن ھ يا هو کي الله ڄاڻبو تڏهن آءٌ ۽ تون يا دوئي گم ٿي ويندي، ڪثرت ظاهري يا اعتباري نڪري ويندي ۽ وحدت حقيقي يا باطني نڪري نروار ٿيندي.

302. وجود ذاتي يا وحدت بهشت آهي ۽ امڪان يا ممڪنات ۽ موجودات ضد ۽ قيد وغيره جي ڪري دوزخ جي مثال آهن. آءٌ ۽ تون تعينات آهن جي انهن جي وچ ۾ مردي وانگي آهن ۽ برزخ جي مثال آهن.

303. مقام فنا في الله جي ۾ مائي ۽ توئي جو پردو ڪجي وجي ٿو تنهنڪري شرع جي تڪليف معاف ٿي، جو شريعت ٻڌل آهي آءٌ ۽ تون تي، يعني تعينات تي. مذهبن جو تفاوت بہ آءٌ ۽ تون تي منحصر آهي.

306. عين جي معنيٰ اک بہ آهي ۽ عين مان مراد اول حقيقت آهي يعني حق جي ذات ۽ وحدت. غين آهي ڪثرت، جا نقطي جي ڪري پيدا ٿي ۽ نقطو آهي تعين جو پردو.

307. مهلڪ يا هلاڪ ڪندڙ شيون يا اٽڪون رستي ۾، جي تڪليف يا خطري جو سبب آهن.

308. هويت جي ھ مان مطلب آهي ذات مطلق جي تعينات ۽ هستيءَ مان مطلب آهي پاڻ کي هست ڄاڻڻ يعني هڪ تعينات مان لنگهڻ ۽ ٻيو پاڻ کي يا عالم کي فاني سمجهڻ.

## سوال – چهارم

(312) مسافر چون بوده ره رو کدام است
که را گویم که او مرد تمام است

## جواب

(313) دگر گفتی مسافر کیست در راه
کسی کو شد ز اصل خویش آگاه

(314) سلوکش سیر کشفی دان ز امکان
سوی واجب به ترک عین و نقصان

(315) مسافر آن بود کو بگذرد زود
ز خود صافی شود چون آتش از دود

(316) به عکس سیر اول در منازل
رود تا گردد او انسان کامل

## قاعده

(317) بدان اول که تا چون گشت موجود
که تا انسان کامل گشت مولود

(318) در اطوار جمادی بود پیدا
پس از روح اضافی گشت دانا

(319) پس آنگه جنبشی کرد او ز قدرت
پس از وی شد ز حق صاحب ارادت

## سوال چوٿون

مُسافر خواهه سالِڪ ڪير آهي،
جو مَردن ۾ بهادر شير آهي؟

## جواب

مسافر آهي سو ورتي جنهين راهه
حقيقت اصل پنهنجي کان ٿي آگاهه

منجهان ممڪن ڪري سو سير ڪشفي
وڃي واجب ڏي اُڃلي غير نفسيِ

لنگهي جو پاڻ کان، ٿي پنهنجو سوُنهون
سُٽت جيئن باهه مان نڪري ٿو دونهون

هي اُبتو سير ٿيو موٽڻ بمنزل
'فنا في الله' ٿي ٿئي مرد ڪامِل

## قاعدو

تون درجي وار ٻُڌ ڪِيئن اُهو ڄمڻ کان
اچي ڪامل ٿئي ٿو نيٺ انسان

جمادي حال ۾ ٿيو پهرين پيدا
ٿيو روح اضافي ساڻ دانا

چُرَڻ جي پوءِ آئي اُن ۾ طاقت
ٿيو قُدرت سان حق جي با ارادت

(320) به طفلی کرد باز احساس عالم
در او بالفعل شد وسواس عالم

جمي ٿيو طفل پوءِ ماڻيائين عالم
حواس ۽ فعل سان اُن جو پيو ڪمُ

(321) چو جزویات شد بر وی مرتب
به کلیات ره برد از مرکب

جُزي ڪان ڪُلَ ڏنهن تنهن وِڪ وڌائي
تميز ۽ عقل، نُطق ۽ سمجهه آئي

(322) غضب گشت اندر او پیدا و شهوت
وز ایشان خوست بخل و حرص و نخوت

تي ڪاوڙ پيدا آئي جڏهن شهوت
۽ بُخلَ، حرص ۽ هٺ وِرتي قوّت

(323) به فعل آمد صفتهای ذمیمه
بتر شد از دد و دیو و بهیمه

ٿيا اخلاق بد منجهه فعل ظاهر
مِرُوَن ۽ ديوَ ڪان ٿيو آدم ابتَر

(324) تنزل را بود این نقطه اسفل
که شد با نقطئه وحدت مقابل

تَنزّل جي اها هيٺين ٿي منزل
ٿي وحدت واري منزل جي مقابل

(325) شد از افعال کثرت بی نهایت
مقابل گشت ازین رو با بدایت

[هو پنهنجي ڪمن جي ڪثرت ڪري بي نهايت آهي يعني جنهن جي ڪا انتها ڪونهي، انهيءَ ڪري هو پنهنجي شروعات جي خلاف وڃي ٿو. (جنهن جي ابتدا ڪونهي)

(326) اگر گردد مقید اندر این دام
به گمراهی بود کمتر ز انعام

ٿيو قابُو اِتي جي نيٺ انسان
تہ گمراهيءَ ۾ بهتر ڪانئس حيوان

(327) وگر نوری رسد از عالم جان
ز فیض جذبه یا از عکس برهان

۽ جي پُهتس اچي نوراني جذبو
دليل آيُس يقيني يا اندر جو

(328) دلش با لطف حق همراز گردد
از آن راهی که آمد باز گردد

تہ حاصل ٿيس جڻ فيض اِلاهي
۽ ساڳي واٽ سان موٽي ٿئي راهي

(329) ز جذبه یا ز برهان یقینی
رهی یابد به ایمان یقینی

[هو فقط ان صورت ۾ پکو ايمان حاصل ڪري ٿو، جڏهن ڪيس اِلاهي ڪشش ڇڪي ٿي يا ڪيس دل ئي دل ۾ اهڙو ثبوت ملي ٿو.]

(330) کند یک رجعت از سجین فجار
رخ آرد سوی علیین ابرار

ڪان 'اسفل سافلين' موٽي ۽ سجّين
رکي رُخ پنهنجو آخر ڏنهن عِلييّن

(331) به توبه متصف گردد در آن دم
شود در اصطفی ز اولاد آدم

صفت توبهه جي پيدا ٿئيس اُن دم
ٿئي چونڊيل منجهان اُولاد آدم

(332) ز افعال نکو هیده شود پاک
چو ادریس نبی در چارم افلاک

خراب افعال ڪان پڻ اُو ٿئي پاڪ
ڪري اِدريس جيئن اُو عَزم افلاڪ

(333) چو یابد از صفات بد نجاتی
شود چون نوح از آن صاحب حیاتی

لهي جڏهن اُو بدي ڪان ڇوٽڪارو
تڏهن ٿئي نُوح جان آرام وارو

(334) نماند قدرت جزویش در کل
خلیل آسا شود صاحب توکل

ٿئي جڏهن جزو ان جو محو منجهه ڪُل
خليل الله جان ڏاري توڪّل

(335) ارادت با رضای حق شود ضم
رود چون موسيٰ اندر باب اعظم

ارادت جي رضا حق جي سان ٿئي ضم
تہ مُوسيٰ جان وڃي منجهه باب اعظم

(336) ز علم خویشتن یابد رهائی
چو عيسيٰ نبی گردد سمائی

ڇڏي سڀ علم پنهنجي جي نشاني
ٿئي عيسيٰ نبي جيئن آسماني

(337) دهد یکباره هستی را به تاراج
در آید از پی احمد به معراج

ڪري هستي ڪي پنهنجي تخت تاراج
مُحمّد جي پنيان سو ماڻي مِعراج

(338) رسد چون نقطئه آخر به اول
در آنجا نه ملک گنجد نه مرسل

ڦري جڏهن آخرين نُقطو ٿئي اوّل
اُتي پوءِ نَا مَلڪ ماپي نہ مُرسل

## تمثیل

## مثال

(339) نبی چون آفتاب آمد ولی ماه
مقابل گردد اندر 'لی مع الله'

نبي ٿيو آفتاب ۽ ٿيو ولي ماھ
مقابل ٿئي ٿين منجھ 'لِي مَعَ اللهُ'

(340) نبوت در کمال خویش صافی است
ولایت اندر او پیدا نه مخفی است

نبّوت آهي ڪامِل اصل ذاتِي
ولايت اُن ۾ ظاهر ٿي نہ مخفِي

(341) ولایت در ولی پوشیده باید
ولی اندر نبی پیدا نماید

ولي ۾ نِت ولايت آهي مستُور
نبي ۾ پر رهي ظاهر ۽ مشهوُر

(342) ولی از پیروی چون همدم آمد
نبی را در ولایت محرم آمد

ولي ٿئي پيرويءَ سان ان جو هَمدم
نبيءَ سان تڏهن ولايت ۾ ٿئي مَحرم

(343) ز 'ان کنتم تحبون' یابد او راه
به خلوت خانئه 'یحببکم الله'

لهي 'ڪُنتُم تُحِبّون' جي اُهو راھ
ڏسي خلوت سندي 'يُحببڪُم اللهُ'

(344) در آن خلوت سرا محبوب گردد
به حق یکبارهگی مجذوب گردد

انهي 'خلوت سراء' ۾ ٿئي اُو محبُوب
ٿئي حق ڏانهن اُهو يڪ بار مجذوب

(345) بود تابع ولی از روی معنی
بود عابد ولی در کوی معنی

رهي تابع نبِيءَ جو في الحقيقت
رهي معنيٰ سان عابد منجھ عبادت

(346) ولی وقتی رسد کارش به اتمام
که با آغاز گردد باز از انجام

مگر ٿيندو تڏهن تحقيق ڪامل
اُول آخر سان جڏهن موٽي ٿئي شامل

(347) کسی مرد تمام است کز تمامی
کند با خواجگی کار غلامی

اهوئي مرد ٿيو ڪامل تمام آھ
جو رئيس آهي مگر سڀ جو غلام آھ

(348) پس آنگاهی که ببرید او مسافت
نهد حق بر سرش تاج خلافت

جڏهن اُن انهي طرح پُورو سفر ڪيو
تڏهن حق اُن کي ڪيو پنهنجو خليفو

(349) بقائی یابد او بعد از فنا باز
رود ز انجام او دیگر به آغاز

فنا ڪان پوءِ ڪري حاصل بقا ڪي
سفر پورو ڪري موٽي مُهَڙ ڏي

(350) شریعت را شعار خویش سازد
طریقت را دثار خویش سازد

شريعت کي ڪري پوشاڪ ظاهر
طريقت کي ڪري اُو پنهنجي چادر

(351) حقیقت خود مقام ذات او دان
بود دایم میان کفر و ایمان

حقيقت تي انهي جي ذاتي منزل
منجهس ٿيو ڪفر ۽ ايمان شامِل

(352) به اخلاق حمیده گشته موصوف
به علم و زهد و تقوی بوده معروف

چڱا اخلاق ٿيا ان جا سڃيئي
منجهس ٿيا زهد تقويٰ علم ٽيئي

(353) همه با او ولی او از همه دور
به زیر قبهای ستر مستور

مِڙئي اُن سان مگر مِڙني ڪان اوُ ڏُور
رهي اسرار جي پردي ۾ مستوُر

## تمثیل

(354) تبه گردد سراسر مغز بادام
گرش از پوست بیرون بخراشی گه خام

## مثال

ڪچو جيڪو ڇليندو مغز بادام
تہ ٿيندو اُو اصل ضايع ۽ ناڪام

(355) ولی چون پخته شد با پوست نیکوست
اگر مغزش بر آری بر کنی پوست

پَچي جڏهين تڏهن لاهڻ چڱي ڪل
تو نڪري مغز سالم ساڻ اٽڪل

(356) شریعت پوست، مغز آمد حقیقت
میان این و آن باشد طریقت

شريعت کلَ ۽ مغز آهي حقيقت
انهن ٻنهي جي وچ ۾ ٿي طريقت

(357) خلل در راه سالک نقص مغز است
چو مغزش پخته شد بی پوست نغز است

خلل سالڪ جي رستي ۾ ٿيو نقصانُ
پچڻ بَعد آهي ري کَل مغز جو مانُ

(358) چو عارف با یقین خویش پیوست
رسیده. گشت مغز و پوست بشکست

اندرَ جو ٿيو يقين عارف کي جڏهين
پَکل ٿيو مغز، پوءِ کل چو نہ لاهِين

(359) وجودش اندر این عالم نیاید
برون رفت و دگر هرگز نیاید

وجُود اُن جو نہ هِن عالم ۾ موٽي
نہ موٽي هِت اچي سو جنگ جوٽي

(360) وگر با پوست تیابد تابش خور
درین نشات کند یک دور دیگر

جي سج جي تاب کان کا کَل وٺي اُور
تہ دنيا ۾ ڪري ٻيو هڪ نئون دور

(361) درختی گردد او از آب و از خاک
که شاخش بگذرد از هفتم افلاک

وڏي وڻ ٿئي مِٽي پاڻيءَ کان هِت يار
لنگھن ست آسمان اُن وڻ سندا ڏار

(362) همان دانه برون آرد دگر بار
یکی صد گشته از تقدیر جبار

اُهو داڻو ڪري هِت موٽي اظهار
ٿئي هڪڙي مان سو، سان حڪم جبّار

(363) چو سیر حبه در خط شجر شد
ز نقطه خط ز خط دوری دگر شد

ڪري جيئن داڻو وڻ جي خط ۾ ڦيرو
ٿئي نُقطي مان خط ۽ خط مان گھيرو

(364) چو شد در دائره سالک مکمل
رسد هم نقطئه آخر به اول

جڏهن سالڪ ڪري دورو مُڪمّل
رسي آخر جو نقطو تا بہ اَوّل

(365) دگر باره شود مانند پرکار
بر آن کاری که اول بود درکار

ٻيو ڀيرو ڦري، جڻ آهي پرڪار
ڪري ساڳيو اهو ڪم موٽي هر بار

(366) چو کرد او قطع یک باره مسافت
نهد حق بر سرش تاج خلافت

ڪري هڪ وار جڏهن پوري مسافت
ڪري حق اُن مٿي قائم خلافت

(367) تناسخ نبود این کز روی معنی
ظهورات است در عین تجلی

تناسخ ناهي هي تون سمجھ معنيٰ
تجلّي عَين هِي، هُو ٿيا ظهُورا

(368) و قد سالوا و قالوا ما النهاية
فقیل هی الرجوع الی البداية

ٻُڌي ڇڏ وصف ڇا آهي نهايت
ورڻ مُنڍ ڏي، 'رُجوعُ اِلَي البِدايَت'

## قاعده

## قاعدو

(369) نبوت را ظهور از آدم آمد
کمالش در وجود خاتم آمد

نبّوت پهرين ٿي ظاهر منجھ آدم
ڪمالُ اُن جو نبيّن جو ٿيو خاتِم

(370) ولایت بود باقی تا سفر کرد
چو نقطه در جهان دوری دگر کرد

رهي باقي ولايت، ساٿي سائِر
گهمي نُقطي جان دُنيا ۾ ٿي دائِر

(371) ظهور کل او باشد به خاتم
بدو گردد تمامی دور عالم

ٿئي ڪامِل ظهورو اُن جو خاتم
ٿين پُورا ڦِري تڏهن هر دو عالم

(372) وجود اولیا او را چو عضوند
که او کل است و ایشان همچو جزوند

ٻيا سڀ اَوليا اُن هڪَ جا عُضوا
اُهو ٿيو ڪُلُ ۽ هُو ان جا جُزوا

(373) چو او از خواجه دارد نسبت تام
از او با ظاهر آید رحمت عام

اُنهي جي ٿي اصل حضرت سان نسبت
ٿي ظاهر ۾ اُنهي کان عام رحمت

(374) شود او مقتدای هر دو عالم
خلیفه گردد از اولاد آدم

ٿئي اُو مُقتدا منجھ هر دو عالم
خليفو ٿئي منجهان اولاد آدم

## تمثیل

## مثال

(375) چو نور آفتاب از شب جدا شد
ترا صبح و طلوع و استوا شد

[جڏهن سج جي روشني رات جي اونداهيءَ ڪان الڳ ٿئي ٿي، تڏهن تو لاءِ صبح ٿئي ٿي، سج اُيري مٿي چڙهڻ لڳي ٿو.]

(376) دگر باره زو وز چرخ دوار
زوال و عصر ومغرب شد پديدار

[ان کان پوءِ سج ڦيھر افلاڪ ۾ گردش ڪرڻ لڳي ٿو، تڏھن ڏينھن جو زوال، ٽيھري ۽ پوءِ مغرب يعني سج جي لھڻ جو وقت ٿئي ٿو.]

(377) بود نور نبی خورشيد اعظم
گه از موسيٰ پديد و گه ز آدم

[اسان جي نبي ڪريم ﷺ جو مثال وڏي ۾ وڏي سج وانگر آھي ۽ اھو نور ڪڏھن حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ڪڏھن وري حضرت آدم عليه السلام ۾ ظاھر ٿيو.]

(378) اگر تاريخ عالم را بخوانی
مراتب را يکايک باز دانی

جيڪڏھن تون دنيا جي تاريخ کي پڙھي ڏسندين ته نبين جي درجن کان ازخود واقف ٿيندين.]

(379) ز نور هردم ظهور سايئه شد
که آن معراج دين را پايئه شد

[انھيءَ سج جي نور مان ڪيترا ئي اولڙا پيدا ٿيا جن مان دين کي عروج حاصل ٿيو.]

(380) زمان خواجه خط استوا شد
که او از ظل و ظلمت مصطفيٰ شد

[اسان جي سردار (محمد مصطفيٰ ﷺ) جو زمانو ڄڻ خط استوا آھي، جتي پھچڻ کان پوءِ سج جا پاڇا ڪونه نھندا آھن.]

(381) بخط استوا بر قامت راست
ندارد سايئه پيش و پس چپ و راست

[ھو انھيءَ خط استوا تي محڪم بيٺل آھي، جنھن ڪري سندس ڪو ئي پاڇو اڳتي پوئتي ٿي نٿو سگھي.]

(382) چو کرد او بر صراط حق اقامت
بامر فاستقم ميداشت قامت

[ھو ھميشھ حق جي راھ تي قائم رھيو ۽ ان اِلاھي امر تي آخر تائين ڄميو رھيو.]

(383) نبودش سايئه کو دارد سياهی
زهی نور خدا ظل الـٰهی

[ھن جو ڪو پاڇو نه ھو ڇو ته ھن سان ڪا اونداھي ڪونه ھئي، بيشڪ ھو واھ جو اِلاھي نور ۽ اِلاھي ذات جو پرتوو ھو.]

(384) و را قبله ميان شرق وغربست
ازين او درميان نور غرقست

[ھن جو قبلو اوڀر ۽ اولھ جي پوري وچ تي ھو، انھيءَ ڪري ھن جي ھر طرف نور ئي نور ھو.]

(385) بدست او چو شیطان شد مسلمان
بزیر پای او شد سایه پنهان

[هن جي هٿ تي شيطان بہ آڻ مڃي ويو ۽
هن جي ڪري وڏنڊڙ اونداهي گم ٿي وئي.]

(386) مراتب جمله زیر پایه اوست
وجود خاکیان از سایه اوست

[سيئي مرتبا ۽ رتبا هن ڪان هيٺ آهن،
هن ڏرتيءَ جا سڀ انسان سندس پاڇي
هيٺان آهن.]

(387) ز نورش شد ولایت سایه گستر
مغارب با مشارق شد برابر

[هن جي نور ولايت جو پاڇو هر هنڌ پوڻ
لڳو، انهيءَ ڪري اوڀر ۽ اولهہ ٻئي
يڪسان مستفيد ٿيا.]

(388) ز هر سایه که اول گشت حاصل
در آخر شد یکی دیگر مقابل

[هن جي ڪري شروع ۾ جتي روشنيءَ
جو اولڙو پهريائين پهتو، ان مان پوءِ
وري اتي اهڙو ٻيو اولڙو پيدا ٿيو.]

(389) کنون هر عالمی باشد ز امت
رسولی را مقابل در نبوت

[هاڻي دنيا جي هر ڪنڊ ۾ جتي هن جي اُمت
آهي، اُتي خدا جا وليءَ اهو ڪم پيا ڪن.]

(390) نبی چون در نبوت بود اکمل
بود از هر ولی ناچار افضل

نبين ۾ نبي هو جڏهن اَڪمل
وليّن ۾ ٿيو هي سڀ ڪان افضل

(391) ولایت شد بخاتم جمله ظاهر
بر اول نقطه هم ختم آمد آخر

ولايت نيٺ ٿي خاتم تي ظاهر
اوَل جي نُقطي تي ٿيو دور آخر

(392) از و عالم شود بر امن و امان
نبات و جانور یابد از و جان

اچي عالم ۾ ان ڪان اَمنُ ايمان
جماد ۽ جانور ۾ پڻ پوي جان

(393) نماند در جهان یک نفس کافر
شود عدل حقیقی جمله ظاهر

نہ دنيا ۾ رهي ڪو هڪڙو ڪافر
حقيقي عدل سڀ نڪري ٿئي ظاهر

(394) بود از سر وحدت واقف حق
در و پیدا نماید وجه مطلق

سجاڻي سِرّ وحدت جي ڪان اُو حق
ٿئي پيدا انهي ۾ وَجهُ مُطلق

# سوال چوٿون
# حاشيا ۽ شرح

312. يعني مرد كامل يا پورو مرد.
314. جو ممكنات ۽ تعينات مان كشفي سير سان واجب ڏي وڃي، خراب اخلاق ۽ صفات ڇڏي چڱن اخلاقن وٺڻ سان.
315. يعني جو طبعي ۽ نفساني خواهشن جي منزل كان لنگهي ٻاهر وڃي ۽ تعيّن جي خوديءَ كان آزاد ٿئي.
316. ٻهريون سبتو سير هو اطلاق كان تقيد يا تعين ڏي يعني سير الي الله ۽ هي اُبتو يا ٻُنيرو سير ٿيو تعين كان اطلاق ڏي جو انسان كامل يا فنا في الله جو مقام آهي.
318. يعني عالم جمادات يا بي جان جي حالت ۾ انهي عرصي ۾ جنهن ۾ ماءُ جي پيٽ ۾ اجا ٻار كي ساهه كونهي "اهو عرصو اكثر چاليهن ڏينهن جو چوندا آهن پوءِ روح اضافي يا حيواني انهيءَ ۾ پوي ٿو." پوءِ تنگ اچي ٻاهر نكرڻ جو اِرادو ۽ كوشش كري ٿو.
321. يعني ظاهري حواس، جي جزو سان تعلق ٿا ركن تن مان ترقي كري باطني طاقت عقل ۽ سمجهه جي حاصل كري ٿو.
322. پنهنجي خواهش يا فائدي پوري كرڻ واري طاقت آهي شهوت ۽ نقصان كان بچائڻ واري قوت آهي كاوڙ. بخل جو ضد آهي سخا، حرص جو ضد قناعت ۽ هٺ جو ضد نماڻائي، اُهي ٿئي خراب اخلاق كاوڙ ۽ شهوت جي افراط ۽ تفريط يا حد كان گهٽائي يا ٿورائي كري ٿا ٿين.
323. ديو يعني جنّ يا شيطان.
327. ٻه رستا آهن هكڙو الهامي يا خدائي كشش، ٻيو يقيني دليل، جو دل ۾ پيدا ٿئي يعني لدني علم.
330. قرآن ۾ آهي: لَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنْسَانَ فِي أَحْسَنِ تَقْوِيمٍ ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ (التين: 4-5)
331. صوفين جي اصطلاح ۾ توبه كي باب الابواب چوندا آهن جنهنكري ماڻهو دنيا ۽ آخرت كان موٽ كائي حق ڏانهن منهن كندو.
334. اهو توكل جو درجو فنا جو مقام آهي جو حضرت ابراهيم (عليه السّلام) كي حاصل هو.
335. يعني پنهنجي مرضي ۽ ارادو اصل كڏي ڇڏي ۽ خدا جي مرضي كان سواءِ كي ٻه نه گهري، اهو رضا جو مقام آهي جو حضرت موسيٰ (عليه السّلام) كي حاصل هو، صوفين جو قول آهي ته "الرضا باب الله الاعظم وجنة الدنيا".
336. يعني انهيءَ جو علم خدا جي علم ۾ محو ٿي وڃي، اهو مرتبو علم كلي جو آهي جنهنكري حضرت عيسيٰ (عليه السّلام) چوٿين آسمان تي ويو.
337. هي بقا بعد الفنا ۽ سير بالله جو درجو آهي ۽ تمكين جو مقام آهي.

338. لي مع الله وقتا لاينبعي فيه ملك مقرب ولا نبي مرسل.

339. هينين بيتن ۾ ڏيکاريل آهي تہ کامل ولايت جو نور نبيءَ توڙي وليءَ ۾ آهي ۽ انهيءَ مقام ۾ ٻئي مقبل آهن، ليڪن تفاوت هي آهي تہ نبيءَ جو نور سڌو حق کان آهي ۽ وليءَ جو نبي جي معرفت يا انهيءَ جي تابعداري سان. نبيءَ کي ولايت ظاهر ڪرڻ ضروري آهي مگر وليءَ کي مخفي رکڻ ضروري آهي.

343. هي آيت آهي قرآن مان: إِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّونَ اللَّهَ فَاتَّبِعُونِي يُحْبِبْكُمُ اللَّهُ (آل عمران: 31) اهو محبوبيت جو مرتبو آهي.

345. يعني جڏهن سالڪ ولايت جي مقام کي پهتو جو فنا في الله جو مقام آهي، تڏهن دوئي يا ظاهري عبادت ۽ نبيءَ جي پيروي انهيءَ تان معاف ٿي. احديت ۽ حقيقت واري معنوي عبادت ۽ متابعت هن کي حاصل ٿي ۽ هميشہ سُڪر ۽ استغراق ۾ رهندو.

346. ليڪن انهيءَ جو ڪمال تڏهن آهي جڏهن ڪثرت ۾ وحدت ڏسي، يعني خلق کي حق ۾ ۽ حق کي خلق ۾ ڏسي ۽ حق مطلق کي رسي وري شروع واري تعين ۽ عبوديت ۽ متابعت جي رستي تي اچي ۽ انهيءَ طرح سير يا دور پورو ڪري.

347. هي سوال ٻئي جي ٻئي ياڱي جو جواب آهي.

348. قرآن ۾ آهي تہ إِنِّي جَاعِلٌ فِي الْأَرْضِ خَلِيفَةً (البقره: 30) فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِنْ رُوحِي فَقَعُوا لَهُ سَاجِدِينَ (الحجر: 29)

349. مقام بقا بعد الفنا

350. يعني حقيقت، جو ولايت جو مقام آهي، ۽ سالڪ، جو ذات جو مظهر ٿئي ٿي، تنهن ۾ سڀ اسماء جمالي يا جلالي گڏ ٿا ٿين ۽ ڪفر ۽ ايمان داخل آهن. محو الموهوم مع صحو العلوم.

353. يعني فناء مطلق جي مقام ۾ رهڻ ڪري انهن سيني اخلاقن ۽ اوصافن کان گويا دور ۽ ڍڪيل آهن.

354. شريعت ظاهري ڪل آهي ۽ طريقت مغز آهي. وري حقيقت جي نسبت طريقت ڪل آهي ۽ حقيقت مغز آهي. جو اها توحيد حقيقت جو ظهور آهي.

355. يعني شريعت ۽ طريقت کان سواءِ حقيقت حاصل نہ ٿيندي.

357. يعني ضروري عبادت نہ ڪرڻ ڪري نقصان تو پهچي، جيئن ڪچي ڪل لاهڻ ڪري مغز کي نقصان رسي.

358. اهو ٿيو مقام وحدت ۽ ڪثرت حقيقي جو جڏهن عارف مجذوب مطلق ٿئي ٿو پوءِ سُڪر ۾ رهي يا صحو ۾.

360. يعني ڪشف حقيقي حاصل ڪرڻ کان پوءِ جي عارف چاهي تہ وري بہ نئي سر اهو دور هلائي سگهي ٿو ۽ ڪنهن مريد يا شاگرد جي صورت ۾ وري اهو ساڳيو سير يا دور ڪري، جهڙي طرح ميوو پچي ٻج ڪري ۽ اهو ٻج وري ڦٽي ٻي ڪل وٺي وڌي وڏو درخت ٿئي ۽ اهو وري ميوو ڪري.

367. كو گمان كندو تہ متئين ذكر مان تناسخ جو مطلب نكري يعني روح هكڙو بدن مٽائي ٻئي ۾ اچي، پر ائين ناهي هي آهي هكڙي سالك جي عارف كامل ٽيڻ كان پوءِ سند، ارشاد يا مرشدي جي وسيلي حقيقت جو ڳجھ ٻئي مريد مان طئي ٿئي. انهي كان وري ٻئي ۾ انهي طرح سلسلو هليو هلي، تناسخ وارو هن ۾ پهرين بدن نيست نابود نٿو ٿئي. تجلي يا نور يا حقيقت ساڳي هلي هلي.

368. هي آهي نهايت يا پڇاڙيءَ جي وصف.

369 جيئن خاتم الانبياء نبوت جو كمال آهي تيئن خاتم الولايت جو كمال آهي، سو آهي امام محمد مهدي جو قيامت كان اڳيرو ظاهر ٿيڻو آهي.

373. امام محمد مهدي حضرت محمد ﷺ جي اولاد مان آهي تنهنكري انهي جي ساڻن نسبت ٿي. نسبتون ٽن قسمن جون آهن: صلبي، قلبي ۽ حقيقي. اهي ٽئي هنن جي وچ ۾ آهن. الولد سر لابيه ۽ هي بہ حديث آهي تہ يوالي طي اسميه اسمي و كنيته وكنيتي.

374. يعني توحيد جو اسرار ظاهر ٿئي ۽ حقيقت انسانيءَ جو كمال پوري طرح پيدا ٿئي.

## سوال - پنجم

(395) که شد بر سر وحدت واقف آخر
شناسای چه آمد عارف آخر

## سوال پنجون

آهي وحدت جي ڳجھ کان ڪير واقف؟
سُڃاڻي ڇا ڪي ٿو سڏجي جو عارف؟

## جواب

(396) کسی بر سر وحدت گشت واقف
که او واقف نشد اندر مواقف

## جواب

اهو وحدت جو واقف آهي بيحد
ڇڏي ڄاڻي جو هردو جڳ جا مقصد

(397) ولی عارف شناسای وجود است
وجود مطلق او را در شهود است

۽ عارف جي نظر ۾ هڪ وجود آهه
اُهو مطلق هميشہ منجھ شهود آهه

(398) به جز هست حقیقت هست نشناخت
و با هستی که هستی پاک در باخت

نہ هستي ٻي سڃاڻي ري حقيقي
يا اُو جنهن سڀ وڃائي پنهنجي هستي

(399) وجود تو همه خار است و خاشاک
برون انداز از خود جمله را پاک

گندا ڪک ڄاڻ پنهنجي هستي تون هَڏِ
اُهي سڀ پاڻ کان اُڇلائي تُون ڇَڏِ

(400) برو تو خانه دل را فرو روب
مهیا کن مقام و جای مخبوب

ٻُهاري صاف ڪر تون دل جو حُجرو
ڏسين محبوب جو پوءِ ان ۾ مُجرو

(401) چو تو بیرون شدی او اندر آید
به تو بی تو جمالی خود نماید

اچي اندر، جڏهن نِڪرين تون ٻاهر
ٿي بيخود تا ڪري هو حُسن ظاهر

(402) کسی کو از نوافل گشت محبوب
به لای نفی کرد او خانه جاروب

[هو نوافل جي ادا ڪرڻ سان الله جو پيارو بنجي وڃي ٿو، جڏهن هو 'لا' جي نفيءَ سان پنهنجي گهر کي ٻُهارو هڻي صاف ڪري ٿو.]

(403) درون جای محمود او مکان یافت
ز 'بی یسمع و بی یبصر' نشان یافت

ٿئي محمود منزل ۾ مڪاني
ٿي 'بي يسمع' ۽ 'بي يبصر' نشاني

(404) ز هستی تا بود باقی بر او شین
نیابد علم عارف صورتِ عین

[ليکن جيستائين هن ۾ هستيءَ جي هئڻ جو ٿورو بہ گمان آهي، تيستائين عارف جو علم ڪڏهن بہ عين اليقين تائين نہ پهچندو.]

(405) موانع تا نگردانی ز خود دور
درون خانئه دل نایدت نور

موانعِ چار ڪر تون پاڻ کان ڏُور
تہ تُنهنجي دل جي حُجري ۾ اچي نُور

(406) موانع چون درین عالم چهار است
طهارت کردن از وی هم چهار است

[هن جهان ۾ چئن شين جي منع ٿيل آهي، انهيءَ ڪري انهن کان پاڪ رهڻ تمام ضروري آهي.]

(407) نخستین پاکی از احداث و انجاس
دوم از معصیت وز شر وسواس

حَدث توڙي نجس تُون پهرين ڪر ناس
ٻيا آهن گناھ ۽ شِرڪ وسواس

(408) سوم پاکی ز اخلاق ذمیمه است
که با وی آدمی همچون بهیمه است

ٽيا اخلاق بد، جي ٿيا مِرُن جان
۽ چوٿان غير سڀ، گذرن جي دل مان

(409) چهارم پاکی سر است از غیر
که اینجا منتهی می‌گرددش سیر

[چوٿون پاڻ کي بلڪ پنهنجي اندر کي هر قسم جي آلائشن کان صاف ۽ پاڪ ڪرڻو آهي ۽ اتي ئي (صوفيءَ جو) سير پورو ٿئي ٿو.]

(410) هر آن کو کرد حاصل این طهارات
شود بی شک سزاوار مناجات

[جنهن کي بہ اهي طهارتون نصيب ٿيون، اهوئي درگاھ ۾ بارياب ٿئي ٿو.]

(411) تو تا خود را بکلی در نبازی
نمازت کی شو د هرگز نمازی

انهن کان پاڻ کي ڪر پاڪ غازي
تہ پوءِ تُون ليکجين بيشڪ نمازي

(412) چو ذاتت پاک گردد از همه شین
نمازت گردد آنگه قرة العین

[جڏهن تنهنجي ذات انهن سڀني غلاظتن کان پاڪ صاف ٿي وئي، تڏهن تنهنجي عبادت يعني نماز اکين جو ٺار ٿي پوندي.]

(413) نماند در میانه هیچ تمییز
شود معروف و عارف جمله یک چیز

وِڃائي پاڻ تا تون پاڪُ ٿئين ري
ٿيو معروف عارف پوءِ هڪ شيءِ

# سوال پنجون
# حاشيا ۽ شرح

397. يعني اُهو عارف سڄاڻي تہ وجود واحد مطلق آهي ۽ ٻيو کو بہ وجود ڪونهي ۽ جيڪي آهي سو انهي جو عڪس يا ڏيکاءُ آهي.

398. يعني هيءَ معرفت ٻن رستن سان حاصل ٿي ٿئي يعني دليل يقيني سان يا ڪشف سان، يعني عين اليقين ۽ حق اليقين سان عارف ٿيڻ.

399. يعني پاڻ کان بيخود ٿي تہ حق جي وحدت وجود تائين رسين.

401. تون جو نڪرڻ يعني تعين، جو حجاب آهي، سو نڪرڻ يا خودي جو نڪرڻ.

403. هي مقام محمدي آهي جو بقا بعد الفنا جو مرتبو آهي، بي يسمع ۽ بي يبصر مٿي آيو آهي.

405. چار منع ڪندڙ يا روڪيندڙ شيون.

407. ظاهري بدن جي پليتائي.

408. جن جي هئڻ ڪري ماڻهو جانورن جي مثال آهي.

412. دل جي پاڪائي غير کان.

413. جڏهن حق کان سواءِ ٻيو ڪي بہ ڪينهي ۽ تفاوت رڳو تقيد ۽ تعيّن جو آهي، تڏهن عارف ۽ معروف هڪ ٿيا ۽ هر هڪ محو فاني ٿيو.

## سوال- ششم

(414) اگر معروف و عارف ذات پاک است
چه سودا در سر این مشت خاک است

## جواب

(415) مکن بر نعمت حق نا سپاسی
که تو حق را بہ نور حق شناسی

(416) جز او معروف و عارف نیست دریاب
ولیکن خاک می یابد ز خور تاب

(417) عجب نبود که دارد ذره امید
هوای تاب مهر و نور خورشید

(418) به یاد آور مقام حال فطرت
کز آنجا باز دانی اصل فکرت

(419) 'الست بربکم' ایزد چرا گفت
که بود آخر که آن ساعت 'بليٰ' گفت

(420) در آن روزی که گلها می سرشتند
به دل در فیضنه ایمان نوشتند

(421) اگر آن نامه را یک ره بخوانی
هر آن چیزی که می خواهی بدانی

## سوال ڇهون

جي ٿيا معروف عارف ذات هڪ پاڪ
طلب ۾ ڇو رهي ٿي پوءِ هيءَ خاڪ؟

## جواب

نہ ٿي بي شڪر تون نعمت ڪان حق جي
سڃاڻين نورَ حق جي سان ٿون حق ڪي

اُهو ئي عارف ۽ معروف آهي
مگر سڄ جو اثر ٿي خاڪ چاهي

ٿئي ذرّي جي پُوري ڇو نہ اميد
رسائي تنهن ڪي تاب ۽ نُور خورشيد

[جڏهن تون پنهنجي فطري مقام ۽ حال
کي ياد ڪندين، تڏهن تنهنجي فڪر ۽
سوچ ۾ اصل ڳالهہ اچي ويندي.]

'اَلستَ بَرَبِڪُمَ' ڪنهن ڪي خدا چيو؟
وراڻيءَ ۾ اُنهي دم ڪنهن 'بليٰ' چيو؟

مِٽي جنهن ڏينهن آدم جي رِٽيائون
لِکيو ايمان جو اُن ۾ لِکيائون

لکيو سو جيڪڏهن بَندا پڙهين تون
سيئي ڄاڻين اُهو جيڪي گهُرين تون

(422) تو بستی عقد عهد بندگی دوش
ولی کردی به نادانی فراموش

اَلستي عهد ڪيُئي جيڪو، نہ پاريئي
ٿِي نادان، بندگي حق جي وساريئي

(423) کلام حق بدان گشته است منزل
که با یادت دهد آن عهد اول

[ڪلام اِلاهي جي نازل ٿيڻ جو اهوئي ڪارڻ آهي تہ تو کي اهو پنهنجو اصلي ڪيل واعدو ياد اچڻ گهرجي.]

(424) اگر تو دیدهی حق را به آغاز
در اینجا هم توانی دیدنش باز

اَزل ۾ آهي جي حق کي ڏٺو تو
تہ هِت پڻ تون ڏسي اُن کي سگهين ٿو

(425) صفاتش را ببین امروز اینجا
که تا ذاتش توانی دید فردا

تون ڪر ديدار اُن جو اڄ صفاتي
سڀاڻي ان جو ڪر ديدار ذاتي

(426) وگرنه رنج خود ضایع مگردان
برو بینوش 'لایهدی' ز قرآن

[اَن ڪري تون پنهنجي محنت اجائي ضايع نہ ڪر، تڏهن تہ قرآن ۾ فرمايو ويو آهي 'لا تهدي' (تون هنن کي هدايت تي آڻي نٿو سگهين).]

## تمثيل

## مثال

(427) ندارد باورت اکمه ز الوان
اگر صد سال گوئی نقل و برهان

انڌي کي ڄائي ڄمر ڪان ٿي اُونڌائي
رنگن جي اُن کي پوندي سُڌ نہ ڪائي

(428) سفید و زرد و سرخ و سبز و کاهی
به نزد او نباشد جز سیاهی

[انڌي جي آڏو اڇو هجي يا پيلو، ڳاڙهو هجي يا گهٽ وڌ سائو، هن وٽ سڀئي ڪارنهن ۾ اونداهي آهن.]

(429) نگر تا کور مادرزاد بدحال
کجا بینا شود از کحل کحال

[اَن ماءُ پيٽان ڄاول انڌي جي حال تي غور ڪر، اهو آخر ڪهڙي حاذق حڪيم جي سرمي سان سڄو ٿي سگهي ٿو!]

(430) خرد از دیدن احوال عقبیٰ
بود چون کور مادرزاد دنیا

ڏسي اِئين سگهندو آخر عقل عُقبيٰ
ڏسي جيئن ڪور مادرزاد دنيا

(431) ورای عقل طوری دارد انسان
که بشناسد بدان اسرار پنهان

رکي ٻيو رستو ماڻهو عقل ڌارا
ڏسي جنهن سان سگهي اِسرارَ سارا

(432) بسان آتش اندر سنگ و آهن
نهاده است ایزد اندر جان و در تن

ڳجهو سو جان تن ۾ رب رکيو آهه
لِڪل جيئن لوهه پاهڻ ۾ رهي باهه

(433) چو بر هم اوفتاد این سنگ و آهن
ز نورش هر دو عالم گشت روشن

اُهي ٻيئي جڏهن هڪبئي سان ٺهڪن
تڏهن ٿئي هردو عالم تن مان روشن

(434) از آن مجموع پیدا گردد این راز
چو بشنیدی برو خود را بپرداز

[انهن جي گڏجڻ ۽ ملڻ سان اهو راز ظاهر ٿئي ٿو، توکي پڪ ٿي اچي ته وڃ ۽ پنهنجو پاڻ تي اهو نسخو وڃي آزمائي ڏس.]

(435) توئی تو نسخئه نقش الاهی
بجو از خویش هر چیزی که خواهی

يقين نُسخو الاهي خود تُون آهين
لهين ڳولي اندر جيڪي تُون چاهين

# سوال ڇهون
# حاشيا ۽ شرح

414. يعني آدم.
416. يعني عالم يا اعيان ثابت جي ذري جي مثال آهن ۽ حق سج جي مثال آهي .
419. اها وراثي حقيقت انساني يا آدم جي اولاد ڏني.
420. قرآن ۾ آهي تہ أُولَٰئِكَ كَتَبَ فِي قُلُوبِهِمُ الْإِيمَانَ (المجادلة:22)
422. يعني اهو الست وارو عهد وجود علمي ۾ ڪيئي مگر وجود عيني ۾ وساري ڇڏئي، تعين يا جسم جي حجاب ڪري.
430. يعني آخرت جو احوال دنيا جو ماڻهو اهڙو ڏسي سگهندو جهڙو ڪو ڇائي ڄم کان انڌو ڏسي سگهي، يعني عقل جي اتي جاء ڪانهي.
432. اهو ٻيو رستو، جو ظاهري ۽ نظري عقل جو ناهي سو آهي ڪشف ۽ الهام جو، جو عشق دل جي صفائي ۽ عبادت ۽ سلوڪ ۽ مدامي توجهہ سان حاصل ٿو ٿئي ۽ جو نبين ۽ ولين جو رستو آهي.
435. من عرف نفسه فقد عرف ربه.

## سوال - هفتم

(436) کدامین نقطه را نطق است 'اناالحق'
چه گوئی هرزه بود آن یا مزبق

## جواب

(437) انا الحق کشف اسرار است مطلق
بجز حق کیست تا گوید انا الحق

(438) همه ذرات عالم همچو منصور
تو خواهی مست گیرو خواه مخمور

(439) در این تسبیح و تهلیلند دائم
بدین معنی همی باشند قائم

(440) اگر خواهی که بر تو گردد آسان
'و ان من شیء' را یک ره فرو خوان

(441) چو کردی خویشتن را پنبه‌کاری
تو هم حلاج وار این دم برآری

(442) برآور پنبه پندارت از گوش
ندای 'واحد القهار' بینوش

(443) ندا می آید از حق بر دوامت
چرا گشتی تو موقوف قیامت

## سوال ستون

سو آهي ڪير جو چئي ٿو 'أنا الحق'
چيو جنهن ايئن، سچو هو يا هو احمق؟

## جواب

أنا الحق سان ڪُلي ٿو سِرُّ مُطلق
سو حق ري ڪير ٿيو، چئي جو أناالحق؟

آهن ذرّا سڀئي عالم جا منصُور
ڪڏهن تا مست بيخُود ڪڏهن مَخمُور

ٿي اي۽ تسبيح تَهلِيل اُن جي دائم
رهن تا نِت انهي معنيٰ سان قائم

جي پانئين ٿئي اهو سڀ توتي آسان
'وَاِنۡ مِن شَيءٍ يُسَبّحِ' پڙهه تُون قُرآن

پچين جي نفس، پنهنجو تُون ڪُپهه جيئن
تہ پڻ حَلاّج وانگي تُون بہ چئين تيئن

ڪپهه پندار جي ڪڍ پنهنجي ڪن مان
ندا ساڳي ٻُڌين هر شي۽ جي واتان

[حق جو آواز هر وقت پيو اچي پو۽ تون آخر ڇا لا۽ قيامت جي ڏينهن جي انتظار ۾ آهين.]

(444) در آ در وادی ایمن که ناگاه
درختی گویدت 'انی انا الله'

ٺون آ منجھ وادي اَيمن تہ ناگاھ
ٻُڌين ڪنهن وڻ منجھان 'اِنّي اَناالله'

(445) روا باشد انا الله از درختی
چرا نبود روا از نیک بختی

چئي وڻ جي 'اَنا الله'، چو روا ناھ
تہ ڪو ھڪ نيڪ ٻانھو چئي اَناالله؟

(446) هر آن کس را که اندر دل شکی نیست
یقین داند که هستی جز یکی نیست

جنھين کي دل ۾ ايمان ۽ يقين آھ
سو ڄاڻي ھڪڙي ھستيءَ ري ٻيو ڪِين آھ

(447) انانیت بود حق را سزاوار
که هو غیبست و غائب وهم و پندار

انانِيّت اصل حق کي جُڳائي
جو حق حاضر ۽ ھُو غائب چوائي

(448) جناب حضرت حق را دوئی نیست
در آن حضرت من و ما و توئی نیست

جناب حضرت حق کي دُوئي ناھ
سندس درگاھ ۾ مائي ٿُوئي ناھ

## قاعده

## قاعدو

(449) من و ما و تو او هست یک چیز
که در وحدت نباشد هیچ تمییز

آءٌ تون ھُو، ٿئي ھڪ چيز آھن
جو وحدت ۾ تفاوت ڪو نہ پائن

(450) هر آن کو خالی از چون و چرا شد
انا الحق اندر او صوت و صدا شد

ٿيو پاڻان جو خالي سڀ پيچي ساز
اَنا الحق جو ٻُڌي سو ھردم آواز

(451) شود با وجه باقی غیر هالک
یکی گردد سلوک و سیر و سالک

ٿئي باقي سان گڏجي غير ھالڪ
ٿين ٿئي ھڪ، سُلوڪ ۽ سَير سَالِڪ

(452) حلول و اتحاد از غیر خیزد
ولی وحدت همه از سیر خیزد

حلول ۽ اِتّحاد آھن منجھان غير
مگر وحدت ٿئي پيدا منجھان سَير

(453) تعین بود کز هستی جدا شد
نه حق شد بنده نه بنده خدا شد

تعين هو جو هستي کان جُدا ٿيو
نہ حقُ بندو نہ بندو ئي خُدا ٿيو

(454) حلول و اتحاد اینجا محال است
که در وحدت دویی عین ضلال است

حُلول ۽ اِتحاد ايءُ ناهي حالت
جو وحدت ۾ دُوئي آهي ضَلالت

(455) وجود خلق و کثرت درنمود است
نه هرچه آن مینماید عین بود است

هي مخلوقات کثرت منجھ وجود آھ
نہ جيکي ڏسجي ٿو سو عَين بُود آھ

## تمثیل

## مثال

(456) بنه آئینه ای اندر برابر
در او بنگر ببین آن شخص دیگر

رکي آئينو ڏِس پنهنجي برابر
ٻيو ماڻھو ڏسين ٿو تنهن جي اندر

(457) یکی ره باز بین تا چیست آن عکس
نه این است و نه آن پس کیست آن عکس

اهو عکس آهي ڇا؟ کو ڪير آهي
نہ هِي آهي نہ هُو، ٻيو ڪير آهي؟

(458) چو من هستم به ذات خود تعین
نمیدانم چه باشد سایئه من

بذاتِ خُود جَڏهن آءٌ آهيان موجُود
نُمود آهي تڏهن اِيءُ پاڇو بي بُود

(459) عدم با هستی آخر چون شود ضم
نباشد نور و ظلمت هر دو با هم

ڪڏهن ٿئي ڪِين هستي نيستي گڏ
ٿئي ڪيئن نُور ۽ ظُلمت ٻئي گڏ؟

(460) چو ماضی نیست مستقبل مه و سال
چه باشد غیر ازین یک نقطئه حال

[ماضيءَ وانگر مستقبل جا وري ڪھڙا
مهينا ۽ سال ٿيندا، اهو ٻيو ڪجھ ڪونهي
فقط موجود (حال جو) نقطو آهي.]

(461) یکی نقطه اشت وهمی گشته ساری
تو او را نام کرده مهر جاری

آهي هڪ نقطو، ڏسجي ليڪ ساري
ڦِرو تڪڙو تو ڏسجي نَهر جاري

(462) جز از من اندرین صحرا دگر نیست
بگو با من که تا صوت و صدا چیست

هيو کو کو نہ سُڄ ۾، آءٌ ۽ واءُ
تڏهن چؤ مُون کي آهي ڇا هي پڙلاءُ؟

(463) عرض فانیست جوهر زو مرکب
بگو کی بود یا خود کو مرکب

[عرض هميشه فاني آهي ۽ جوهر انهن جو مرڪب هوندو آهي، پوءِ اهو ڪيئن ٿو باقي رهي سگهي ۽ مرڪب ڪيئن ٿو بچي سگهي.]

(464) ز طول و عرض و ز عمق است اجسام
وجودی چون پدید آید ز اعدام

[سڀ جسم ڊيگهہ، ويڪر ۽ اونهائي جي ڪري وجود ۾ اچن ٿا، پوءِ اهو سمجهہ تہ عدم مان وجود ڪيئن پيدا ٿيو؟]

(465) ازین جنس است اصل جمله عالم
چو دانستی بیار ایمان فالزم

سڄو عالم اِنهي جو ٿيو نمونو
تون سمجهي ڪر سهي ايءُ سِرُ أونهو

(466) جز از حق نیست دیگر هستی الحق
هوالحق گوی و گر خواهی انا الحق

جڏهن بي هستي حق ري ناهي اَلحق
وٽئي تئن چَؤ، هُوَ الحق يا اناالحق

(467) نمود وهمی از هستی جدا کن
نه ای بیگانه خود را آشنا کن

نُمايش وهمي ۽ هستيءَ ۾ ڪر فرق
تون وٿ حق کي تعيّن ۾ نہ ٿي غرق

# سوال ستون
## حاشيا ۽ شرح

437. يعني بيشڪ سڀ اسرار کُلي پون ٿا.
438. مستي پوري بيخودي، فنا ۽ سُکر آهي ۽ مخموري يا خمار پوري بيخودي ناهي ۽ اُها شريعت ۽ طريقت ۾ منع ٿيل آهي. شاهه عبداللطيف ٿو چوي ته

سيت پچار پرين جي سيت هوت حضور،
مُلڪ مڙئي منصور، کهي کهندين ڪيترا.

439. يعني سبحان الله ۽ لااله الاالله چوڻ يعني سڀ ڪا شيءِ اناالحق پئي چوي.
440. وَإِنْ مِنْ شَيْءٍ إِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمْدِهِ (بني سرائيل: 44) جي آيت مان به اهوئي مطلب ٿو نڪري ته سيڪا شيءِ سبحان الله ۽ الحمد الله ٿي چوي.
441. حلاج يعني ڪپهه پجڻ وارو، لقب آهي منصور جو، جنهن اناالحق ٿي چيو.
444. جيئن حضرت موسيٰ (عليہ السّلام) ٿي ٻڌو.
447. يعني آءُ چوڻ يا اناالحق چوڻ حق کي ڄُڳائي جنهن کي هُو يا غائب سڏڻ مناسب ناهي جو حق هميشه حاضر آهي.
448. يعني آءٌ ۽ تون.
451. يعني جڏهن تعيّن يا غير سڀ نڪري ويو ۽ وجود مطلق وڃي رهيو، تڏهن شين جي وچ ۾ تميز ۽ تفاوت سڀ نڪري ويو ۽ سڀ هڪ شيءِ ٿي پيون.
452. حلول آهي حق جو غير يا ڪنهن ٻي شيءِ ۾ اچڻ ۽ اتحاد آهي ٻيءَ شيءِ سان گڏجي هڪ ٿي وڃڻ. اهي ٻئي ڪفر آهن پر وحدت حقيقت ۾ غيريت جي اصل جاءِ ڪانهي. ٻي شيءِ اصل آهي ئي ڪانه سواءِ حق جي. دوئي جو نالو ئي ڪونهي. ضلالت يعني گمراهي ۽ سير ٻئي بيت ۾ ڪثرت ٿو ڏيکاري جنهن ۾ وحدت لڪل آهي.
453. يعني ائين ناهي ته توکي ڪا هستي آهي سا ڇڏي پاڻ کي فاني ڪر. تو کي هستي اصلي ڪانهي. ائين ناهي ته حق بندو ٿيو يا بندو حق ٿيو. اهو ته حلول ۽ اتحاد آهي، پر وجود مطلق رڳو حق آهي ٻيو سڀ تعين آهي. اهو شمار ۾ نه آڻ ته پوءِ حق کان سواءِ ٻيو ڪي به ڪين رهندو.
455. سڀ مخلوقات يا جيڪي ڏسجي ٿو سو وحدت يا وجود ۾ ڪثرت آهي ۽ انهي کي ڪا ذاتي هستي ڪانهي. هيٺ انهي جا ڪي مثال ٿو ڏئي.
458. يعني اهو عڪس رڳو هڪڙي خيالي مثالي صورت آهي ۽ نمود بي بود آهي، ڏسجي ٿو مگر حقيقت ڪري آهي ڪي ڪين.
459. يعني به ضد گڏجي ڪين سگهندا.
460. نمود وهمي يا تعين.

## سوال - هشتم

(468) چرا مخلوق را گویند واصل
سلوک و سیر او چون گشت حاصل

## سوال اٺون

چون مخلوق سالڪ کي چو واصل
سلوڪ ۽ سير ڪينءَ ٿيو اُن کي حاصل؟

## جواب

(469) وصال حق ز خلقیت جدایی است
ز خود بیگانه گشتن آشنایی است

وصالِ حق آهي خلقئون جُدائي
ٿيڻ بيگانو پاڻئون، آشنائي

(470) چو ممکن گرد امکان برفشاند
به جز واجب دگر چیزی نماند

آهي مُمڪنُ بہ هستيءَ وقت واجب
تعيّن سان عدم ۾ ٿئي تو غائب

(471) وجود هر دو عالم چون خیال است
که در وقت بقا عین زوال است

وجود ايئن هردو عالم جو خيال آهہ
بقا جي وچ ۾ جڻ اُن کي زوال آهہ

(472) نه مخلوق است آن کو گشت واصل
نگوید این سخن را مرد کامل

نہ ٿئي مخلوق هرگز حق سان واصل؟
عدم ساڪن کي ڪيئن ٿئي سير حاصل

(473) عدم کی راه یابد اندر این باب
چه نسبت خاک را با رب ارباب

[پلا، عدم آخر اُتي ڪيئن تو پهچي
سگهي؟ مٽي يا خاڪ کي مالڪ ۽ حاڪم
سان ڪهڙي نسبت ٿي سگهي ٿي؟]

(474) عدم چبود که با حق واصل آید
وز او سیر و سلوکی حاصل آید

[عدم ڪير ٿيندو آهي جيڪو حق سان
واصل ٿئي يا ڪيس سير ۽ سلوڪ
حاصل ٿئي؟]

(475) اگر جانت شود زین معنیٰ آگاه
بگوئی در زمان استغفر الله

[جيڪڏهن تو کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾
اچي وڃي تہ جيڪر فوراً ان وقت ئي
استغفر الله چئي ڇڏين.]

(476) تو معدوم و عدم پیوسته ساکن
به واجب کی رسد معدوم ممکن

[تون پاڻ معدوم آهين ۽ عدم جو ساڪن (رهندڙ) آهين، ان صورت ۾ معدوم ۽ ممڪن (جيڪو تون آهين) ڪيئن واجب کي پهچي سگهندو.]

(477) ندارد هیچ جوهر بی‌عرض عین
عرض چبود که لایبقی زمانین

[توکي خبر آهي ته عرض جوهر کان سواءِ قائم نٿو رهي سگهي، هوڏانهن عرض لاءِ چيو ويو آهي ته اهو ٻه گهڙيون باقي نٿو رهي سگهي.]

(478) حکیمی کاندر این فن کرد تصنیف
به طول و عرض و عمقش کرد تعریف

آهي نِت جِسم عالم جوهر ۽ عرض
اُنهي کي طُول عَرض ۽ عُمق ٿيو فرض

(479) هیولی چیست جز معدوم مطلق
که می‌گردد بدو صورت محقق

مُرڪب جسم ٿيو صورت هُيوليٰ
اُهي آهن سيئي معدوم اُصلا

(480) چو صورت بی هیولی در قدم نیست
هیولی نیز بی او جز عدم نیست

حقيقت پنهنجي پڻ ڪر تون معلوم
نہ موجود آهي ذاتي ۽ نہ معدوم

(481) شده اجسام عالم زین دو معدوم
که جز معدوم از ایشان نیست معلوم

آهي ممڪن سِوا هستيءَ جي معدوم
نہ هستي ٿئي ٿي ري امڪان معلوم

(482) ببین ماهیت را بی کم و بیش
نه معدوم و نه موجود است در خویش

[ان جي ماهيت کي گهٽ وڌائي کان سواءِ ڏسڻ سک، اهو اصل ۾ نہ معدوم آهي نہ موجود!]

(483) نظر کن در حقیقت سوی امکان
که بی او هستی آمد عین نقصان

[تون اهڙيءَ طرح امڪان جي حقيقت تي بہ غور ڪر، ڇو تہ ان کان سواءِ ڪنهن بہ هستيءَ جو هئڻ ممڪن ڪونهي.]

(484) وجود اندر کمال خویش ساری است
تعینها امور اعتباری است

وجود آهي سڀني عالم ۾ ساري
تعيّن امر آهي اِعتباري

(485) امور اعتباری نیست موجود
عدد بسیار و یک چیز است معدود

نہ آهن اعتباري اَمر موجود
ڳڻڻ ۾ هڪ، هزار ۾ لک ٿئي زُود

(486) جهان را نیست هستی جز مجازی
سراسر کار او لهو است و بازی

آهي عالم کي هستي، پر مجازي
حيواةُ الدّنيا آهي لَهو بازي

## در اطوار وجودتمثیل

## مثال

(487) بخاری مرتفع گردد ز دریا
به امر حق فرو آید به صحرا

منجهان دريا بُخار اُڀ ڏي اُٿي ٿو
وري قدرت سان ڌرتي تي وسي ٿو

(488) شعاع آفتاب از چرخ چارم
فرو بارد شود ترکیب با هم

مٿان گرمي اچي سج جي انهي تي
وري اُڀ تي اُٿي ڌرتيءَ تان اُڀَ ڏي

(489) کند گرمی دگر ره عزم بالا
در آویزد بدو آن آب دریا

[جڏهن سج کان مليل گرمي وري زمين
کان مٿي وڃڻ لڳي ٿي، تڏهن سمنڊ مان
اپرندڙ بخار ان سان شامل ٿين ٿا.]

(490) چو بایشان شود خاک و هوا ضم
برون آید نباتی سبز و خرّم

هَوا پاڻي مِٽي گرميءَ سان گڏجي
ٿئي ساوڪ، نباتي شڪل سڏجي

(491) غذای جانور گردد به تبدیل
خورد انسان و یابد باز تحلیل

وري ساوڪ ۾ اوپڙ ڪائي حيوان
وري حيوان کي ڪائي ٿو انسان

(492) شود یک نطفه و گردد در اطوار
وز آن انسان شود پیدا دگر بار

ڪري انسان پنهنجو نَسل پيدا
منجهس ٿئي رُوح حيواني هُوَيدا

(493) چو نور نفس گویا در تن آمد
یکی جسم لطیف و روشن آمد

[جڏهن بدن ۾ نفس وارو نور داخل ٿئي ٿو،
تڏهن لطيف ۾ روشن جسم جنم وٺي ٿو.]

(494) شود طفل و جوان و کهل و کمپیر
بداند علم و رای و فهم و تدبیر

(495) رسد آنگه اجل از حضرت پاک
رود پاکی به پاک خاک با خاک

بَدرجي ٿئي اهو طفل ۽ جوان پير
پرائي علم عَقل ۽ فهم تدبير

اجلُ پوءِ موڪلي اُن ڏي تو رب پاڪ
وڃي ڏانهن پاڪ، پاڪ ۽ خاڪ ڏانهن خاڪ

(496) همه اجزای عالم چون نباتند
که یک قطره ز دریای حیاتند

نبات آهن جُزا عالم جا گويا
ڦڙو هڪ ڄڻ منجهان وحدت جي دريا

(497) زمان چون بگذرد بروی شود باز
همه انجام ایشان همچو آغاز

(498) رود هر یک از ایشان سوی مرکز
که نگذارد طبیعت جوی مرکز

ٿئي آغاز وانگي اُن جو انجام
گهڙي ڪن نيست جو ڄڻ هست ٿيو نام

[انهن مان هر هڪ پنهنجي مرڪز يا اصل ڏانهن ڊوڙي ٿو، ڇو ته سندس مزاج مرڪز کان پري رهڻ نٿو ڏئي.]

(499) چو دریائی است وحدت لیک پر خون
کز او خیزد هزاران موج مجنون

[اهو وحدت جي رت سان وهندڙ درياءَ آهي، جنهن جي هر لهر منجهه هزارين قسم جا جنون سمايل آهن.]

(500) نگر تا قطره باران ز دریا
چگونه یافت چندین شکل و اسما

[اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪر ته آخر بارش جو هڪ قطرو درياءَ ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ ڪيترين صورتن ۽ نالن سان ظاهر ٿيو آهي.]

(501) بخار و آب و باران و نم و گل
نبات و جانور و انسانِ کامل

[اهوئي قطرو ٻاڦ، پاڻي، مينهُن، ماڪ ۽ مٽيءَ ۾ رلجي وڃي ٿو، تڏهن ان مان نباتات، حيوانات ۽ ڪامل انسان پرگهٽ ٿين ٿا.]

(502) همه یک قطره بود آخر در اول
کز او شد این همه اشیا ممثل

[آخر شروع ۾ اهو هڪڙو قطرو ئي ته هيو، جيڪو پوءِ ايترين شين جي رنگ روپ ۾ سامهون اچي ٿو.]

(503) جهان از عقل و نفس و چرخ و اجرام
چو آن یک قطره دان ز آغاز و انجام

[ان صورت ۾ هي جهان جنهن ۾ عقل ۽ ساهوارا آهن ته آسماني جسم به آهن، انهن سڀني جي شروعات ۽ پڇاڙي ان قطري کان ٿئي ٿي.]

(504) اجل چون در رسد در چرخ و انجم
شود هستی همه در نیستی گم

[ليڪن جڏهن اصل يعني انهن جو مقرر وقت اچي پهچي ٿو، اهي ست افلاڪي جسم ۽ انهن جو وجود سڀ ختم ٿي وڃن ٿا.]

(505) چو موجی بر زند گردد جهان طمس
یقین گردد که این لم تغن بالامس

ڪري ٿو مَوج وحدت جي نهايت
’ڪان لَم تَغنَ بِالأمس‘ آهي آيت

(506) خیال از پیش برخیزد به یک بار
نماند غیر حق در دار دیار

وجي مرڪز ڏي موٽي نقطو هر هڪ
جُزي کي ڪُل جي، شيءِ کي اصل جي ڇڪ

(507) ترا قربی شود آن لحظه حاصل
شوی بی تو توئی با دوست واصل

تڏهن ٿئي قُربُ حق جو توکي حاصل
ڇڏين جڏهن تُوئي، ٿين تنهن سان واصل

(508) وصال این جای گه رفع خیال است
چو غیر از پیش برخیزد وصال است

وصال اصلي اِتي ٽارڻ خيال آهه
ٽريو جي خيال دل تان، پوءِ وصال آهه

(509) مگو ممکن ز حد خویش بگذشت
نه او واجب شد و نه واجب او گشت

ٿيو مُمڪن نه ڪنهن پر حد کان غائب
نه واجب مُمڪن ۽ مُمڪن نه واجب

(510) هر آن کو در معانی گشت فایق
نگوید کین بود قلب حقایق

[جيڪو به حقيقت جي تهه تائين پهچي ٿو، اهو ان کي حقيقت جي ڦير گهير هرگز نه چوندو.]

(511) هزاران نشاه داری خواجه در پیش
برو آمد شد خود را بیندیش

ظهورا ٿيا گهڻا ماڻهوءَ کي درپيش
ڪري اچُ وڃُ اجا تن تي ڪم وبيش

(512) ز بحث جزو و کلّ نشأت انسان
بگویم یک به یک پیدا و پنهان

جُڳائي اُن کي تِن سڀني جو ويچار
ٿئي معنيٰ حقيقت اُن تي اظهار

# سوال اٺون
# حاشيا ۽ شرح

470. امڪان نمود بي بود آهي. جڏهن نمود وهمي ويو تڏهن باقي بوُد بچيو. أهو نمود جيسين هستيءَ ۾ يا نمود ۾ آهي تيسين واجب يا موجود پيو ڄاڻجي.
479. جسم جڙيل آهي صورت ۽ هيوليٰ مان، جي ٻئي معدوم آهن ۽ جسم ڪي جوهر ۽ عرض ٿئي ٿو، اهي بہ ٻئي معدوم آهن مطلب جيڪي عالم ۾ آهي سو سڀ معدوم آهي هستي رڳي حق جي آهي جنهن جي ڪري هت ڏسجن ٿا.
481. ممڪن امڪان واري شيءِ حقيقت ڪري معدوم آهي مگر اصل واري هستيءَ جي موجود ٿي شمار ڪجي ۽ اصل واري هستي بہ انهي امڪان يا تعين کان سواءِ جيڪر معلوم ٿي ڪين سگهي، تنهنڪري اهي ٻئي يعني وحدت ۽ ڪثرت ضروري آهن.
484. حقيقت ڪري تعين موجود نہ آهي معدوم آهي مگر اعتبار ڪري فرض ڪجي ٿو تہ موجود آهي.
486. اها هستي عالم جي حقيقي نہ ٿيبي پر مجازي ٿيبي ۽ قرآن ۾ آهي تہ إِنَّمَا الْحَيَاةُ الدُّنْيَا لَعِبٌ وَلَهْوٌ (محمد:36)
505. هي قرآن مان آيت آهي جنهن جِي معنيٰ آهي تہ ڄڻ تہ ڪالهہ هئي ڪا نہ. يعني بي بقا آهي، اڄ آهي پر ڪالهہ هئي ڪانہ.
508. تعين هڪڙو خيال يا وهم يا نمود بي بود آهي. اهو جڏهن محو ٿيو تڏهن وصال ٿيو.
509. يعني ممڪن انهي هستيءَ جي ڪري موجود يا واجب نہ ٿيبو، اعتباري ۽ معدوم ٿيبو. نڪي اصل واري هستي ممڪن ۾ ظاهر ٿيڻ ڪري معدوم شمار ڪبي.
511. ظاهري يا معنوي ظهورا انسان جي لاءِ گهٽائي اڃا پيا آهن. جيئن منجهس هيستائين قير گهير ٿيندا آيا آهن تيئن اڳتي بہ ٿيندا رهندا.

## سوال - نهم

(513) وصال واجب و ممکن به هم چیست
حدیث قرب و بعد و بیش و کم چیست

## جواب

(514) ز من بشنو حدیث بی کم و بیش
ز نزدیکی تو دور افتادی از خویش

(515) چو هستی را ظهوری در عدم شد
از آنجا قرب و بعد و بیش و کم شد

(516) قریب آن هست کو را رش نور است
بعید آن نیستی کز هست دور است

(517) اگر نوری ز خود در تو رساند
ترا از هستی خود وا رهاند

(518) چه حاصل مر ترا زین بود نابود
کز و گاهست خوف و گه رجا بود

(519) نترسد زو کسی کو را شناسد
که طفل از سایئه خود می هراسد

(520) نماند خوف اگر گردی روانه
نخواهد اسب تازی تازیانه

(521) ترا از آتش دوزخ چه باک است
گر از هستی تن وجان تو پاک است

## سوال نائون

پلا ڪيئن مُمڪن ۽ واجب جو ٿئي وصل
آهي ڪيئن حقّ جو قُرب ۽ بُعد در اصل؟

## جواب

حقيقت ان جي ٻُڌ تون هاڻ مون کان
آهين نزديڪ پر ٿئين ڏور پاڻان

عدم ۾ ڪيو جڏهن هستيءَ ظهورو
تڏهن ٿيو قُرب بُعد ۽ ڪم تي پورو

قريب اُو آهه جنهن تي رشّ ڪيو نُور
بَعِيد اُو نيست، جو ٿيو هست کان دور

اندر مان نور جي توکي رسائِن
تہ هستيءَ پنهنجي کان توکي ڇڏائِن

مرِين هِن بُود ۽ نابُود لئي ڇو
ڪڏهن اُميد اُن مان ۽ ڪڏهن ڀَوُ

ڊڄي اُن کان نہ، جو اُن کي سڃاڻي
ڊڄي ٿو ٻارڙو پاڇي کان پنهنجي

وڃي ڊپ جڏهن طلب ۾ تون وجهين ڊُڪ
گهُري ٿو گهوڙو تازي ڪين چهبُڪ

اٿئي ڊپُ باهه دوزخ جي ڪان ڪهڙو
جو هستيءَ کان ٿئين تون پاڪ آجو

(522) از آتش زر خالص بر فروزد
چو غیشی نبود اندر وی چه سوزد

ڏئي تو باهہ ۾ نج سونُ جهلڪا
نہ هوُندو مَٽُ، تڏهن سڙندو وري ڇا

(523) ترا غیر از تو چیزی نیست در پیش
ولیکن از وجود خود بین دیش

تون آهين پاڻ کي پاڻهي ئي آڏو
خودي توکي رڳو کوڙائي ڪاڏو

(524) اگر در خویشتن گردی گرفتار
حجاب تو شود عالم به یک بار

ٿئين جي پاڻ ۾ پنهنجو گرفتار
تہ عالَم ٿيو حجاب ۽ پردو يڪبار

(525) تویی در دور هستی جزو اسفل
تویی با نقطئه وحدت مقابل

وجودي دَور جو تون جُزو هيٺيون
تون آهين نقطۂ وحدت جي سامهون

(526) تعینهای عالم بر تو طاری است
ازان گوئی چو شیطان همچو من کیست

تعيّن تو ۾ عالَم جي ڪيو قير
چئين شيطان جان مون جهڙو ٿيو ڪير

(527) از آن گوئی مرا خود اختیار است
تن من مرکب و جانم سوار است

انهي ڪان چئين مون کي خود اختيار آهہ
جو تنُ گهوڙو ۽ مَنُ اُن جو سوار آهہ

(528) زمام تن به دست جان نهادند
همه تکلیف بر من ز آن نهادند

۽ تنَ جي واڳ جڏهن مَنَ کي ڏنائون
تڏهن تڪليف سڀ مَنَ تي رکيائون

(529) ندانی کین همه آتش پرستی است
همه این آفت و شوخی ز هستی است

آهي نادان ايءَ آتش پرستي
اِها حرڪت آهي هستيءَ جي مستي

(530) کدامین اختیار ای مرد عاقل
کسی کو را بود بالذات باطل

آهي ڇا اختيار اُن کي اي جاهل!
جنهِين جي ذاتِ آهي نيست باطل

(531) چو بود تُست یک سر همچو نابود
نگویی که اختیارت از کجا بود

جڏهن ٿيو بُود تنهنجو مثل نابُود
ٿيو اختيار ٻِئي جو توکي ڇا سُود

(532) کسی کو را وجود از خود نباشد
به ذات خویش نیک و بد نباشد

جنهِين کي پنهنجي هستي ناهي ذاتي
تنهِين نيڪي بدي ذاتي نہ پاتي

(533) که را دیدی تو اندر هر دو عالم
که یک دم شادمانی یافت بی غم

هُجي ها جيڪڏهن مُختار آدم
تہ دائم خوش رهي ها جڳ ۾ ري غم

(534) که را شد حاصل آخر جمله امید
که ماند اندر کمالی تا به جاوید

[آخر هو ڪير ٿي سگهي ٿو جنهن جون
سڀ اميدون پوريون ٿيون هجن ۽ هو
هميشہ انهن ڪي ماڻيندو رهي؟]

(535) مراتب باقی و اهل مراتب
به زیر امر حق والله غالب

[جيتوڻيڪ ڪن جا مرتبا باقي رهن ٿا پر
ياد رک اهل مراتب هميشہ حق جي حڪم
هيٺ آهن ۽ اهو ئي سيني تي غالب آهي.]

(536) مؤثر حق شناس اندر همه جای
ز حد خویشتن بیرون منه پای

آهي مختار حقَ هِڪ، آهي ٻيو ڪير
تون پنهنجي حَدّ کان ٻاهر نہ رک پير

(537) ز حال خویشتن پرس این قدر چیست
وز آنجا باز دان کاهل قدر کیست

اِتي تقدير ڪيو هڪڙن ڪي ڦدري
ٻين ڪي جبر ڪيو لاچار جبري

(538) هر آن کس را که مذهب غیر جبر است
نبی فرمود کو مانند گبر است

جنهِين ماڻهوءَ جو مذهب غير جَبر آهہ
نبيءَ جي قول موجب مثل گبر آهہ

(539) چنان کان گبر یزدان و اهرمن گفت
همین نادان احمق ما و من گفت

مجُوسي اَهرمَن چئي ٿو ۽ يزدان
چوي آءٌ ۽ هُو احمق هي نادان

(540) به ما افعال را نسبت مجازی است
نسب خود در حقیقت لهو و بازی است

اَسان سان فعل جي نسبت مجازي
حقيقت ۾ اها نسبت ٿي بازي

(541) نبودی تو که فعلت آفریدند
ترا از بهر کاری برگزیدند

هي تنهنجو فِعلُ توکان اڳ ٿيو پيدا
تُون خَلقئين، تو ۾ تا حقَ ٿئي هوُيَدا

(542) به قدرت بی سبب دانای بر حق
به علم خویش حکمی کرده مطلق

[اهو قادر مطلق ۽ حق کي ڄاڻندڙ بنا کنهن سبب جي، پر پنهنجي علم موجب حڪم جاري ڪري ٿو.]

(543) مقدر گشته پیش از جان و از تن
برای هر یکی کاری معین

ٿيو اڳ جان ۽ تن کان مُقدر
ٿيو هر هڪ جي لئي هڪ ڪم مقرر

(544) یکی هفت صد هزاران سال طاعت
به جای آورد و گرد تن طوق لعنت

هزارين سال ڪئي ابليس طاعت
مگر آخر مٿس پيو طوق لعنت

(545) دگر از معصیت نور و صفا دید
چو توبه کرد نور 'اصطفيٰ' دید

۽ آدم ڪيو گناهه ۽ نُور پاتئين
ڪري توبهه مٿي تان بار لاٿئين

(546) عجب تر آنکه این از ترک مامور
شد از الطاف حق مرحوم و مغفور

آهي حيرت، ڪيو هن ترڪ مامُور
ٿيو هي لطف حق جي ساڻ مغفور

(547) مر آن دیگر ز منهی گشته ملعون
زهی فعل تو بی چند و چه و چون

ڪئي وئي منع هِن ڪي، ٿيو هُو ملعُون
عجب هي ڪم ٿيو بي چند بي چُون

(548) جناب کبریایی لا ابالی است
منزه از قیاسات خیالی است

آهي درگاهه حق جي لا اُبالي
پُڄي ڪنهن پَر قياسُ ان ڪي خيالي

(549) چه بود اندر ازل ای مرد نااهل
که این شد با محمد و آن ابوجهل

ازل ۾ ڇا هو، اِيءُ سمجهڻ نہ ٿيو سَهل
جو هڪڙو ٿيو مُحمّد ٻيو ابُوجهَل

(550) کسی کو با خدا چون و چرا گفت
چو مشرک حضرتش را ناسزا گفت

[جيڪو خدا جي باري ۾ چو ۽ ڪيئن چوي ٿو، اهو هڪ مشرڪ وانگر اجايون ڳالهيون ٿو ڪري.]

(551) ورا زیبد که پرسد از چه و چون
نباشد اعتراض از بنده موزون

[اهو فقط ان مالڪ کي سونهي ٿو جيڪڏهن هو ڪو سوال جواب ڪري، هڪ ٻانهي کي نٿو جڳائي ته هيئن هونئن ويهي ڪري!]

(552) خداوندی همه در کبریائی هست
نه علت لایق فعل خدائی هست

خُدائي جي آهي لائق وڏائي
نہ عِلت فعل جي ڳولي خُدائي

(553) سزاوار خدائی لطف و قهر است
ولیکن بنده گی در شکر و صبر است

ٿو لطف ۽ قهر پڻ اُن کي جڳائي
ٿو قهر ۽ جبر کان بندو سڏائي

(554) کرامت آدمی را ز اضطراریست
نه آن کو را نصیبی اختیاریست

تي ماڻهوءَ ۾ ڪرامت اضطراري
هلي اُن تي نہ اُن جي اختياري

(555) نبوده هیچ خبرش هرگز از خود
پس آنگه پرسدش از نیک و از بد

آهي بي وس، سنديس تا تنگ تي حَد
اِنهي هوندي بہ پُڇبس نيڪ ۽ بَد

(556) ندارد اختیار و گشته مامور
زهی مسکین که شد مختار مجبور

نہ آهيس اختيار ۽ آهي مامُور
عجب مسڪين، ٿيو مُختار مجبور

(557) نه ظلم است این که عین علم و عدل است
نه جور است این که محض لطف و فضل است

نہ آهي ظلمُ هي، هي عِلم ۽ عَدل
ستم آهي نہ هي، هي لطف ۽ فضل

(558) به شرعت زان سبب تکلیف کردند
که از ذات خودت تعریف کردند

شَرع ۾ توکي اِيئن تڪليف ڪيائون
جو پنهنجي ذات کان تعريف ڪيائون

(559) چو از تکلیف حق عاجز شوی تو
به یک بار از میان بیرون روی تو

ڪري تڪليف تُنهنجو عجز ظاهر
تڏهن عالَم کان نڪري ٿين تون ٻاهر

(560) به کلیت رهائی یابی از خویش
غنی گردی به حق ای مرد درویش

لهين تون پاڻ کان اصلي رَهائي
بَقا بَعد الفنا جي منزلِ آئي

(561) برو جانِ پدر تن در قضا ده
به تقدیرات یزدانی رضا ده

ادا وڃ، پنهنجا رک سڀ کم قضا تي
تون راضي رهه سدا رب جي رضا تي

# سوال نائون
## حاشيا ۽ شرح

515. يعني ممڪن ۽ واجب انهن ٻن ضدن جو گڏجڻ ۽ حق کي ڪن جو ويجهو ۽ ڪن جو پري ٿيڻ ۽ درجن جي گهٽ وڌ ٿيڻ جو سبب اهوئي آهي ته هستي عدم ۾ يا نيستي ۾ ظاهر ٿي.
516. هن ۾ انهي حديث جو اشارو آهي جنهن ۾ ته ”ان الله خلق الخلق في ظلمة ثم رش عليهم من نوره فمن اصابه ذالک النور اهتديٰ ومن خطاه ضل و غويٰ.“ هن ۾ قريب ۽ بعيد جي معنيٰ ڏني اٿس ته جنهن تي نور رش ڪيو يا پيو سو قريب آهي ۽ بعيد اهو آهي جو اصل وجود کان پري آهي.
518. يعني هن جسم جي هستي ۽ نيستي يا وجود امڪاني مان توکي ڇا حاصل آهي؟ جو انهن جي لاءِ حيران ۽ پريشان ۽ خواهشمند آهين؟
519. جيڪو سچو عارف آهي ۽ حق کي سڃاڻندو ۽ حقيقت جو واقف هوندو سو حق کان نه ويندو. اهو پنهنجي وجود کان فاني ٿيو تنهن کي نڪي خوف نڪو خطرو.
520. سچو طالب يا عاشق سير الي الله ۾ آرام ڪين ڪندو، پيو طلب ڪندو، تاڪ ڪمال جي منزل تي رسي، اهو تکي گهوڙي وانگر آهي، چهبڪ آهي خدا جو غضب ۽ دوزخ جي عذاب جو خوف انهن جو هن کي احتياج ڪونهي جو رواجي ماڻهوءَ لاءِ ضروري آهي.
523. يعني فقط خودي يا انانيت توکي آڏو آهي ۽ نقصان تي رسائي، جي اها مجازي هستي يا تعين ڇڏين ۽ پاڻ کان فاني ٿين ته پوءِ حرکت ئي ڪانهي، تون پنهنجو پاڻ حجاب يا پردو آهين اهو (پري) ڪري ڇڏ.
526. قرآن ۾ آهي ته ابليس چيو آدم جي نالي ته أَنَا خَيْرٌ مِّنْهُ. (الاعراف: 12)
527. تون مرضي پنيان عضوا هلائي ڪم ڪرين ٿو ۽ عقل ۽ روح جي اشاري تي هلين ٿو، تڏهن پائين ٿو ته اختيار وارو آهيان پر اها تنهنجي غلط فهمي آهي.
529. آتش پرست يا گبر وسهندا آهن ته خير يزدان ٿو ڪرائي ۽ شر اهريمان. اهو غلط اعتقاد انهي ڪري آهي جو ماڻهو سمجهي ٿو ته آءٌ آهيان اها سڀ خرابي پاڻ ۾ هستي وسهڻ جي آهي. نه ته خير ۽ شر الله کان آهي.
537. معتزله جي نالي اشاعره چوندا آهن ته هو قدري آهن جو وسهن ٿا ته انسان کي چڱي بڇڙي جي قدرت آهي ۽ اشاعره جي نالي معتزله چوندا آهن ته قدري آهن جو هو سڀ ڪم تقدير يا قدرتي معتزله ٿا ڄاڻن ۽ جبري به اهي آهن، جبر اختيار جو ضد آهي.
538. حديث آهي ته ”القدرية خصماءُ الله القدر“ انهي موجب بندو قدرت پنهنجي هٿ رکڻ ڪري خدا جو دشمن ٿئي ٿو جبرين موجب بندو پهڻ جهڙو آهي، فعل جو ڪيس ڪو به اختيار ڪونهي اختيار سڀ خدا کي آهي.

539. هي يعني جو جبري ناهي يا معتزلہ جي خير حق کان ۽ شر نفس يا شيطان کان ٿا پائين. اشاعره جو ويساه آهي سڀ ڪم حق جي تقدير کان آهن، مگر ڪسب ۽ ڪوشش اسان جي بہ ضرور آهي. اُهي ٻئي دوئي ٿا ڪن يا آلا ۽ هو ٿا چون.

541. تنهنجي پيدا ٿيڻ کان اڳي تنهنجا ڪم حق جي علم ۾ معين هئا، تنهنڪري پنهنجي قدرت سان تون ڪي بہ ڪري نٿو سگهين. تون پيدا انهيءَ لاءِ ٿيو آهين تہ پاڻ کي آرسيءَ وانگي صاف ڪرين تہ حق جا ذات ۽ صفات اسماءُ تو ۾ ظاهر ٿين.

546. يعني لعنت شيطان تي پئي ۽ مهرباني آدم تي ٿي، جنهن گناه ڪيو هو ۽ نافرماني ڪئي، ابليس ڪمال جلاليت ۽ انانيت جي صورت آهي. آدم جو گناه ابليس جي لعنت جو سبب ٿيو.

548. حديث قدسي آهي تہ "هولاءِ في الجنة ولا ابالي بطاعتهم" يعني حق تعاليٰ بي پرواه آهي، سندس ڪمن جي لاءِ علت يا غرض ضروري نہ آهي انهي کان پاڪ آهي.

549. هڪڙو چونديل ٿيو ۽ ٻيو لعنت ڪيل انهي جو سبب سمجهڻ مشڪل آهي.

552. ڪم جو سبب يا غرض خدائي جو لائق ناهي قران ۾ آهي تہ "تعاليٰ عن ذالڪ علوا ڪبيرا."

553. يعني خدا ۾ جمالي ۽ جلالي صفتون ٻئي هئڻ گهرجن ۽ بندي جي لاءِ محتاجي ۽ لاچاري ضروري نشاني آهي. انهي جي ظاهر ڪرڻ لاءِ خدا ۾ قهر ۽ جبر ۽ لطف ۽ رحم ضروري آهن.

554. يعني ڪرامت يا خرق عادت ماڻهوءَ ۾ سندس وس جي ڳالهہ ناهي اهو خدا جو تصرف آهي جو ماڻهوءَ ۾ ظاهر ٿو ٿئي.

556. يعني انسان وس وارو بہ آهي بي وس بہ آهي قول آهي تہ "لاجبرو لاتفويض بل امر بين الامر."

558. انسان تي شرع جي تڪليف انهي لاءِ تي آهي جو ڪيس معرفت تي آهي ۽ پاڻ کي ۽ خدا کي سڃاڻي سگهي ٿو ۽ علم ۽ قدرت جو مظهر ٿيو آهي.

559. يعني جڏهن اها تڪليف پوري طرح ادا ڪري نہ سگهي ۽ انهي ۾ عاجز ٿئي ۽ سمجهي تہ آءٌ پاڻ کي بہ ڪين آهيان اِها طاقت سڀ خدا جي آهي، پاڻ وچ مان نڪري وڃي.

## سوال - دهم

(562) چه بحر است آنکه نطقش ساحل آمد
ز قعر او چه گوهر حاصل آمد

## سوال ڏهون

ڪنارو جنهن جو نُطق آهي، سو دريا
آهي ڪهڙو، تئي گوهر جنهن مان پيدا؟

## جواب

(563) یکی دریاست هستی نطق ساحل
صدف حرف و جواهر دانش دل

## جواب

آهي هستي اُهو درياهُ سارو
ڪلام ۽ نُطق ٿيو اُن جو ڪنارو

(564) به هر موجی هزاران دُر شهوار
برون ریزد ز نقل و نص و اخبار

سِپون آهن اکر ۽ لفظ اَڪثر
۽ دل جي دانش ۽ عِلم آهي گوهر

(565) هزاران موجب خیزد هر دم از وی
نگردد قطرهای هرگز کم از وی

اچن هر لَهر سان موتي هزارين
حديث ۽ نَصّ ۽ نقلن جي پارين
اُٿن اُن مان هزارين موجون هردم
ڪڏهن اُن مان نہ هڪ قطرو ٿئي ڪَم

(566) وجود علم از آن دریای ژرف است
غلاف در او از صوت و حرف است

اچي اُن بحر مان ٿو علم بيشڪ
اکرَ آواز مان موتي جو ٿيو ڍَڪُ

(567) معانی چون کند اینجا تنزل
ضرورت باشد او را از تمثل

[جتي معنيٰ سمجهڻ ۾ ڏکي ٿي پوي ٿي،
اُتي مثال ۽ سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي.]

## تمثیل

(568) شنیدم من که اندر ماه نیسان
صدف بالا رود از بحر عمان

## مثال

چون ٿا جڏهن اچي ٿو ماه نيسان
وڃي سِپَ ٿي مٿي، مان بَحر عَمّان

(569) ز شیب قعر بحر آید بر افراز
به روی بحر بنشیند دهن باز

[اها سِپ سمند جي وڏي اونهائيءَ مان مٿي
اچي ٿي ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ مٿان پنهنجو
وات آسمان ڏانهن (بارش جي قطري لاءِ)
کليل رکي ٿي.]

(570) بخاری مرتفع گردد ز دریا
فرو بارد به امر حق تعالی

[انهيءَ سمنڊ مان ئي پاڻيءَ جا بخار اُٿي مٿي وڃن ٿا ۽ اُهي مينهن جي صورت اختيار ڪري خدا جي حڪم سان وسڻ لڳن ٿا.]

(571) چکد اندر دهانش قطرهای چند
شود بسته دهان او به صد بند

بخارُ اُن مان اُٿي، پئي مينهن اَڪثر
پَٽي سِپَ وات، پئي هڪ قطرو اندر

(572) رود با قعر دریا با دلی پر
شود آن قطره باران یکی در

وڃي موٽي تري ۾، تي صَدف پُر
ڦِري قطرو اُهو ٿئي قيمتي دُر

(573) به قعر اندر رود غواص دریا
و ز و آرد برون لؤلؤی لالا

وري ٽوٻو ٿئي دريا ۾ غائب
اُتان آڻي ڪڍي موتي عجائب

(574) تن تو ساحل و هستی چو دریاست
بخارش فیض و باران علم اسماست

بدن تنهنجو ڪنڌي، هستي تي دريا
آهي اُبِ فيض، ۽ مِينهن علم اَسما

(575) خرد غواص آن بحر عظیم است
که او را صد جواهر در گلیم است

۽ عقل اُن بحر جو هڪ آهي غوّاص
ڪَنڌي تي آڻي جو ڳُولي گهر خاص

(576) دل آمد علم را مانند یک ظرف
صدف بعلم دل صوت است با حرف

دل آهي علم جي لئي مثل هڪ ظَرف
۽ سِپَ اُن علم جي، آواز ۽ حَرف

(577) نفس گردد روان چون برق لامع
رسد زو حرفها بگوش سامع

ڪڇي ٿو ساهُ، سو وِڄُ جيئن هلي ٿو
اگر آواز اُن ڪان ٻيو ٻُڌي ٿو

(578) صدف بشکن برون کن دُر شهوار
بیفکن پوست مغز نغز بردار

ڀڃي ڇَڏ سِپَ، ۽ ڪڍ موتي مٺيا دار
ڦِٽي ڪر کل، ڪَڍي مغز نروار

(579) لغت با اشتقاق و نحو با صرف
همی گردد همه پیراهن حرف

پڙهن تا عِلم ماڻهو نَحو ۽ صَرف
ڇمار اِنَ علم ظاهر ۾ ڪيئون صَرف

(580) هر آن کو جمله عمر خود درین کرد
به هرزه صرف عمر نازنین کرد

[جيڪو انهن مشغولين ۾ پنهنجي عمر صرف ڪري ٿو، اهو پنهنجي قيمتي حياتي بيڪار ڳالهين ۾ وڃائي ٿو.]

(581) ز جوزش قشر خشک افتاد در دست
بیابد مغز هر کو پوست بشکست

[ائين سمجهو ته اهڙي شخص کي اخروٽ جي کل جو هڪ ننڍو حصو هٿ آيو، حالانڪ مغز اهو ڪائي ٿو جيڪو کل کي ٽوڙي ٿو.]

(582) بلی بی پوست ناپخته است هر مغز
ز علم ظاهر آمد علم دین نغز

اِها ٿي ڳَل ضروري مغز جي ڪاڻ
۽ مغز اُن دين جي تون علم کي ڄاڻ

(583) ز من جان برادر پند بنیوش
به جان و دل برو در علم دین کوش

[اي منهنجا پيارا ڀاءُ! منهنجي اها نصيحت چڱيءَ طرح ياد رک، پنهنجو پورو من لائي دين جو علم حاصل ڪر.]

(584) که عالم در دو عالم سروری یافت
اگر کهتر بد از وی مهتری یافت

[اهو عالم ئي آهي جيڪو ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، پر جيڪڏهن ٿورو گهٽ عالم ٿيو ته به چڱن ۾ شامل ٿيندو.]

(585) عمل کان از سر احوال باشد
بسی بهتر ز علم قال باشد

عملُ جو ٿئي ٿو علمِ حال جي ڪان
سو بهتر آهي علم قال جي ڪان

(586) ولی کاری که از آب و گل آمد
نه چون علم است کان کار دل آمد

عَملُ سَگهٽو نه آهي علم جو مَٽُ
هي دل جو ڪمُ، هو آهي جِسم جو وَٽُ

(587) میان جسم و جان بنگر چه فرق است
که این را غرب گیر و آن چو شرق است

۽ جان ۽ جسم ۾ ٿيو ڪيترو فَرق
جو هڪڙو غَرب آهي ۽ ٻيو شَرق

(588) از اینجا باز دان احوال و اعمال
به نسبت با علوم قال با حال

اِها نسبت آهي منجهه قال ۽ حال
۽ پڻ مَنجهه علم ظاهر، ساڻ اعمال

(589) نه علم است آنکه دارد میل دنیی
که صورت دارد الا نیست معنی

نہ عِلم آهي اُهو، ڳولي جو دُنيا
جو صورت ٿي اِها، پر ناهي معنيٰ

(590) نگردد جمع هرگز علم با آز
ملک خواهی سگ از خود دور انداز

هَوا ۽ حرص سان گڏ عِلمُ ڪيئن ٿئي
مَلَڪُ جي تون گهُرين، ڪڍ تون ڪُتي کي

(591) علوم دین ز اخلاق فرشته است
نباشد در دلی کو سگ سرشت است

ٿيو علم اَخلاق جو لائق فرشتو
نہ سا دل، جنهن ڪُتي جهڙو سِرشتو

(592) حدیث مصطفیٰ آخر همین است
نکو بشنو که البته چنین است

[هن سلسلي ۾ نبي ڪريم ﷺ جي هڪ حديث آهي، اها چڱيءَ طرح ٻڌ جيڪا هن ريت آهي.]

(593) درون خانهای چون هست صورت
فرشته نآید اندر وی ضرورت

[جنهن گهر ۾ هٿ جي ٺاهيل تصوير موجود آهي، اُتي ڪوبہ رحمت جو فرشتو داخل نٿو ٿئي.]

(594) برو بزدای روی تخته دل
که تا سازد ملک پیش تو منزل

وڃي پهرين تون پنهنجي صاف ڪر دل
ملائڪ تا ڪري تو وٽ بہ منزل

(595) از او تحصیل کن علم وراثت
ز بهر آخرت می کن حراثت

انهي کان سِک ادا علمِ وَراثت
۽ ڪر پوءِ آخرت جي لَئِي زَراعت

(596) کتاب حق بخوان از نفس و آفاق
مزین شو به اصل جمله اخلاق

پڙهي حق جو ڪتاب، اَخلاق ڪر خُوب
سِکي حڪمت حقيقت، ٿي تون محبوب

## قاعده

## در اخلاق و خصال حمیده

## قائدو

## اخلاق ۽ سهڻيون عادتون

(597) اصول خلق نیک آمد عدالت
پس از وی حکمت وعفت شجاعت

چڱا اخلاق ٻَڌ، اول عدالت
تنهان پوءِ حڪمت ۽ عِفت شجاعت

(598) حکیمی راست گفتار است و کردار
کسی کو متصف گردد بدین چار

ٿئي حڪمت مان واقف جيڪو برحق
نہ ٿئي اُو پورڙو هرگز نہ اَحمق

(599) ز حکمت باشدش جان و دل آگه
نه گریز باشد و نه نیز ابله

[سندس دل ۽ مَنُ هئي ڏاهپ جي واٽ وٺن
ٽا ان ڪري پوءِ هو هئي طرف ڪيڏانهن بہ
نٿو ڏسي ۽ نہ وري بيوقوف بنجي ٿو.]

(600) به عفت شهوت دل کرده مستور
شره همچون خمود از وی شده دور

پَجي عِفت سان پڻ شهوت ٿئي چُور
خُمُود ۽ شِرُ ماٺهوءَ کان ٿين ڏُور

(601) شجاع و صافی از ذل تکبر
مبرا ذاتش از جبن و تهور

شجاعت نيت ٽاري هَٺُ ۽ ذِلت
هٺائي بُزدلي، بي وَجهہ هِمٽ

(602) عدالت چون شعار ذات او شد
ندارد ظلم از آن خلقش نکو شد

ڪئي عادت جنهين پنهنجي عدالت
ڇڏيو تنهن ظُلُم، سُتري تِنهنجي حالت

(603) همه اخلاق نیکو درمیانه است
که از افراط و تفریطش کرانه است

چڱا اخلاق ٿيا وچ ۾ اُنهن جي
ٿيو اِفراط يا تفريط پاسي

(604) میانه چون صراط مستقیم است
ز هر دو جانبش قعر حجیم است

وچون رستو صراط المستقيم آهہ
بنهي پاسن کان ٿيو جنهن جي جحيم آهہ

(605) به باریکی و تیزی موی و شمشیر
نه روی گشتن و بودن بر او دیر

تِکو تلوار کان، باريڪُ کان وار
نہ موٽڻ جي، نہ بيهڻ جي ڪا آڌار

(606) عدالت چون یکی دارد ز اضداد
همی هفت آمد این اضداد ز اعداد

بين جا بہ، عدالت جو ٿيو هڪ ضِد
سي ٿيا سَت، ڪر تنهين لِئي جهد ۽ جدِ

(607) به زیر هر عدد سری نهفت است
از آن درهای دوزخ نیز هفت است

آهي هر هڪ عدد ۾ هڪڙو اسرار
آهن هي سَت، ٿيا دوزخ بہ سَت يار

(608) چنان کز ظلم شد دوزخ مهیا
بهشت آمد همیشه عدل را جا

بَنيو جيئن دوزخ آهي ظلم جي لاءِ
بهشت آهي هميشه عدل جي لاءِ

(609) جزای عدل، نور و رحمت آمد
جزای ظلم، لعنَ و ظلمت آمد

جزا تي عدل جي نِت نُور رَحمت
سزا تي ظُلم جي اُونداهي لعنت

(610) ظهور نیکوئی در اعتدال است
عدالت جسم را اقصی الکمال است

اندر ٻاهر جي خوبي اِعتدال آهِ
عدالت ۾ عجب جسمي ڪمال آهِ

(611) مرکب چون شود مانند یک چیز
ز اجزا دور گردد فعل و تمییز

[جڏهن مرڪب جا جزا ملي هڪ ٿي وڃن
تا تہ پوءِ ان جي جُزن جي سڄاڻپ ۽
خاصيتون ختم ٿي وڃن ٿيون.]

(612) بسیط الذات را مانند گردد
میان این و آن پیوند گردد

[اهو اهڙو وحداني صورت جي مثال آهي جيڪا
ٻنهي جي وچ ۾ ميلاپ قائم ڪري ٿي.]

(613) نه پیوندی که از ترکیب اجزاست
که روح از وصف جسمیت مبراست

[ليڪن روح جي صورت اها آهي جو اهو
ڪنهن بہ ريت اجزا جو مرڪب ناهي، ان ڪري
روح جسم کان بلڪل نرالو ۽ الڳ آهي.]

(614) چو آب و گل شود یکباره صافی
رسد از حق بدو روح اضافی

بَدن ٿيو يَڪ دفعي جڏهن صاف صافي
پوي حق ڪان منجهس روح اضافي

(615) چو یابد تسویت اجزای ارکان
در او گیرد فروغ عالم جان

مَنجهس اُن نُور ڪان ٿئي حُسن پيدا
جنهين تي روح ٿئي عاشق ۽ شَيدا

(616) شعاع جان سوی تن وقت تعدیل
چو خورشید و زمین آمد به تمثیل

[جڏهن جسم پوريءَ ريت موزون صورت
اختيار ڪري ٿو، تڏهن روح جا ڪرڻا مٿس
اهڙيءَ طرح پون ٿا جيئن سج جا ڪرڻا
ڌرتيءَ تي پوڻ سان ڪيس منور ڪندا آهن.]

(617) اگرچه خور به چرخ چارمین است
شعاعش نور و تدبیر زمین است

[جيتوڻيڪ بظاهر سج چوٿين فلڪ تي آهي، پر ان جي نور جو شعاع زمين سان لاڳو آهي.]

(618) طبیعت های عنصر نزد خور نیست
کواکب گرم و سرد و خشک و تر نیست

[عناصر پنهنجي طبيعت ۾ سج کان بلڪل علحده آهن، چو تہ ستارا گرم ۽ سرد، خشڪ ۽ تر ڪو نہ ٿيندا آهن.]

(619) عناصر جمله از وی گرم و سرد است
سفید و سرخ و سبز و آل و زرد است

[ليڪن عناصر سڀ جو سڀ انهن جي ڪري گرم ۽ سرد آهن،ن بلڪ انهن جي ڪري اڇا، ڳاڙها، ساوا، ڪارا ۽ پيلا ٿي پون ٿا.]

(620) بود حکمش روان چون شاه عادل
که نه خارج توان گفتن نه داخل

[سج جو حڪم هڪ عادل بادشاهه وانگر انهن جي مٿان هلندڙ آهي، بلڪ اهڙيءَ ريت جو هو ان جي حڪم کي پاڻ کان ٻاهر نٿا سمجهن ۽ نہ اندر ۾ ڏسن يا محسوس ڪن ٿا.]

(621) چو از تعدیل گشت ارکان موافق
ز حسنش نفس گویا گشت عاشق

[جڏهن تعديل (برابر يا هڪ جهڙو ٿيڻ) جي نتيجي ۾ انهن ۾ موافقت پيدا ٿي تہ ان جي سونهن تي نفس (ناطق) عاشق ٿي پيو.]

(622) نکاح معنوی افتاد در دین
جهان را نفس کلی داد کابین

نڪاح معنوي ٿئي تن ۾ اُن دم
بَدن کي مَهر ۾ ڏئي نفسُ عالَم

(623) از ایشان می پدید آید فصاحت
علوم و نطق و اخلاق و صباحت

ٿئي پَيدا انهن مان پوءِ فصاحت
۽ عِلم اخلاق ۽ نُطق ۽ ملاحت

(624) ملاحت از جهان بی مثالی
در آمد همچو رند لا اُبالی

[سونهن ۽ حسن ڪنهن اڻ ڏٺل جهان مان اٿين اچي ظاهر ٿيا، جيئن ڪي مست ۽ بي پرواهہ رند ڪاهي پوندا آهن.]

(625) به شهرستان نيكوئى علم زد
همه ترتيب عالم را به هم زد

حقيقي نور وحدت جو ٿئي زور
وجهي عالم ۾ پنهنجي حڪم جو شور

(626) گهى بر رخش حسن او شهسوار است
گهى با تيغ نطق آبدار است

[ڪڏهن هو حسن جي گهوڙي تي شهسوار
ٿي اچي ٿو ته ڪڏهن وري هو تيز ترار
زبان سان مسلح ٿي اچي ٿو.]

(627) چو در شخص است خوانندش ملاحت
چو در نطق است گويندش فصاحت

[بلڪل ائين جيئن اها ڪنهن انسان ۾
اچي ته ان کي سونهن ڪوٺين، پر جڏهن
هن جي گفتگوءَ ۾ ظاهر ٿئي ته ان کي
فصاحت چون.]

(628) ولى و شاه و درويش و پيمبر
همه در تحت حكم او مسخر

پَيمبَر ۽ ولي ۽ شاهه درويش
سيئي با جانُ دل اُن جي پَون پيش

(629) درون حسن روى نيكوان چيست
نه آن حسن است تنها گوى آن چيست

اثر ٿِيو جنهن جو ايءُ، سو حُسنُ ڇا آهه
حُسُن وارن جي مُنهن ۾ ڪا مٽيا آهه؟

(630) جز از حق مى نيايد دلربائى
كه شركت نيست كس را در خدائى

سوا حق جي نه ٿيندي دلربائي
اِهو تاثير آهي مَنجهه خُدائي

(631) كجا شهوت دل مردم ربايد
كه حق گه گه ز باطل مى نمايد

[اهڙن انسانن جي دل ۾ شهوت پنهنجي
دري ڪيئن ٿي کولي سگهي ۽ ڪيئن حق
پاڻ کي باطل جي پردن ۾ ظاهر ڪندو!]

(632) مؤثر حق شناس اندر همه جاى
ز حد خويشتن بيرون منه پاى

[بس، تون حق کي ئي هر لحاظ کان ۽ هر
صورت ۾ اثر وارو سمجهه ۽ پنهنجي حدن
کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش نه ڪر.]

(633) حق اندر كسوت حق بين و حق دان
حق اندر باطل آيد كار شيطان

حقيقي عشق ٿيو حقُ حقَ ۾ ناظر
مجازي عشق، حقُ باطل ۾ ظاهِر

# سوال ڏهون
# حاشيا ۽ شرح

562. نطق جي معنيٰ آهي ڳالهائڻ ۽ حقيقت سمجهڻ.
564. يعني قرآن جي آيت.
565. معنيٰ يا علم گويا موتي آهي، جنهن جو ڏک اکرن ۽ آوازن جي وسيلي ٿو ٿئي ۽ اُهي سپ وانگي آهن.
568. رومي مهينن مان هڪڙو آهي بهار جي موسم جو.
574. اسماءَ الاهي مينهن وانگي آهن، جي انسان جي دل تي لياقت آهر وسن ٿا ۽ اثر ڪن ٿا.
575. يعني ٽوٻو.
576. دل هڪڙو ٿانو آهي جنهن ۾ علم اسماءِ جو مينهن جي ڦڙن وانگي آهي سو گڏ ٿو ٿئي ۽ اکر ۽ آواز انهي علم جي گوهر جي هڪڙي سپ آهي.
582. ظاهري علم لغت اشتقاق صرف نحو، ڪل جي مثال آهي ۽ دين جو علم يعني تفسير حديث، مغز جي مثال آهي.
585. علم قال جو ظاهري علم ۽ عبادت آهي، علم حال جو معنوي عبادت، عمل، قرب، مشاهدو ۽ ڪشف آهن. هڪڙي جو جسم سان واسطو آهي، ٻئي جو دل سان.
586. جيتوڻيڪ حال وارو علم قال واري علم ڪان بهتر آهي تہ بہ رڳو عمل، جو فقط جسم ڪان آهي ۽ دل جي حال ڪان ناهي، اهو علم جي برابر ناهي، ڇا لاءِ جو علم قال جو هوندو تہ بہ دل جو ڪم نہ جسم جو.
588. يعني جهڙي طرح قال جو علم بدني عملن جي بہ نسبت جان جي برابر آهي تهڙي طرح حال علم قال جي برابر آهي.
589. علم جي صورت ۽ علم جي معنيٰ بہ شيون آهن دنيا جي طلب وڏي خطا آهي تنهن جو ڄاڻڻ علم ناهي. حديث آهي تہ "حب الدنيا راس كل خطيئة."
590. حديث آهي تہ "لايدخل الملائكة بيتا فيه كلب اوتصاوير."
595. علم وراثت جو آهي علم لدني يا علم معنوي ۽ ڪشفي، ۽ زراعت آهي آخرت جي لاءِ، هِتي پوک ڪر تہ هُتي لڻين.
596. يعني آيات، صفات، اسماءِ الاهي پنهنجي نفس مان معلوم ڪر جو خدا جو ڪتاب آهي ۽ پنهنجا اخلاق سُڌار ۽ حڪمت سِکُ ۽ شين جي حقيقت معلوم ڪر.
597. حڪيمن جي قول موجب نفس ناطقہ انسانيءَ کي ٻہ قوتون آهن هڪڙي ادراڪ ۽ ٻي تحريڪ. انهن مان هر هڪ جا ٻہ قسم آهن. ادراڪ قوت نظري سان بہ ظاهر ٿو ٿئي ۽ قوت علمي سان بہ، ۽ تحريڪ قوت شهوي سان بہ پيدا ٿي ٿئي ۽ قوت غضبي سان بہ. انهن ڇئن مان جي هرڪا وچولي يا اعتدال جي درجي ۾ هوندي تہ انهي کي چڱا اخلاق ڇئبا ۽ جي

انهي ۾ افراط يا تفريط هوندي يعني پوري حد کان زياده يا گهٽ هوندا ته خراب اخلاق پيدا ٿيندا. انهي ڪري اخلاقن جا پهريان اصول چار آهن. قوت نظري، پوري اعتدال ۽ تهذيب ۾ هوندي ته انهي کي عدالت چئبو، ۽ قوت علمي جي اعتدال کي حڪمت چئبو ۽ قوت شهوي جي اعتدال کي عفت يا پرهيزگاري چئبو، ۽ قوت غضبي جي اعتدال کي شجاعت يا بهادري چئبو. انهن جي افراط ۽ تفريط مان وري جي بد اخلاق نڪرن ٿا تن جو هيٺ بيان اچي ٿو. ته حڪمت مان افراط آهي پورڙائي ۽ تفريط آهي احمقائي يا بلهي. عفت جون اُهي ٻه خراب حدون آهن خبود ۽ شره يعني بيحد ٿڌائي ۽ لالچ. شجاعت جون ٻئي خراب حدون آهن هٺ ۽ ذليلائي، ۽ انهن جا ضد آهن بزدلي ۽ اجائي همت. باقي عدالت تنهن جو ضد آهي ظلم. انهن جي ٻي حد ڪانهي جو عدالت جي معنيٰ آهي پورائي ۽ برابري ۽ سنوائي ۽ سچائي، ۽ صراط المستقيم ۽ وچ وارو اعتدال جو رستو ٻه اهوئي آهي ۽ پُل صراط ٻه اهائي آهي جا وار کان سنهي ۽ ترار کان تکي آهي ۽ جنهن جي هڪڙي پاسي بهشت ۽ ٻئي پاسي دوزخ آهي.

614. قرآن موجب وَنَفَخۡتُ فِيهِ مِن رُّوحِي (ص: 72).

626. جڏهن صورت انساني ۾ حسن ظاهري ۽ باطني پيدا ٿيو تڏهن نفس جڻ ته انهي تي عاشق ٿيو، پوءِ انهن جي وچ ۾ معنوي نڪاح ٿيو. جنهن ۾ نفس ناطقه انساني عالم سارو هن کي مهر يا ڪابيني ۾ ڏنو ۽ اهو ساري عالم جو مالڪ ٿيو، انهي نڪاح مان وري جو اولاد پيدا ٿيندو سو آهي فصاحت وغيره جي ٻئي بيت ۾ ڏنل آهن.

630. لامؤثر في الوجود الاالله

633. حق حقيقي يا وجود مطلق حق ۾ ظاهر ٿئي ٿو ۽ باطل ۾ ٻه، پوءِ باطل حقيقي عدم آهي جو چوٽي آهي ته "ڪل شيءِ ما خلاالله باطل" ۽ حق ڪانسواءِ ٻيو سڀ غير عدم آهي. هڪڙي صورت جمالي آهي يا حق حق ۾ ظاهر ٿيل ۽ ٻي صورت جلالي آهي يا حق باطل ۾ ظاهر ٿيل. هڪڙو حقيقي عشق ۽ ٻيو مجازي عشق.

## سوال – یازدهم

(634) چه جزو است آنکه او از کل فزون است
طریق جستن آن جزو چون است

## جواب

(635) وجود آن جزو دان کز کل فزون است
که موجود است کل وین باژگون است

(636) بود موجود را کثرت برونی
که از وحدت ندارد جز درونی

(637) وجود کل ز کثرت گشت ظاهر
که او در وحدت جزو است ساتر

(638) چو کل از روی ظاهر هست بسیار
بود از جزو خود کمتر به مقدار

(639) نه آخر واجب آمد جزو هستی
که هستی کرد او را زیردستی

(640) ندارد کل وجودی در حقیقت
که او چون عارضی شد بر حقیقت

(641) وجود کل کثیر واحد آید
کثیر از روی کثرت می نماید

(642) عرض شد هستی کاجتماعی است
عرض سوئی عدم بالذات ساعی است

## سوال يارهون

جُزو ڪهڙو آهي ڪُلَ ڪان زيادھ
سو ڳولي لهجي ڪيئن، ڪر مون کي آگھ

## جواب

وجُود آهي جُزو، موجود ٿيو ڪُل
هُو مُطلق، هي مُعيّن، ٿُون نہ ڪر ڀُل

آهي موجود کي ڪثرت بُروني
اُنهي ۾ تي رکيل وحدت دُروني

وجودَون آهي موجودات نِروار
جُزي وحدت جي ڪئي ڪثرت پديدار

جڏهن ڪُل ٿيو گهڻو ظاهر ۾ سڀ وٽ
جُزي پنهنجي کان ٿيو مقدار ۾ گهٽ

مگر باطن ۾ ڪُلَ کي ناهي هَستي
سو هستيءَ جي ڪري نِت زيردستي

[درحقيقت هن 'ڪل' کي ڪو وجود ڪونهي، بلڪ اهو سڀ ڪجھ هن جي عارضي نمائش وانگر آهي.]

وجودُ اصلي ٿيو ٻئي جمع واحِد
اندر وحدت، ٻهر ڪثرت تي شاهِد

عَرَض ٿيو ڪُل، وجود اصلي ٿيو جوهر
۽ مُمڪن تي عَرَض فاني ٿيو يڪسَر

(643) به هر جزوی ز کل کانیست گردد
کل اندر دم ز امکان نیست گردد

[جيئن تہ ڪُل جو هر جزو نيست ۽ نابود ٿئي ٿو، ان ڪري ڪُل جي هر ممڪن صورت هر گهڙيءَ فنا ٿيندي رهي ٿي.]

(644) جهان کل است و در هر طرفةالعین
عدم گردد و لا یبقی زمانین

ٿئي عالم سڄو دم دم ۾ معدُوم
'وَلَايَبقيٰ زَمَانَين' آهي معلوم

(645) دگر باره شود پیدا جهانی
به هر لحظه زمین و آسمانی

سڄو جڳ ٿئي وري هردم ٿو پيدا
هي حشر ۽ نَشر ٿيو هَردم ۽ هَر جا

(646) به هر لحظه جوان این کهنه پیر است
به هر دم اندر او حشر و بشیر است

[هر گهڙيءَ اهو جوان بہ آهي تہ پوڙهو بہ آهي، هر بدلجندڙ گهڙي نئين بہ آهي تہ پراڻي بہ آهي.]

(647) درو چیزی دو ساعت می نپاید
در آن ساعت که می میرد بزاید

[ڪا بہ شيءِ ٻن گهڙين وچ ۾ پائدار نٿي رهي سگهي، ان گهڙيءَ مري بہ ٿي تہ جيئري بہ ٿئي ٿي يا وري نئين سر جنم وٺي ٿي.]

(648) ولیکن طامۀ الکبريٰ نه این است
که این یوم عمل وآن یوم دین است

قيامت آهي هي، جا چَئجي صُغريٰ
هو ايندي اڳتي، جا ٻُڌجي ٿي ڪُبريٰ

(649) از آن تا این بسی فرق است زنهار
به نادانی مکن خود را ز کفار

هِن ۽ هُن ۾ تفاوت آهي ڏاڍو
عَملَ جو ڏينهن هي، هوُ ٿيو جَزا جو

(650) نظر بگشای در تفصیل و اجمال
نگر در ساعت و روز و مه و سال

[تون اک کول ۽ هر شيءِ ڪي چڱيءَ طرح ڏس، ائين هر پل هر گهڙي، ڏينهن رات، مهينن ۽ سال ڪي سمجهہ.]

(651) اگر خواهی که این معنی بدانی
ترا هم هست مرگ و زندگانی

جي پائڻين سمجهين اِيُ مضمون ذاتي
تہ تو ۾ آهي پڻ مَوت ۽ حياتي

(652) ز هرچه اندر جهان از شیب و بالاست
مثالش در تن و جان تو پیداست

ڏِسين ٿو جيڪي جڳُ ۾ زير بالا
مِثال اُن جو توئي ۾ آهي پيدا

(653) جهان چون تُست یک شخص معین
تو او را گشته چون جان او ترا تن

جهان هڪ شخص ٿيو تو جان مُعيّن
تون جانِ اُن جي ۽ هُو تنهنجو ٿيو تَن

(654) سه گونه نوع انسان را ممات است
یکی هر لحظه وان بر حسب ذات است

ٿيا انسانَ ۾ ٽي موت جا قِسم
هڪ آهي هر گهڙي منجهه ذات نہ جِسم

(655) دو دیگر دان ممات اختیاری است
سیوم مردن مرد را اضطراری است

ٻيو ٿيو موتُ ان جو اختياري
۽ ٽيون ان جو مرڻ ٿيو اضطراري

(656) چو مرگ و زندگی باشد مقابل
سه نوع آمد حیاتش در سه منزل

جڏهن موتُ ۽ حياتي ٿيا مقابل
حياتيُون ٽي بہ ٿيون آدم کي حاصل

(657) جهان را نیست مرگ اختیاری
که این را از همه عالم تو داری

نہ هِن عالَم کي ٿيو موت اختياري
اِها ٿي خاصيت انسانَ واري

(658) ولی هر لحظه می گردد مبدل
در آخر هم شود مانند اول

مگر هر لحظي ٿئي تو اُو مُبَدّل
مري تو پوءِ جيئي تو آخر اوّل

(659) هر آنچه آن گردد اندر حشر پیدا
ز تو در نزع می‌گردد هویدا

ٿئي محشر ۾ جيڪي نيٺ پيدا
ٿئي تو نَزع ۾ تو مان هُوَيدا

(660) تن تو چون زمین سر آسمان است
حواست انجم و خورشید جان است

بدن تُنهنجو زمين، سِرُ آسمان آهه
۽ تارا سِج حَواس آهن ۽ جان آهه

(661) چو کوه است استخوانهائی که سخت است
نباتت موی و اطرافت درخت است

هڏا تُنهنجا جَبلَ، اوبڙ ٿيا وار
عناصر سڀ ٿيا تو ۾ نمودار

(662) تنت در وقت مردن از ندامت
بلرزد چون زمین روز قیامت

اچي جڏهن موت جي تَنَ تي ملامت
ڏکي، جيئن ڌرتي منجهه روزِ قيامت

(663) دماغ آشفته و جان تیره گردد
حواست هم چو انجم خیره گردد

دماغ ۽ هوش ۽ جان سڀ وڃن تا
حواسَ ان وقت تارن جان ڇٽن تا

(664) مسامت گردد از خوی هم چو دریا
تو در وی غرقه گشتی بی سر و پا

مسامَن مان پگهر نڪري ٿئي ٻاهر
بدن ٿُنهنجو ٻُڏي اُن ۾ سراسر

(665) شود از جان‌کفش ای مرد مسکین
ز سستی استخوانها پشم رنگین

[اي غريب انسان، مرڻ جي اها گهڙي تو تي ڪيڏي ڪٺن هوندي، جڏهن تنهنجا هڏا ڪپهه وانگر چور چور ٿي ويندا.]

(666) به هم پیچیده گردد ساق با ساق
همه جفتی شود از جفت خود طاق

هڏو ٿئي پشم، وڇڙي ساق سان ساق
۽ جوڙا جُفتَ ڪان پنهنجي ٿين طاق

(667) چو روح از تن به کلّیت جدا شد
زمینت 'قاع صف صف لاتری' شد

بدن ڪان روح جڏهن اصلي جُدا ٿئي
زمين ڇڻ 'قَاع صَفَ صَفَ لاَترِيٰ' ٿئي

(668) بدان منوال باشد حال عالم
که تو در خویش می بینی در آن دم

اهو ٿئي حال ساڳيو ساڻ عالم
ڏسين جو پاڻ ۾ ٿُون تو دَمادم

(669) بقا حق است و باقی جمله فانی است
بیانش جمله در 'سبع المثانی' است

بقا حق کي آهي ٻيو سڀ ٿيو فاني
پڙهي هي ڏِس تون منجهه سَبع المثَاني

(670) چو 'کل من علیها فان' بیان کرد
'لفی خلق جدید' هم عیان کرد

جو 'ڪُلّ مَن عَلَيّهَا فَان' پديد آهه
۽ 'بَلَ في لَبّس مِنّ خَلق جَديد' آهه

(671) بود ایجاد و اعدام دو عالم
چو خلق و بعث نفس ابن آدم

ٿئي موجود پوءِ معدوم عالم
مَرِي جيئَن پوءِ اُٿي مخلوق آدم

(672) همیشه خلق در خلق جدید است
اگرچه مدت عمرش مدید است

هميشه خَلق تازي ۽ نئين آهه
ڏسڻ ۾ اُن جي مُدّت پر گهٽي آهه

(673) همیشه فیض فضل حق تعالیٰ
بود در شان خود اندر تجلیٰ

نئون نِت آهِ فيض ۽ فعل رحمان
جو آهي 'کُلّ يَومٍ هُوفي شانِ'

(674) از آن جانب بود ایجاد و تکمیل
و ز این جانب بود هر لحظه تبدیل

ڪري خالق سدا اِيجاد تڪمِيل
ڪري عالم ۾ مخلوقات تبديلِ

(675) ولیکن چون گذشت این طور دنیا
بقای کل بود در روز عقبیٰ

ٿئي فاني جڏهن هي دَور دُنيا
بقا قائم ٿئي منجهه دارِ عُقبيٰ

(676) که هر چیزی که بینی بالّضرورت
دو عالم دارد از معنی و صورت

آهي هِت جيڪي، تنهن کي بالِضرورت
ٻہ عالم تا رهن، معنيٰ ۽ صورت

(677) وصال اولین عین فراق است
مر آن دیگر ز 'عند الله باق' است

[پهريون وصال اصل ۾ عين فراق آهي، ليڪن ٻيو الله جي ذات ۾ باقي رهڻ آهي.]

(678) بقا اسم وجود آمد ولیکن
به جائی کان بود سایر چو ساکن

[بقا جنهن جو نانءُ صرف ذات واجب الوجود آهي، پر جتي اها ذات سير ڪري ته اها ساڪن ٿي پوي.]

(679) مظاهر چون فتد بر وفق ظاهر
در اول می نماید عین آخر

[جڏهن مظاهر ۽ ظاهر ۾ اتفاق ٿي پوي ٿو ته پوءِ اول (هتي) ئي آخر نظر اچي ٿو.]

(680) هر آنچه هست بالقوته درین دار
به فعل آید در آن عالم به یک بار

رهي ٿو جيڪي هِت قُوّت ۾ مخفي
سو هُت ظاهر ٿئي منجهہ فعل نڪري

قاعده

قاعدو

(681) ز تو هر فعل که اول گشت ظاهر
بر آن گردی به باری چند قادر

[هر عمل جيڪو تو کان هڪ دفعو سرزد ٿيو آهي، پر جيڪڏهن ان کي بار بار ڪندين ته تون ان ۾ ماهر ٿي پوندين.]

(691) همه اخلاق تو در عالم جان
گهی انوار گردد گاه نیران

مناسب جسم سان سي ٿِين نِروار
ٿين کي نُور مَنجي، کي ٿِين نار

(692) تعین مرتفع گردد ز هستی
نماند در نظر بالا و پستی

[جڏهن تعين (ظاهري جسماني صورت phenomenal limtations/) جون پابنديون ڪجي وينديون، تڏهن تنهنجي نظر ۾ ڪا بہ هيٺاهين مٿانهين نہ رهندي.]

(693) نماند مرگ تن در دار حیوان
به یک رنگی بر آید قالب و جان

نہ رهندو موت جِسميءَ جو ڪو نشان
ٿئي يَڪ رنگ ٿيندا جسم ۽ جان

(694) بود پا و سر و تو جمله چون دل
شود صافی ز ظلمت صورت گل

ٿِينَ دل وانگي عُضوا تُنهنجا سڀ پاڪ
ڪَثافَت ۽ ڪدورت سڀ ڇڏي خاڪ

(695) ببینی بی جهت حق را تعالی
کند از حق بر تو تجلی

ٿئي پڻ نُور حق جو تو ۾ نِروار
ڪرين اُت حق تعاليٰ جو تُون ديدار

(696) ندانم تا چه مستیها کنی تو
دو عالم را همه برهم زنی تو

[مون کي خبر ناهي تہ توتي تڏهن مستيءَ جو ڪهڙو رنگ هوندو، جڏهن تنهنجي نظر ۾ هي ٻئي جهان ختم ٿي ويندا.]

(697) 'سقاهم ربهم' چه بود بیندیش
'طهوراً'چیست صافی گشتن از خویش

'سَقَاهُم رَبُّهُم' ڏيکاري مَستي
'طَهورا' آهي ميٽڻ پنهنجي هَستي

(698) زهی شربت زهی دولت زهی ذوق
زهی حیرت زهی حالت زهی شوق

عجب شربت، عجب لذت، عجب ذوق
عجب دولت، عجب حيرت، عجب شوق

(699) خوشا آن دم که ما بی‌خویش باشیم
غنی مطلق و درویش باشیم

[اها گهڙي ڪيڏي نہ سڀاڳي هوندي جڏهن اسين پنهنجو 'پاڻ' ڪان آجا هونداسين، تڏهن اسين ڪيڏا نہ آسودا ۽ ساڳي وقت غريب هونداسين.]

(700) نه دین نه عقل نه تقوی نه ادراک
فتاده مست و حیران بر سر خاک

[اها حالت جڏهن نہ عقل هوندو نہ ڪا سمجهہ، نہ پرهيزگاري، بلڪ جڏهن اسين ڌرتيءَ تي مست ۽ حيران پريشان پيا هونداسين.]

(701) بهشت و خلد و حور آنجا چه سنجد
که بیگانه در آن خلوت نگنجد

بِهشت ۽ حُورَ مان اُت دِل نہ ڏاپي
اُنهي خلوت ۾ حَق ري ڪِين ماپي

(702) چو رؤیت دیدم و خوردم از آن می
ندانم تا چه خواهد شد پس از وی

اها هَستِي ۽ حيرت پڻ فنا ٿئي
خبر ناهي تہ اُن ڪان پوءِ چا ٿئي

(703) پی هر مستی باشد خماری
درین اندیشه دل خون گشت باری

[پر مون ڪي هر وقت اها ڳڻتي بہ آهي تہ هر نشي ڪان پوءِ خمار چڙهيل هوندو آهي ان ڪري منهنجي دل رت روئي ٿي.]

# سوال يارهون
# حاشيا ۽ شرح

635. وجود مطاق جڏهن تعيّن يا تشخص سان آهي، تڏهن انهي کي موجود تو سڏجي ۽ موجودات ڪثرت آهي يعني ڪل ۽ موجودات جو هر هڪ ڀاڱو يا جزو، جو وجود جو جزو آهي، سو ڪل آهي. تنهنڪري ظاهري ڪري اهو ڪثرت وارو جزو يعني موجود سو اصل واري ڪل يا وجود مطلق بي تعيّن کان گهٽو پيو ڏسجي.

638. ڪل يعني موجودات، ظاهري ڪري بيشمار آهي ۽ سندس جزو جو وجود مطلق آهي تنهن کان البته حقيقت ۾ گهٽ سمجهڻ گهرجي. رڳو ڏيک يا ظاهر ۾ گهٽو تو ڏسجي. انهي کي ظاهري هستي آهي ليڪن باطن ۾ عدم آهي. انهن جي هستي وجود تي تعلق رکي ٿي يا انهي جي زيردست آهي.

642. وجود مطلق جوهر آهي ۽ ظاهري موجودات يا ممڪن يا ڪثرت عرض آهي، ۽ ممڪن ۽ عرض حقيقت ڪري فاني ۽ عدم آهن، تنهنڪري چئبو ته سڀ ممڪنات ۽ موجودات هر لحظي فاني آهي.

644. حڪيمن جو قول آهي ته "العرض لايبقيٰ زمانين" يعني عرض ٻه گهڙيون بقا نتو ڪري، هر گهڙي عدم ۽ فاني آهي.

645. حشر يعني جمع ٿيڻ جو تعينات يا سڀ عالم جي موجودات وحدت ڏي رجوع ٿي ڪري ۽ وري هر لحظي اُها وحدت يا حقيقت واحد ڪثرت ۾ ظاهر ٿي ٿئي ۽ پکڙيو پئي ۽ اهو ٿيو نشر يعني پکڙڻ، جو جمع جو ضد آهي.

648. حشر قيامت آهي ۽ قيامت هڪڙي ننڍي بي وڏي، ننڍي اها هر گهڙيءَ واري آهي ۽ وڏي قيامت الڪبريٰ جا نيٺ اچڻي آهي. اُهو آهي يوم الدين يا يوم الجزا ۽ هي آهي يوم العمل. هِيءَ نشاة الاوليٰ هُو نشاة الثانيہ، هڪڙي درجي بدرجي يا ٿورو ٿورو ٿيندڙ ۽ ٻي فقط هڪڙي دفعي ٿيندڙ، هڪڙي اجمالي ۽ ٻي تفصيلي، هڪڙي فاني ۽ ٻي ابدي.

651. جيئن حياتي حِسي به آهي ۽ معنوي به آهي، تيئن موت حِسّي به آهي ۽ معنوي به آهي. يعني ظاهري ۽ باطني.

653. جيئن ماڻهوءَ کي بدن ۽ روح آهي، تيئن جهان به گويا هڪڙو شخص يا بدن آهي، جنهن جو روح آهي انسان.

654. جيئن مٿي ڏيکاريو ويو ته سڀ موجودات يا ممڪنات عالم جي هر لحظ مري ٿي ۽ جيئي ٿي.

655. اختياري موت آهي پنهنجو نفس مارڻ يا توبه ڪرڻ. قول آهي ته الموت هو التوبتہ ۽ اضطراري موت آهي روح جو بدن کان ڌار ٿيڻ.

657. يعني عالم ۾ موت ۽ حياتيءَ جي نسبت ۾ انسان سان مشابهه آهي، مگر هي تفاوت آهي ته اختياري موت يا توبهه عالم کي ڪونهي خاص انسان جي لاءِ آهي، جنهنڪري معرفت به حاصل انهيءَ کي ٿي ٿئي.

658. جيئن پهرين عدم ۾ هو پوءِ هست ٿيو، تيئن ذري ذري پيو ٿئي.

659. يعني مرڻ يا بدن کان روح جي جدا ٿيڻ وقت.

660. حواس تارن وانگي آهن ۽ جان سج وانگي آهي.

666. هي قيامت ۾ ٿيڻ واريون ڳالهيون قرآن مان آهن جي مرڻ مهل ظاهر ٿيون ٿين. اهي سوره القيامته ۾ ڏنل آهن، جنهن ۾ آهي وَالْتَفَّتِ السَّاقُ بِالسَّاقِ (آيت:29).

669. يعني ڪلام الله.

670. هي ٻه آيتون به قرآن مان آهن ته كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ وَيَبْقَى وَجْهُ رَبِّكَ ذُو الْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ (الرحمٰن: 26-27) ۽ ٻي آهي: بَلْ هُمْ فِي لَبْسٍ مِنْ خَلْقٍ جَدِيدٍ (ق: 15).

673. هي قرآن جي آيت آهي جا مٿي به آئي آهي.

674. يعني حق جي طرفان تجليون ۽ تعيّن پوري ڪمال سان وجود ۾ پيا اچن جنهنڪري عالم هليو هلي ۽ عالم ذاتي طرح هر ساعت پيو بدلجي ۽ هست ۽ نيست ٿئي.

676. هتي جيڪو به تعين آهي سو ظاهري آهي ۽ معنوي به آهي مجازي به آهي ته حقيقي به آهي.

683. هتي جا ڪم وري وري هئڻ ڪري ماڻهوءَ ۾ اثر پيدا ڪن ٿا ۽ انهي ڪري انهي ۾ اخلاق پيدا ٿين ٿا جي هن جهان تائين هلن ٿا. جيڪا نفساني ڪيفيت جلد گم ٿي وڃي ٿي انهيءَ کي حال يا احوال چئبو آهي ۽ جيڪا جلد گم نه ٿي ٿئي انهي کي خُلق ۽ خُوءِ يا اخلاق سڏبو آهي.

686. جڏهن جسم يا تعين جو ظاهري پردو گم ٿي وڃي ٿو تڏهن باطن يا اخلاق پڌرا ٿيندا.

688. سي اندر جا ڳجهه ۽ اسرار قيامت جي ڏينهن نڪري نروار ٿيندا. هي قرآن جي آيت آهي: يَوْمَ تُبْلَى السَّرَائِرُ فَمَا لَهُ مِنْ قُوَّةٍ وَلَا نَاصِرٍ (الطارق: 9-10).

691. سي اخلاق جي اڳي باطن ۾ هئا سي انهي ڏينهن مناسب جسم وٺي ظاهر ٿيندا ۽ فعل ۾ ايندا.

693. دارالآخرت دار الحيواة آهي تنهنڪري روح ۽ بدن هڪجهڙا هوندا. جي ڪو جسم هوندو ته اهو به روحاني ۽ لطيف ۽ صاف هوندو نه بدن وانگي ڪثيف ۽ ڪدورت وارو.

697. آيت آهي: وَسَقَاهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُورًا (الدهر: 21). انهي پاڪ شراب جي نشي سان هستي ۽ تعين جي لذت کان صاف ۽ پاڪ ٿيندين. فعل توڙي صفات ۽ ذات جي ڪا به غلاظت ڪا نه رهندي، پاڻ کان فاني ۽ حق سان باقي ٿيندين.

## سوال - دوازدهم

(704) قدیم و محدث از هم چون جدا شد
که این عالم شد آن دیگر خدا شد

## سوال ٻارهون

قديم ۽ مُحدِث آهي جڏهن جُدا ٿيو
تڏهن ڪيئن هڪڙو عالم ٻيو خُدا ٿيو؟

## جواب

(705) قدیم و محدث از هم خود جدا نیست
که از هستی است باقی دائما نیست

(706) همه آن است و این مانند عنقاست
جز ازحق جمله اسم بی مُسمیٰ ست

(707) عدم موجود گردد این محال است
وجود از روی هستی لایزال است

(708) ز آن این گردد و نه این شود آن
همه اشکال گردد بر تو آسان

(709) جهان خود جمله امر اعتباری است
چو آن یک نقطه که اندر دور ساری است

(710) برو یک نقطه آتش بگردان
که بینی دائره از سرعت آن

(711) یکی گر در شمار آید به ناچار
نگردد واحد از اعداد بسیار

## جواب

قديم ۽ واجب ۽ باقي ٿيو حق
ٿيو مُمڪِن ۽ مُحدِث نيست مطلق

حقيقت ۾ نہ هي هُن کان جُدا آهہ
فقط هِن کي سدا هُن مان بقا آهہ

[عدم ڪيئن موجود ٿي سگهي ٿو اهو بلڪل محال آهي، ڇو تہ وجود هستي (هئڻ) جي لحاظ کان لازوال آهي.]

[ٻُڌي ڇڏ، نہ هيءُ ڪڏهن هُو ٿي سگهي ٿو ۽ نہ هُو وري هيءُ ٿي سگهي ٿو، اهو سمجهڻ هر مسئلي جو حل آهي.]

[هن جهان کي تون اعتباري (خيالي) فرض ڪر. ان جو مثال اجهو اهو آهي جيئن هڪ ٽِڪو گول گهمڻ سان دائرو بنائي ٿو.]

[وڌيڪ اهو خيال ڪر تہ اهو نقطو باهہ يا مشعل آهي جنهن کي تيز ڦيرائڻ سان تو کي اهو دائري جي شڪل ۾ نظر اچي ٿو.]

[اهڙيءَ طرح جڏهن تون هڪ جي انگ کي بار بار ڳڻيندين (وڏو انگ) تہ اهو هڪ جو انگ پنهنجي اصليت ۾ ختم ڪو نہ ٿيندو.]

(712) حدیث 'ما سويٰ الله' رها کن
به عقل خویش آن را زین جدا کن

سوا حق جي ٻيو ڪي ناهي موجُود
قصو سڀ مَاسَوَي الله جو ٿيو بي سوُد

(713) چو شک داری در آن کین چون خیال است
که با وحدت دوی عین ضلال است

[تو کي آخر هن ڳالھ ۾ ڪيئن شڪ پيو
آهي تہ اهو سڀ ڪجھ محض خيال آهي،
ڇو تہ هيڪڙائي سان ٻيائي کي گڏ آڻڻ
پوري گمراهي آهي.]

(714) عدم مانند هستی بود یکتا
همه کثرت ز نسبت گشت پیدا

عدم هو هڪڙو، هستيءَ وانگي اصلا
هي ڪثرت ٿي سيئي نِسبت کان پيدا

(715) ظهور اختلاف و کثرت شان
شده پیدا ز بوقلمون امکان

[مختلف صورتن ۾ ظهور ۽ انهن جي
ڪثرت ممڪنات جي گهٽائي ۽
رنگارنگيءَ جي ڪري آهي.]

(716) وجود هر یکی چون بود واحد
به وحدانیت حق گشت شاهد

وجود آهي اصل سڀ شيءَ جو واحد
۽ وحدانيت آهي حق جي شاهِد

# سوال ٻارهون
# حاشيا ۽ شرح

704. قديم اهو آهي جنهن کان اڳي ٻيو ڪي بہ ڪين هجي. جنهن کان اڳي ڪي هجي ۽ هو پوءِ پيدا ٿئي اهو آهي محدث. جڏهن قديم يعني حق يا وحدت، محدث يعني عالم يا ڪثرت جدا يا ٻہ ڪين ڇئبا. تڏهن حقيقت ڪري محدث رڳو قديم جي تجلي جو مظهر آهي، ٻئي هڪڙوئي آهي تميز يا تفاوت ڪونہ ٿيو.

706. قديم يا وجود مطلق يا واجب الوجود جو هميشہ باقي آهي سو محدثات ۽ ممڪنات جي صورت ۾ ظاهر ٿو ٿئي، جو عدم يا فاني آهي رڳو هن جي ڪري بقا ۽ هستي اٿس.

714. يعني جيئن وجود اصلاً واحد آهي تيئن عدم بہ واحد آهي. ٻنهي ۾ ڪثرت ۽ تعداد اصل ڪونہ هو، اهو رڳو نسبت يا ذات جي تعينات جي ڪري ٿيو آهي.

## سوال - سيزدهم

(717) چه خواهد مرد معنيٰ ز آن عبارت
که دارد سوی چشم و لب اشارت

(718) چه جوید از رخ و زلف و خط و خال
کسی کاندر مقامات است و احوال

## سوال تيرهون

حقيقي ڇا هي معنيٰ، عشق جو حال
اکيُون، مُنهن، چپَ ۽ زلف ۽ خطَ ۽ خال؟

## جواب

(719) هر آن چیزی که در عالم عیان است
چو عکسی ز آفتاب آن جهان است

## جواب

هي سيڪا شيءِ جا عالم ۾ عيان آهه
سا حق جو عَڪسُ پارُون هُن جهان آهه

(720) جهان چون زلف و خط و خال و ابروست
که هر چیزی به جای خویش نیکوست

(721) تجلی گه جمال و گه جلال است
رخ و زلف آن معانی را مثال است

هي جڳُ تيو خالَ ۽ خط جي مثال آهه
تجلي ڪڏهن جَمال ۽ ڪڏهن جلال آهه

(722) صفات حق تعاليٰ لطف و قهر است
رخ و زلف بتانرا زآن دو بهر است

صفاتون حقِ جُون آهن لُطف ۽ قَهر
ڏينَ محبوبَ مُنهن مان قَند ۽ زهرَ

(723) چو محسوس آمد این الفاظ مسموع
نخست از بهر محسوسند موضوع

[جيئن ته اسان پهريائين الفاظ محسوس
ڪريون (ٻڌون) ٿا، انهيءَ ڪري اهي شروع
کان ئي محسوس شين جي نشاندهي ڪن ٿا.]

(724) ندارد عالم معنی نهایت
کجا بیند مراورا لفظ غایت

مجازي ۽ حقيقي لفظ معنيٰ
مطابق ٿيا اچي دُنيا ۽ عُقبيٰ

(725) هر آن معنی که شد بر ذوق پیدا
کجا تعبیر لفظی یابد او را

نہ سمجهين جيسين تُون تن جي حقيقت
اِنهن گُفتَن جي توکي ناهي رُخصت

(726) چو اهل دل کند تفسیر معنی
به مانندی کند تعبیر معنی

[جڏهن اهل دل (صوفي) انهن جي سمجهاڻي ڏين ٿا ته هو انهن جي سمجهاڻي محسوس ٿيندڙ شين سان ڪن ٿا.]

(727) که محسوسات از آن عالم چو سایه است
که این چون طفل و آن مانند دایه است

[دراصل محسوسات اصلي عالم (جهان) جي پاڇولن وانگر آهن، هنن جي حيثيت ننڍي ٻار جي آهي ۽ اصلي دائي وانگر آهن.]

(728) به نزد من خود الفاظ ماول
بر آن معنی فتاد از وضع اول

[منهنجو خيال آهي ته جن اصطلاحن جي اسان سمجهاڻي ڏيون ٿا، اهي شروع کان انهيءَ معنيٰ سان مخصوص ڪيا ويا آهن.]

(729) به محسوسات خاص از عرف عام است
چه داند عام کان معنی کدام است

[ليڪن عام ماڻهن انهن ڪي پوءِ رواجي معنيٰ ڏئي ڇڏي آهي. ڀلا، عام ماڻهو انهن ڪي ٻي ڪهڙي معنيٰ ڏئي سگهن ٿا.]

(730) نظر چون در جهان عقل کردند
از آنجا لفظها را نقل کردند

[جڏهن عقل وارن انهيءَ جهان تي نظر وڌي ته هنن اصلي لفظن جي اها معنيٰ مقرر ڪري ڇڏي.]

(731) تناسب را رعایت کرد عاقل
چو سوی لفظ معنی گشت نازل

[پر داناءُ اهو آهي جيڪو انهيءَ نسبت ڪي سمجهي ٿو ۽ اصلي معنيٰ ڏانهن ڌيان ڪري ٿو.]

(732) ولی تشبیه کلی نیست ممکن
ز جست و جوی آن میباش ساکن

[جيتوڻيڪ مڪمل تشبيهه ناممڪن آهي، پر اها جستجو ختم نه ڪر.]

(733) درین معنی کسی را بر تو دق نیست
که صاحب مذهب اینجا غیر حق نیست

[انهيءَ سلسلي ۾ تو مٿان ڪنهن کي فضيلت ڪونهي، چو ته اتي حق کان سواءِ ٻيو ڪو به رهنما ڪونهي.]

(734) ولی تا با خودی زینهار زینهار
عبارات شریعت را نگهدار

[ليڪن ياد رک جيستائين تون هوشيار خبردار آهين ته پوءِ هر حال ۾ شريعت ۽ قانون تي هل.]

(735) که رخصت اهل دل را در سه حال است
فنا و سکر و پس دیگر دلال است

[چو ته اهلِ دل يعني سالڪن کي به ٽن حالتن ۾ رخصت آهي. هڪ فنا، ٻي سُڪر ۽ ٽين محبت ۾ استغراق.]

(736) ترا چون نیست احوال مواجید
مشو کافر بنادانی و تقلید

فنا ۽ سُڪر جيسين ٿيو نہ ظاهر
نہ ٿي تقليد سان ٿُون پاڻ ڪافر

(737) هر آنکس کو شناسد این سه حالت
بداند وضع الفاظ و دلالت

[جيڪو انهن ٽنهي حالتن جي شناخت رکي ٿو، اهو الفاظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ مطلب کي سمجهي ٿو.]

(738) مجازی نیست احوال حقیقت
نه هر کس یابد اسرار طریقت

[حقيقت ائين ناهي جيئن ظاهري طور نظر پئي اچي، هر ڪوئي طريقت جي اسرارن کان با خبر نٿو ٿي سگهي.]

(739) گزاف ای دوست ناید ز اهل تحقیق
مر این را کشف باید یا که تصدیق

شريعت پوءِ طريقت پوءِ حقيقت
سواءِ ان جي ٿُون ڪٽندين جڳُ جي لعنت

(740) بگفتم وضع الفاظ و معانی
ترا سربسته گر خواهی بدانی

ٻُڌج ٿُون هاڻ الفاظ ۽ معاني
منجهان تشبيه سِڪُ تنزيه جاني

(741) نظر کن در معانی سوی غایت
لوازم را یکایک کن رعایت

[معنيٰ ۽ مفهوم تي پهچڻ خاطر مقصد کي ضرور نظر ۾ رک، هن سلسلي ۾ ضروري هدايتن تي ضرور عمل ڪر.]

(742) بوجهی خاص از آن تشبیه میکن
ز دیگر وجهها تنزیه میکن

[فقط خاص حالتن ۾ تشبيه جو سهارو وٺ، ور نہ ٻي هر صورت ۾ تنزيه (هن ڪي هر شيءِ کان الڳ) سمجهہ.]

(743) چو شد این قاعده یک سر مقرر
نمایم ز آن مثالی چند دیگر

[جڏهن تو ڪي هن ڳالهہ جي خبر پئجي وئي تہ پوءِ آءٌ تو لاءِ ڪجهہ مثال ۽ سمجهاڻيون پيش ڪريان ٿو.]

## اشارت به چشم و لب

## اکين ۽ چپن مان ڇا مراد آهي؟

(744) نگر کز چشم شاهد چیست پیدا
رعایت کن لوازم را بد آنجا

[غور سان ٻُڌ تہ محبوب جي اک مان ڇا ٿو ظاهر ٿئي، ان لاءِ تون سيني ضروري ڳالهين کي سمجهہ.]

(745) ز چشمش خوست بیماری و مستی
ز لعلش گشت پیدا عین هستی

تي اک محبوب جي بيمار ۽ مَست
۽ چَپَ ڳاڙها اُنهي جا نيست منجهه هَست

(746) ز چشم او همه دلها جگرخوار
لب لعلش شفای جان بیمار

اکين کان ٿيون دليُون غم ۾ گرفتار
چَپَن کان ٿي شِفا تنِ کيءَ جي بيمار

(747) ز چشم اوست دلها مست و مخمور
ز لعل اوست جانها جمله مستور

ٿيا عاشق اکين کان مست مخمُور
چَپن کان ٿيا اُنهن جا رُوحَ مستُور

(748) به چشمش گرچه عالم در نیاید
لبش هر ساعتی لطفی نماید

اکيون ليکين پڻ ٿيون کين عالم
مگر لَبَ تُنهنجا کن ٿا لُطف هردم

(749) دمی از مردمی دلها نوازد
دمی بیچارگان را چاره سازد

[ڪڏهن هو ماڻهن جي دلين کي لُيائي ٿو، ڪڏهن ڦٽِلين ۽ بيمارن جي تيمارداري ڪري ٿو.]

(750) به شوخی جان دمد در آب و در خاک
به دم دادن زند آتش بر افلاک

[هن جي حُسن جي شوخي پاڻي ۽ مٽيءَ کي زندگي بخشي ٿي، هن جي هڪ ڦوڪ آسمانن ۾ باهه لڳائي ڇڏي ٿي.]

(751) از او هر غمزه دام و دانئه شد
وز او هر گوشهای میخانئه شد

[هن جي هر اشاري ۽ غمزي ۾ ڦاسڻ جو داڻو رکيل آهي، هن جي ڪري ڪنڊ ڪڙڇ ميخانو بڻيل آهي.]

(752) ز غمزه میدهد هستی به غارت
به بوسه میکند بازش عمارت

[جتي هن جو هڪ اشارو پوري ڪائنات کي جلائي رک ڪري ٿو، اُتي هن جي چپن جي چاشنيءَ سان عمارت ڪڙي ٿي وجي ٿي.]

(753) ز چشمش خون ما در جوش دایم
ز لعلش جان ما بیهوش دایم

اکين کان رتُ عُشاقن جو ٿيو منجهه جوش
چَپن کان جان تن جي آهي مدهوش

(754) به غمزه چشم او دل می رباید
به عشوه لعل او جان می رباید

اکيون غمزن سان ٿيون دلڙيون لُٽي نِين
چُمين سان چَپَ سَدا ڦُرڙا ڇُنائين

(755) چو از چشم و لبش خواهی کناری
مر این گوید که نه آن گوید آری

[جڏهن تون هن جي 'اکين' ۽ 'چپن' ۾ سمائجڻ گهرين ته هڪڙو چوندو نه ته ٻيو چوندو هائو!]

(756) ز غمزه عالمی را کار سازد
به بوسه هر زمان جان می نوازد

[هن جو هڪ غمزو ۽ اشارو سڄي جڳ جهان کي سنواري ٿو، هن جي چپن جو مٺاڻ هر گهڙيءَ روح کي راحت ڏئي ٿو.]

(757) از او یک غمزه و جان دادن از ما
وز او یک بوسه و استادن از ما

[هن جي هڪ غمزي تي اسان ساهه صدقي ڪري ويهون ٿا، هن جي چپن جي چاشني اسان کي ٻيهر جيئرو ڪري ڇڏي ٿي.]

(758) 'کلمح بالبصر' شد حشر عالم
ز نفخ روح پیدا گشت آدم

[هن جي اک چنڀڻ سان جهان ۾ قيامت برپا ٿئي ٿي، هن جي روح ڦوڪڻ سان آدم پيدا ٿي پوي ٿو.]

(759) چو از چشم و لبش اندیشه کردند
جهانی می پرستی پیشه کردند

[جڏهن ڪنهن تي هن جي اکين ۽ چپن جو تصور حاوي ٿئي ٿو، تڏهن هو پاڻ کي مئي ۽ ميخاني جي رنگ ۾ رڱي ٿو.]

(760) نیاید در دو چشمش جمله هستی
در او چون آید آخر خواب و مستی

[ليڪن هي سڄو جڳ جهان هن جي اکين آڏو ڪهڙي حيثيت رکي ٿو! جو ته هن جي اکين تي ڪڏهن به ننڊ ۽ غفلت جو غلبو نٿو ٿئي.]

(761) وجود ما همه مستی است یا خواب
چه نسبت خاک را با رب ارباب

[اسان جي هستي يا خواب خيال آهي يا اجائي مستي آهي، ان صورت ۾ اسان خاڪ وارن کي هن سان ڪهڙي نسبت!]

(762) خرد دارد ازین صد گونه اشفت
که 'ولتصنع علی عینی' چرا گفت

[اتي عقل پاڻ هزار پريشانين ۾ آهي، جو ته هن پاڻ چيو آهي، 'توکي پاليوسين پنهنجي اکين ڳيان.']

## اشارت به زلف

## زلف جو اشارو

(763) حدیث زلف جانان بس دراز است
چه شاید گفت کان جای راز است

حقيقت زُلف جي ڏُور ۽ دراز آهه
ڪبو ڇا ذڪر، جو سڀ رَمز راز آهه

(764) مپرس از من حديث زلف پرچين
محبانيد زنجير مجانين

وِڏا زنجير عُشّاقن کي محبوب
ٿيا جي قيد ڪثرت جي ۾ مجذوب

(765) ز قدش راستی گفتم سخن دوش
سر زلفش مرا گفتا که خاموش

سَئون ٿيو قدُ، ڏِنگا ٿيا زُلف اُن جا
تعيّن ۾ ٿيو ضد آهي بَر جا

(766) کژی بر راستی زان گشت غالب
وز او در پیچش آمد راه طالب

[ڏنگائي ان ڪري سڌائيءَ تي غالب آهي ته جيئن طالب ان ڏنگيءَ ڏکي راهه ۾ پنهنجو رستو ڳولي لهي.]

(767) همه دلها از او گشته مسلسل
همه جانها از او گشته مغلغل

[سيئي دليون ان زلف دراز ۾ قاتل آهن ۽ سيئي روح ان ۾ ٻڌندڙ ۽ ترندڙ آهن.]

(768) معلق صد هزاران دل ز هر سو
نشد یک دل برون از حلقئه او

[هزارين ۽ لکين دليون ان (زلف) ۾ اٽڪيل آهن، هن جي زلف جي پيچ کان ڪا دل بچيل ناهي.]

(769) گر او زلفین مشکین برفشاند
به عالم در یکی کافر نماند

ڇَندي جي زُلفَ پَنهنجا منهنجو دلبر
نہ عالم ۾ رهي ڪو هڪڙو ڪافر

(770) وگر بگذاردش پیوسته ساکن
نماند در جهان یک نفس مؤمن

۽ جي دائم ڪري او تن کي ساڪن
تہ جڳ ۾ پڻ رهي هڪڙو نہ مومن

(771) چو دام فتنه میشد چنبر او
به شوخی باز کرد از تن سر او

[جڏهن هن جي فتني (زلف) جو دام وڏي دائرو (ڦاهي) بنجي ٿو تہ هو پنهنجي شوخيءَ سان ان جو سر وڍي ڇڏي ٿو.]

(772) وگر زلفش ببریده شد چه غم بود
که گر کم شد شب اندر روز افزود

[پر جيڪڏهن ائين سندس زلف جو سر وڍجي ويو تہ ڇا ٿيو، جيئن اونداهي گهٽبي آهي تہ ڏينهن جو سوجهرو وڌڻ لڳندو آهي.]

(773) چو او بر کاروان عقل ره زد
به دست خویشتن بر وی گره زد

[جڏهن هن پاڻ عقل جي قافلي تي ڌاڙو هنيو آهي، تڏهن پاڻ ئي وري ان جي پيرن ۾ زنجير وڌا اٿس.]

(774) نیابد زلف او یک لحظه آرام
گهی بام آورد گاهی کند شام

مگر زلفن کي اُن جي ناهي آرام
ڪڏهن تا صُبح آڻن ۽ ڪڏهن شام

(775) ز روی و زلف خود صد روز و شب کرد
بسی بازیچهای بوالعجب کرد

رُخ ۽ زلفن مان ڪيئي روزَ شبَ ٿيا
مخالف رنگ ڪَثرت جا عجب ٿيا

(776) گلِ آدم در آن دم شد مخمر
که دارد بوی آن زلف معطر

[انسان جي مٽي انهيءَ خمير مان آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي زلف جي خوشبو شامل ڪري ڇڏي آهي.]

(777) دل ما دارد از زلفش نشانی
که خود ساکن نمی گردد زمانی

[اسان جي دلين ۾ بہ ان زلف جي هڪ نشاني آهي، جنهن جي ڪري اسان جي دلين کي هڪ پل بہ آرام نہ آهي.]

(778) از او هر لحظه کار از سر گرفتم
ز جان خویشتن دل برگرفتم

[هن کان ئي مون هر وقت ڏُن ۾ رهڻ سکيو آهي، اهڙيءَ طرح پنهنجو پاڻ کان بيزار ٿيڻ جو عادي ٿيو آهيان.]

(779) از آن گردد دل از زلفش مشوش
که از رویش دلی دارد پر آتش

[منهنجي دل هن جي زلف کان ان ڪري پريشان آهي، ائين هن جي چهري کان هر وقت منهنجي دل بيتاب آهي.]

## اشارت به رخ و خط

## چهري ۽ خط جي اشارو ڪيڏانهن آهي؟

(780) رخ اینجا مظهر حسن خدائی است
مراد از خط جناب کبریائی است

آهي رُخ مظهرِ لُطف اِلاهي
۽ خطُ آهي خُدا جي هيڪڙائي

(781) رخش خطی کشید اندر نکویی
که از ما نیست بیرون خوبرویی

[هن جي چهري تي ايندڙ خط سهڻائپ جي انتها آهي، اهو ظاهر ڪري ٿو تہ ان کان ٻاهر وڌيڪ ڪا سُونهن ڪونهي.]

(782) خط آمد سبزه زار عالم جان
از آن کردند نامش آب حیوان

آهي خط سبز وَ رُوحاني ۽ ذاتي
ٿو سڏجي چَشمُ آب حياتي

(783) ز تاريکی زلفش روز شب کن
ز خطش چشمئه حيوان طلب کن

ڍکي اُن کي سَدا زلفن جي ظُلمات
خِضُر ڳولي لهي کثرت ۾ هک ذات

(784) خضر وار از مقام بی نشانی
بخور چون خطش آب زندگانی

[خضر جي پوئلڳي کندي تون بہ ان لکل هنڌان خط جي صورت ۾ مهيا اهو آب حيات پي وٺ.]

(785) اگر روی و خطش بينی تو بيشک
بدانی کثرت از وحدت يکايک

[جيکڏهن تون هن جي چهري ۽ خط کي واقعي ڏسي ورتو تہ پوءِ تو کي فوراًکثرت ۽ وحدت جي سمجهاڻي اچي ويندي.]

(786) ز زلفش باز دانی کار عالم
ز خطش باز خوانی سر مبهم

[هن جي زلف جي اسرارن مان تو کي هِن جهان جي خبر پوندي ۽ هِن جي خط جي خوبيءَ مان تو تي ڳجها راز کلي پوندا.]

(787) کسی گر خطش از روی نکو ديد
دل من روی او در خط او ديد

[کو ئي هن جي خط پويان خوبصورت چهرو ڏسي ٿو، پر منهنجي دل هن جو چهرو سندس خط ۾ ڏسي ٿي.]

(788) مگر رخسار او سبع المثانی است
که هر حرفی از او بحر معانی است

سندس رُخسارَ ٿيا سَبع اَلمثاني
ليي هر حرف ۾ بَحر معاني

(789) نهفته زير هر موئی از او باز
هزاران بحر علم از عالم راز

ٿيا سَڀ حرفَ، اُن رخسار جا وار
لِکلُ هيٺان اُنهي جي علم اسرار

(790) ببين بر آب قلبِ عرش رحمان
ز خط عارضِ زيبائی جانان

[تون پنهنجي دل جي پاڻيءَ مٿان ذات خداونديءَ جي عرش کي ڏس، هن جي ڳل تي ظاهري خط سونهن جو سامان اٿئي.]

## اشارت به خال

## تِرَ مان ڇا مراد آهي؟

(791) بر آن رخ نقطئه خالش بسيط است
که اصل مرکز دور محيط است

۽ رخ تي خالَ جو ڏسجي جو نقطو
سو مرکز آهي ذاتي دائري جو

(792) از او شد خط دور هر دو عالم
وز او شد خط نقش و قلب آدم

ڏسڻ ۾ گرچه آهي هيچ در هيچ
وَڪوڙي هر ڊُو جڳ کي پيچ در پيچ

(793) از آن حال دل پرخون تباه است
که عکس نقطه‌ٔ خال سیاه است

[انهيءَ ترَ جي ڪري هيءُ دلڙي رت روئي بيحال ٿي وئي آهي، ڇو تہ اِهو ئي اصلي ڪاري تر جو عڪس يا اولڙو آهي.]

(794) چوخالش حال دل جز خون شدن نیست
کز آن منزل ره بیرون شدن نیست

هُويّت جو آهي سو غَيبُ مخفي
مُنهجي موڳي ٿئي دل رت ۾ ڦتڪي

(795) به وحدت در نباشد هیچ کثرت
دو نقطه نبود اندر اصل وحدت

اچي وحدت ۾ ڪڏهين ڪِين ڪثرت
ٻہ نُقطا ڪِيئن ٿهن منجھ هڪڙي وحدت

(796) ندانم خال او عکس دل ماست
و یا دل عکس خال روی زیباست

[مون کي خبر نٿي پوي تہ اهو ترُ اسان جي دلين جو عڪس آهي يا اسان جي هيءُ دل هن جي خوبصورت چهري جو عڪس آهي.]

(797) ز عکس خال او دل گشت پیدا
و یا عکس دل آنجا شد هویدا

اسان جي دِل، خالُ اُن جو، ٻہ نقطا
هي هُن جو عڪس ٿيو، هُو هِن جو ٿيو يا

(798) دل اندر روی او یا اوست در دل
به من پوشیده گشت این راز مشکل

دِل اُن جي مُنهن ۾، يا هُو آهي منجھ دل
آهي هِڪ رازُ اِيءُ، سمجهڻ ٿيو مُشڪل

(799) اگر هست این دل ما عکس آن خال
چرا می باشد آخر مختلف حال

جي اِيئن آهي تہ ڇو ٿيو دل جو هي حال
ڪڏهن خوش آهي ڪڏهين غم ۾ پامال

(800) گهی چون چشم مخمورش خراب است
گهی چون زلف او در اضطراب است

[ڪڏهن هن جي خماريل اکين ۾ خرابي ۽ تباهي پئي ڏسجي، ڪڏهن وري هن جي زلفن تي پريشاني ڇانيل آهي.]

(801) گهی روشن چو آن روی چو ماه است
گهی تاریک چون خال سیاه است

[ڪڏهن هو چنڊ جي چهري جيان منور ۽ روشن آهي، ڪڏهن وري هو ڪاري تر وانگر سراسر سياهي ۾ اونده آهي.]

(802) گهی مسجد بود گاهی کنشت است
گهی دوزخ بود گاهی بهشت است

ڪڏهين مسجد ٿئي، ڪڏهن ڪنشت آهه
ڪڏهن دوزخ ٿئي، ڪڏهين بهشت آهه

(803) گهی برتر شود از هفتم افلاک
گهی افتد به زیر تودهء خاک

[ڪڏهن هو ستن آسمانن کان بہ مٿي آهي،
ڪڏهن هو ويچارو پنهنجي مٽيءَ هيٺان دٻيل آهي.]

(804) پس از زهد و ورع گردد دگر بار
شراب و شمع و شاهد را طلبگار

[نيڪي ۽ پرهيزگاري، عبادت ۽ خوف خدا کي ڇڏي، هو ٻيهر وري وڃي ميخاني ۾ شمع ۽ شاهد جو طلبگار ٿئي ٿو.]

# سوال تيرهون
# حاشيا ۽ شرح

717. يعني عشق حقيقي ڇا کي چون ۽ مجازي ڇا کي ۽ ظاهري مجازي عشق جا اشارا ۽ عبادت جي حقيقي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

719. حق ڄڻ تہ سچ آهي ۽ عالم انهن جي نور جو عڪس آهي يعني الاهي ذات، صفات ۽ اسماء جو، جي هُن جهان جا آهن نہ هِن جهان جا. خط آهي محبوب جي ڪاڏيءَ جي ريح ۽ خال آهي تر، اهي ۽ ٻيون شيون سڀ ظاهري خوبصورتيءَ جون نشانيون آهن.

722. محبوبن ۾ هميشہ اهي ٻہ صفتون رهنديون آهن مهرباني بہ ۽ ظلم بہ ۽ مناڻ بہ ڪرڻ بہ.

724. لفظ مجازي يا ظاهري شيءِ آهي ۽ معنيٰ حقيقي باطني شيءِ آهي، اها ساڳي مشابهت دنيا ۽ عقبيٰ جي آهي.

725. يعني جيسين سالڪ جو عقل قائم آهي يا جيسين حقيقت جو ڪشف نہ ٿيو اٿس، تيسين ظاهري شريعت تي قائم رهي ۽ ظاهري لفظن ۽ عبارتن تي هلي، شرع جي مخالف معنائون نہ ڪڍي نہ تہ ڪافر ٿيندو. اهڙي معنيٰ ڪڍڻ جي تڏهن اجازت آهي جڏهن بيخود يا سُکر جي حالت ۾ هجي ۽ فنا في الله ٿئي يا انهن جي خيال ۾ محو هجي ۽ ٻيو ڪو بہ سماءُ ڪو نہ پئيس.

739. بزرگن جو قول آهي تہ طريقت شريعت جو مٿو آهي ۽ حقيقت وري طريقت جو مٿو آهي. شريعت کان سواءِ طريقت وسوسو آهي ۽ طريقت کان سواءِ حقيقت زندقہ ۽ ڪفر آهي.

740. هڪڙي رستي سان اهي لفظ ۽ معنائون تشبيهہ ٿيون ڏيکارين ۽ ٻئي رستي سان حق انهن تشبيهن کان پاڪ آهي. حقيقت ڪري تشبيهہ ۽ تنزيهہ ٻئي امر اعتباري آهن. ”تعالي الله عن الاشباه والاضداد والامثال والانداد.“

747. يعني عزت جي حجاب ۾ لڪل ۽ خود نمائي ۽ ٻين نقصان وارن صفتن کان آزاد.

764. يعني مجنون ۽ ديوانا.

765. يعني اصل محبوب جو قد سئون آهي، ليڪن انهي کي گهنڊيدار ۽ ڏنگن وارن ڏِکي ڇڏيو آهي يا ظاهر ۾ اصل وارا ذاتي اسماءِ ۽ صفات سنوان ۽ وحدت وارا آهن تن کي تعين ۽ ضد زلفن جي گهٽائي ۽ ڪارنهن ۽ ڍگهائي جي ڪثرت ڍڪي ڇڏيو آهي.

769. جلالي ۽ جمالي تعينات جو پردو پاسي ڪري تہ تعين ۾ لڪل ماڻهو سڀ ظاهر تي پون ۽ سڀ توحيد جا قائل ٿين، هڪڙو بہ مشرڪ يا ڪافر يا منڪر ڪو نہ رهي.

770. ۽ جي تعينات جي ڪارڻ هميشہ رهڻ ڏئي تہ ڪثرت جو حجاب وحدت تان مور نہ ڪجي ۽ هڪڙو شخص بہ توحيد جو قائل يا مؤمن پيدا نہ ٿئي.

774. صبح يا ڏينهن آهي نور وحدت جو ۽ شام يا رات آهي ڪثرت ۽ تغير ۽ تبديل ۽ تعين.

782. عالم ارواح جو اشارو قرآن جي آيت آهي تہ وَإِنَّ الدَّارَ الْآخِرَةَ لَهِيَ الْحَيَوَانُ (العنڪبوت: 64).

783. جيئن ظلمات ۾ آب حيات جو چشمو لڪل آهي، تيئن ڪثرت ۾ وحدت لڪل آهي. ۽ تيئن زلفن ۾ منهن جو خط يا ڳلن جي ساوڪ لڪل آهي.

788. قرآن جي پهرين سوره فاتحه، جنهن مان ساري قرآن جو مضمون مختصر طرح انهن ستن آيتن ۾ اچي وڃي ٿو ۽ ست ذاتي صفتون جي آهن انهن ڏي به اشارو آهي يعني حيات، علم، قدرت، اردات، سمع، بصر ۽ ڪلام.

789. هر تجلي هيٺ هزارين بحر علم ۽ معرفت جا لڪل آهن ۽ اولياء انهيءَ بحر جا ٽوپا آهن.

791. خال يا تر مان مراد آهي وحدت حقيقي جي، جو ڪثرت جي دائري جو مرڪز آهي. ۽ جو ڏسڻ ۾ تمام ننيو آهي ليڪن ساري موجودات انهيءَ ۾ سمايل آهي جيئن ٻج ۾ وڏو درخت.

794. محبوب جي خال مان مراد آهي هويت جي غيب يا اطلاق جي مرتبي جي، جنهن جي ذاتي وحدت جي اسرار سمجهڻ جي دل کي طاقت ناهي ۽ جنهنڪري هوءَ حيران ۽ پريشان رهي ٿي ۽ خون ٿيڻ کان سواءِ ٻيو چارو ڪو نه اٿس.

795. يعني وحدت حقيقي ۾ دوئيءَ جي اصل جاءِ ڪانهي. ٻه نقطا آهن هڪڙو خال جو ٻيو دل جو، انهن مان هڪڙو ضرور اصل هوندو ۽ ٻيو انهي جو فقط عڪس هوندو، پر اصل ٻه انهي هنڌ ڪڏهن رهي نه سگهندا.

797. محبوب جي منهن ۾ جو خال ڏسجي ٿو سو شايد عاشق جي دل جو نقطو آهي منهن اصل ذات آهي ۽ دل، جا خال وانگي آهي، سا انهي جو عڪس آهي يا ته وري ان جو منهن جنهن ۾ احديت جمع ٿيل آهي سا عاشق جي دل ۾ نقطي وانگي رهي ٿي. اهو ڳجهه سمجهڻ مشڪل آهي.

802. ڪنشت آهي مڙهي ترسائن جي ۽ موسيٰ جو مقام آهي ۽ مسجد محمدي مرتبو آهي بهشت صفات روحاني ۽ وحدت آهي ۽ دوزخ صفات نفساني ۽ ڪثرت.

## سوال – چهاردهم

(805) شراب و شمع و شاهد را چه معنی است
خراباتی شدن آخر چه دعوی است

## سوال چوڏهون

شراب ۽ شمع، شاهِد ۽ خرابات
انهن جا ڪهڙا مطلبَ ۽ اِشارات؟

## جواب

(806) شراب و شمع و شاهد عین معنی است
که در هر صورتی او را تجلی است

## جواب

شراب آهي، ڪري جو ذوق پيدا
شمع جي معرفت جو نُور معنيٰ

(807) شراب و شمع نور و ذوق عرفان
ببین شاهد که از کس نیست پنهان

[شراب ۽ شمع مان مراد معرفت جو نور ۽ ذوق آهن، هتي اهو محبوب ڏس جيڪو ڪنهن کان لڪل ڪونهي.]

(808) شراب اینجا زجاجه شمع مصباح
بود شاهد فروغ نور ارواح

شراب آهي زُجاجه، شمع مِصباح
۽ شاهد آهي روشن نُور اَرواح

(809) ز شاهد بر دل موسيٰ شرر شد
شرابش آتش و شمعش شجر شد

[انهيءَ محبوب جي ڪري حضرت موسيٰ جي دل پگهرجي شعلو ٿي وئي هن جي ڏنل باهه شراب ۽ وڻ شمع بنجي ويا.]

(810) شراب و شمع جام آن نور اسريٰ است
ولی شاهد همان آيات کبريٰ است

[شراب ۽ شمع سمجهه ته اهي سير آسماني واسطي نور آهن، باقي اهو محبوب پاڻ هر شيءِ جو وڏي ۾ وڏو نشان آهي.]

(811) شراب و شمع و شاهد جمله حاضر
مشو غافل ز شاهد بازی آخر

[شراب، شمع ۽ شاهد ٽئي هر وقت تنهنجي آڏو آهن، انهيءَ ڪري تون ڪڏهن به ان محبوب کان غافل نه ٿيءُ.]

(812) شراب بی خودی در کش زمانی
مگر از دست خود یابی امانی

[بيخوديءَ جي شراب کي ضرور واپراءِ، تڏهن تون پاڻ کي پاڻ (خودي) کان محفوظ ڏسندين.]

(813) بخور می تا ز خویشت وارهاند
وجود قطره در دریا رساند

تون پي مَئي بيخودي جي حق جي صَدقي
نه قطرو اُن کان قُلزم تائين پُهچي

(814) شرابی خور که جامش روی یار است
پیاله چشم مست باده خوار است

[اهو شراب پيءُ جنهن جو سرچشمو (جام) دوست جو چهرو آهي، هن جي مست اک ئي ته پيئاڪن لاءِ پيالو آهي.]

(815) شرابی را طلب بی ساغر و جام
شراب باده خوار و ساقی آسام

[اهو شراب ڳولي هٿ ڪر جيڪو پيالي يا جام جو محتاج نه هجي، شراب پاڻ مئي پيئندڙ آهي ۽ ساقي خود اهو پيالو آهي.]

(816) شرابی خور ز جام وجه باقی
'سقاهم ربهم' او راست ساقی

[اهو شراب واپراءِ جيڪو هن جي چهري جي باقيات مان آهي، اهو ساقي جنهن لاءِ چيل آهي ته 'هنن کي هنن جو رب پاڻ پياري ٿو.']

(817) طهوراً می بود کز لوث هستی
ترا پاکی دهد در وقت مستی

[طهورا (شراب) ئي اهو مشروب آهي جيڪو تو کي مستيءَ جي وقت تنهنجي هستيءَ جي گناهه کان نجات ڏياري سگهي ٿو.]

(818) بخور می وارهان خود را ز سردی
که بد مستی به است از نیک مردی

[شراب پيءُ ۽ پاڻ کي ٿڌ کان آجو ڪر، ڇو ته بدمست هجڻ نيڪ هجڻ کان بهتر آهي.]

(819) کسی کو افتد از درگاه حق دور
حجاب ظلمت او را بهتر از نور

[جيڪو حق جي درگاهه کان پري پئجي ويو، ان لاءِ اونده جو پردو روشنيءَ کان وڌيڪ بهتر آهي.]

(820) چو آدم را ز ظلمت صد مدد شد
ز نور ابلیس ملعون ابد شد

[آدم کي اونداهي مان گهڻي ۾ گهڻي برڪت ملي هوڏانهن شيطان روشنيءَ جي باوجود هميشه لاءِ لعنتي ٿي ويو.]

(821) اگر آئینه دل را زدوده است
چو خود را بیند اندر وی چه سود است

[جڪڏهن تنهنجي دل جو آئينو صاف ۽ شفاف ٿيو، پر تون ان ۾ فقط پاڻ کي ڏسين ٿو ته ان مان ڪهڙو فائدو!]

(822) ز رویش پرتوی چون بر می افتاد
بسی شکل حبابی بر وی افتاد

[جڏهن هن جي چهري جو پرتوو مئي تي پوي ٿو ته ان ۾ ڪيترا حباب جي شڪل ۾ نظر اچڻ لڳن ٿا.]

(823) جهان و جان در او شکل حباب است
حبابش اولیائی را قباب است

[هيءُ جهان ۽ ارواح حبابن جي شڪل ئي تہ آهن، اهي حباب خدا جي دوستن لاءِ هڪ پردي وانگر آهن.]

(824) شده زو عقل کل حیران و مدهوش
فتاده نفس کل را حلقه در گوش

ٿئي پڻ عَقل ڪُل مدهوش حَيران
اُنهي ڪان نَفس ڪُل ٿئي زير فرمان

(825) همه عالم چو یک خمخانئه اوست
دل هر ذره پیمانئه اوست

سڄو عالم آهي مَيخانو اُن جو
ذرو ذرّو آهي پيمانو اُن جو

(826) خرد مست و ملایک مست و جان مست
هوا مست و زمین مست آسمان مست

عَقُل مست ۽ ملائڪ مست جانَ مَست
هَوا مست ۽ زمين مست آسمان مست

(827) فلک سرگشته از وی در تگاپوی
هوا در دل به امید یکی بوی

[آسمان بہ انهيءَ سرگرداني ۾ ڦاٿل آهي، هن جي دل بہ انهيءَ خوشبوءِ ۾ اٽڪيل آهي.]

(828) ملائک خورده صاف از کوزهء پاک
به جرعه ریخته دردی برین خاک

[ملائڪن بہ اهو پاڪ شراب پاڪ ٺانءَ مان پيتو آهي، جيڪي ڪائن بچي پيو اهو هن ڌرتيءَ تي هاري ڇڏيائون.]

(829) عناصر گشته زان یک جرعه سر خوش
فتاده گه در آب و گه در آتش

[عناصر بہ هڪ ڍُڪ پيئڻ سان مست ٿي ويا ان ڪري اهي ڪڏهن پاڻيءَ ۾ تہ ڪڏهن باهہ ۾ پيا ڏسجن.]

(830) ز بوی جرعئه که افتاد بر خاک
برآمد آدمی تا شد بر افلاک

[اهو هڪ ڍُڪ جيڪو ڌرتيءَ تي ڪريو، انسان جي بوءِ ڪان مست ٿي مٽي اُين ڏانهن اڏامي ٿو.]

(831) ز عکس او تن پژمرده جان گشت
ز تابش جان افسرده روان گشت

[هن جي پاڇي پوڻ سان مئل جيئرا ٿي پون ٿا، هن جي تکي تاب سان ٿڪل تازا توانا ٿي ڊوڙڻ لڳن ٿا.]

(832) جهانی خلق از او سرگشته دایم
ز خان و مان خود برگشته دایم

سڄو عالم ٿيو سرگشتو دائمِ
ٿيو پنهنجي نسل کان بر گشتو دائم

(833) یکی از بوی دردش عاقل آمد
یکی از رنگ صافش ناقل آمد

اُنهي جي بُوءِ کان ٿيو هڪڙو عاقِل
ٻيو ٿيو رنگَ صاف اُن جي کان ناقِل

(834) یکی از نیم جرعه گشته صادق
یکی از یک صراحی گشته عاشق

ٿيو اَڌ ڍُڪ پيڻ مان هڪڙو صادِق
ٻيو هڪڙو صُراحِي مان ٿيو عاشِق

(835) یکی دیگر فرو برده به یک بار
خم و خمخانه و ساقی و میخوار

ٽيون اهڙو جو پِي ويو سڀئي هِڪوار
مٽ ۽ مَيخانو ۽ ساقي ۽ مَيخوار

(836) کشیده جمله و مانده دهن باز
زهی دریا دل رند سرافراز

اَجا پڻ واتُ اُن جو ٿيو کُشادو
عجب هِي رِندُ، دَريا دل ۽ سادو

(837) در آشامیده هستی را به یک بار
فراغت یافته ز اقرار و انکار

سڄي هَستي اَندر کيائِين نِگُونُسار
ٿِيو فارغ کَنا اِقرار اِنکار

(838) شده فارغ ز زهد خشک و طامات
گرفته دامن پیر خرابات

ڇڏي سڀ زُهد خُشک ۽ خُود نُمائي
وٺي پِير مُغان جو ٿيو فِدائي

## اشارت به خراباتیان

## خراباتي مان ڪير مراد آهي؟

(839) خراباتی شدن از خود رهائی است
خودی کفر است اگر خود پارسائی است

خراباتي ٿيڻ، ٿي خودَ رهائي
خُودي کُفر آه، گرچ پارسائي

(840) نشانی داده اندت از خرابات
که 'التوحید اسقاط الاضافات'

آهي وحدت وجودي پڻ خرابات
جو 'اَلتَّوحيدُ اسقَاط الاَضَافَات'

(841) خرابات از جهان بی مثالی است
مقام عاشقان لا اُبالی است

خرابات آهي عالَم بي مثالي
خراباتي رهن نت لا اُبالي

(842) خرابات آشیان مرغ جان است
خرابات آستان لامکان است

خرابات آهي منزلِ آسماني
خرابات آستانو لامَڪاني

(843) خراباتی خراب اندر خراب است
که در صحرای او عالم سراب است

[برباد خراباتي هن خراب جهان ۾ وڏيڪ خراب آهي، هن جي نظر ۾ هي جهان رُڃ کان وڌيڪ رُڃ آهي.]

(844) خراباتی است بی حد و نهایت
نه آغازش کسی دیده نه غایت

خرابات آهي بي حَد ۽ نهايت
نہ ڪو آغازُ اُن جو ۽ نہ غايَت

(845) اگر صد سال در وی می شتابی
نه خود را و نه کس را بازیابی

[تون ڀلي پنهنجا سؤ سال ان جي آواره گرديءَ ۾ ضايع ڪر، پر تون نہ پاڻ کي ڳولي سگهندين ۽ نہ ڪو ٻيو توکي هٿ اچي سگهندو.]

(846) گروهی اندر او بی پا و بی سر
همه نه مؤمن و نه نیز کافر

خراباتي ٿيو بي پا ۽ بي سر
نہ مومن ڄاڻجي اُو ۽ نہ ڪافر

(847) شراب بیخودی در سر گرفته
به ترک جمله خیر و شر گرفته

(848) شرابی خورده هر یک بی‌لب و گام
فراغت یافته از ننگ و از نام

ٿي بيخُود، خَير ۽ شَر ترڪُ ڪِيئين ٿام
ڇڏيئين سڀ جاهُ عِزت ننگ ۽ نام

(849) حدیث و ماجرای شطح و طامات
خیال خلوت و نور و کرامات

[هنن جي نعرن ۽ دعوائن سان ڀريل گَفتگو، سندن خلوت، خيال، نور ۽ ڪرامتن بابت آهي.]

(850) به بوی دردیی از دست داده
ز ذوق نیستی مست اوفتاده

[باقي بچيل مَئي جي ڍُڪ تي جيڪو هن پاڻ ڇڏي ڏنو، نيستي ۽ فنائيت جي مستيءَ ۾ بي خبر ٿي پئجي رهيو.]

(851) عصا و رکوه و تسبیح و مسواک
گرو کرده بُدردی جمله را پاک

مُصَلو ۽ عَصا، تسبيح سڀ ڪجھ
ڏئي وَرتئين شرابُ، اِيءُ سمجهي ڪو ڳُجھ

(852) میان آب و گل افتان و خیزان
بجای اشک خون از دیده ریزان

[مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مٿان ترڪندو ۽ وري اُٿندو رهيو، ان ڪري ڳوڙهن بدران سندس اکين ۾ رت جا لڙڪ وهندڙ آهن.]

(853) دمی از سرخوشی در عالم ناز
شده چون شاطران گردن افراز

[ڪڏهن مستيءَ ۽ موج ۾ ڪنڌ ڪڍي جهومي ٿو، هو ناز ۽ نخري سان هيڏي هوڏي نهاري ٿو.]

(854) گهی از رو سیاهی رو بدیوار
گهی از سرخ روئی بر سردار

[ڪڏهن مُنهن ڪي ڪارنهن ملي پٽ ڏي مُنهن ڪري ڇڏن ٿا، ڪڏهن ڳاڙهي مُنهن (رت ورني روءِ) سان سوريءَ تي چڙهن ٿا.]

(855) گهی اندر سماعِ شوق جانان
شده بی پا و سر چون چرخ گردان

[ڪڏهن سماع جي لذت ۽ محبت جي عالم ۾ هو، مٿي ۽ پيرن کان بيخبر آسمان ۽ عرش گهمن ٿا.]

(856) به هر نغمه که از مطرب شنیده
بدو وجدی از آن عالم رسیده

[جڏهن هو ڪو به سريلو آواز جيڪو ڪنهن ڳائيندڙ کان ٻُڌن ٿا، هو وجد ۾ اچي اصلي جهان ۾ پهچي وڃن ٿا.]

(857) سماع جان نه آخر صوت و حرف است
که در هر پردهای سرّی شگرف است

[هنن جو سماع رڳو لفظ ۽ آواز ناهي، بلڪ هر تان ۾ وڏو راز ۽ ڳجهه سمايل آهي.]

(858) ز سر بیرون کشیده دلق ده توی
مجرد گشته از هر رنگ و هر بوی

سَماع جي وجد ۾ اُجلي ڇڏيئين دَلق
مُجرد ٿيو ڇڏي سڀ خُلق ۽ خلق

(859) فرو شسته بدان صاف مروق
همه رنگ سیاه و سبز و ازرق

[هو انهيءَ رنگين شراب ۾ سيئي رنگ ڪارو، سائو ۽ ڦڪو ٻوڙي ڌوئي صاف (بي رنگ) ٿين ٿا.]

(860) یکی پیمانه خورده از می صاف
شده زآن صوفی صافی ز اوصاف

[هو انهيءَ پاڪ صاف مي مان پيالو پيئن ٿا، پر انهيءَ جي پيئڻ سان هو بلڪل صاف صوفي ٿي نڪرن ٿا.]

(861) به جان خاک مزابل پاک رُفته
ز هرچه آن دیده از صد یک نگفته

[هو جڏهن گندگيءَ سان ڀريل پنهنجا انگ ڌوئي اُجا اُجرائين ٿا، ان دوران هو جيڪي ڏسن ٿا ان بابت ذرو به نٿا ٻڌائن.]

(862) گرفته دامن رندان خمار
ز شیخی و مریدی گشته بیزار

رکي صُحبت ۾ پنهنجي رِندَ مَيخوار
ٿيو پيرِي مَريديءِ کان اُو بيزار

(863) چه جای زهد و تقويٰ این چه شید است
چه شیخی و مریدی این چه قید است

[هو زهد ۽ ظاهري پاڪائي کي ڪوڙ چون ٿا. ائين پيري مريديءَ کي قيد وبند سمجهن ٿا.]

(864) اگر روی تو باشد بر که و مه
بت و زنار و ترسائی ترا به

[جيڪڏهن تنهنجي نيڪ نگاهه هر ننڍي وڏي شيءِ جي پرک رکي ٿي، ته پوءِ بُت توڙي جڻيو ويندي عيسائيت (غير مذهب) ۾ تو لاءِ چڱائي آهي.]

# سوال چوڏهون
# حاشيا ۽ شرح

806. شراب جي معنيٰ آهي ذوق، جو محبوب جي جلوي ڏسڻ کان سالڪ جي دل ۾ پيدا ٿئي ۽ انهي کي مست ڪري ۽ شمع جي معنيٰ آهي معرفت جو نور جو عارف جي دل ۾ ظاهر ٿئي ۽ شاهد يا محبوب آهي حق.

808. زجاجہ جي معنيٰ شيشو يا شمعدان ۽ مصباح آهي ڏيو يا شمع، هتي شراب، جو شمعدان وانگي چيل آهي سو آهي ظاهري صورتون يا تعينات ۽ شمع يا ڏيئو نور جي تجلي آهي جا شيشي يا شمعدان ۾ يا تعينات ۾ ٿي ڏسجي پهرين کي تجلي افعالي يا تانيس ۽ ٻي کي تجلي نوري چوندا آهن.

813. يعني شراب فنا جو، تجلي ذاتي سان هميشہ لاڳو آهي سو پئي تہ مجازي هستي وڃائي وڃي حقيقت مطلقہ يا حق سان واصل ٿين.

824. عقل ڪل يعني مخلوقات ۽ نفس ڪل انهي جي ارادي جي پنيان آهن يا انهي جي تابع آهن پئي مست آهن.

833. هڪڙو عقل جي هدايت تي هلڻ لڳو ۽ ٻيو حق جي راه نقلي دليلن ۽ تقليد تي هلڻ لڳو.

835. تجلي ذاتي جي شراب مان مست ٿيو.

836. هَلْ مِنْ مَزِيدٍ (ق:30) يعني اجا بہ ڪي هجي تہ آڻ.

837. يعني ڳهي ويو يا پي ويو.

839. خرابات آهي شرابخانو ۽ خراباتي اهو جيڪو اتي گذاري.

840. خرابات جي معنيٰ آهي وحدت وجودي، ۽ توحيد جو مطلب آهي حق کان سواءِ غير سان وجود جي صورت لاڳو نہ ڪرڻ.

841. وحدت جو مقام جو مثالي ۽ خيالي صورت کان پاڪ آهي. لاأبالي جي معنيٰ بي پرواه ۽ بي ڊپو.

847. تام يعني تمام سڀ.

862. هي مقام استغراق جو آهي ۽ نيستي جي شراب کان مست ٿيڻ جو.

## سوال - پانزدهم

(865) بت و زنار و ترسائی در این کوی
همه کفر است و گرنه چیست بر گوی

### جواب

(866) بت اینجا مظهر عشق و وحدت
بود زنار بستن عقد خدمت

(867) چو کفر و دین بود قائم به هستی
شود توحید عین بت‌پرستی

(868) چو اشیا هست هستی را مظاهر
از آن جمله یکی بت باشد آخر

(869) نکو اندیشه کن ای مرد عاقل
که بت از روی هستی نیست باطل

(870) بدان که ایزد تعالی خالق اوست
ز نیکو هر چه صادر گشت نیکوست

(871) وجود آنجا که باشد محض خیر است
اگر شری است در وی آن ز غیر است

(872) مسلمان گر بدانستی که بت چیست
بدانستی که دین در بت‌پرستی است

(873) اگر مشرک ز بت آگاه گشتی
کجا در دین خود گمراه گشتی

## سوال پندرهون

بُت ۽ زنّار ترسائي آهن ڇا؟
سيئي ڪُفر آهہ، يا شيءِ آهي ٻي ڪا؟

### جواب

بُت آهي عشق جو مَظهر ۽ وحدت
ٻَڌڻ زنّار آهي عقد خدمت

ٿيو ڪُفر ۽ دينُ قائم ساڻ هستي
تڏهن توحيد ٿي نِج بُت پرستي

شيون آهن سيئي هستيءَ جا مَظهرَ
آهي بُتُ پڻ اُنهن مان هڪڙو آخر

تڏهن ويچار ڪر اي مردَ عاقِل
تہ هستيءَ جي ڪري بُت ناهي باطِل

خُدا تعاليٰ آهي خالِقُ اُنهي جو
چڱي جيڪي بنايو سو چڱو ٿيو

وجود آهي جتي، اُت مَحض خَير آهہ
جي شَر ٿيو اُن ۾، فاعِل اُن جو غَير آهہ

جي ڄاڻن مسلمان اِيءَ بُت جي هستي
تہ ڪَن هُو دينُ پنهنجو بُت پَرستي

جي مُشرڪُ بُتَ منجهان آگاهہ ٿئي ها
تہ ڪِيئن اُو دين ۾ گمراهہ ٿئي ها

(874) ندید او در بت الا خلق ظاهر
بدان علت شد اندر شرع کافر

ڏٺي اُنَ بُت ۾ فقط خَلق ظاهر
انهي ڪارڻ ٿيو منجهه شرع ڪافر

(875) تو هم گر ز نه بینی حق پنهان
به شرع اندر نخوانندت مسلمان

جي ڏسندين تُون نہ اُن ۾ حقّ پنهان
نہ سڏبين شرع ۾ تُون پڻ مسلمان

(876) بتسبیح و نماز و ختم قرآن
نگردد هرگز این کافر مسلمان

[اهڙو شخص پَلي تسبيح، نماز ۽ قرآن جا ختم ويٺو ڪري، پر ان سان سندس (اندر جو) ڪافر هرگز مسلمان نٿو ٿئي.]

(877) ز اسلام مجازی گشت بیزار
کرا کفر حقیقت شد پدیدار

حقيقي ڪُفر ٿيو جنهن کي پديدار
مجازي دِين ڪان سو ٿيندو بيزار

(878) درون هر تنی جانی است پنهان
به زیر کفر ایمانی است پنهان

آهي هَر بُت اندر هِڪ جانِ پنهان
آهي نِت ڪُفر ۾ ايمان پنهان

(879) همیشه کفر از تسبیح حق است
'وان من شیء' گفت اینجا چه دق است

آهي نِت ڪُفرُ منجهه تسبيح حق جي
'وَاِنْ مِنْ شَيءٍ' شاهد آهي اُن تي

(880) چه می‌گویم که دور افتادم از راه
'فذرهم بعد ما جائت قل الله'

[آءٌ ڇا پيو چوان؟ تہ آءٌ راهه کان ڀٽڪي ويو آهيان، 'پوءِ انهن کي ڇڏي ڏي' ۽ 'چوءِ الله' ائين فرمان آيو آهي.]

(881) بدان خوبی رخ بت را که آراست
که گشتی بت‌پرست ار حق نمی‌خواست

[آخر بُت کي انهيءَ خوبيءَ سان ڪنهن سينگاريو آهي، جو بُت پرست ان تي شيدا ٿيا آهن! ڀلا، جيڪڏهن هو ائين نہ گهري ها تہ اهو ڪيئن ٿئي ها!]

(882) هم او کرد و هم او گفت و هم او بود
نکو کرد و نکو گفت و نکو بود

[سڀ هن ڪيو آهي، سڀ هن چيو آهي ۽ سڀئي هو پاڻ هو، صحيح ڪيو اٿس، صحيح چيو اٿائين ۽ هو صحيح ئي هيو.]

(883) یکی بین و یکی گوی و یکی دان
بدین ختم آمد اصل و فرع ایمان

ٿون هڪڙو ڇو ۽ هڪڙو ڏس ۽ هڪ ڄاڻ
اِهو ايمان جو ٿيو اصلُ اُهڃاڻ

(884) نه من می‌گویم این بشنو ز قرآن
تفاوت نیست اندر خلق رحمان

برابر خلق سڀ ٿي حسب قُرآن
اِتي پڙهہ 'مَاتَرىٰ فِي خَلق رَحمان'

## اشارت به زنار

## جڻيو مان ڇا مراد آهي؟

(885) نشان خدمت آمد عقد زنار
نظر کردم بدیدم اصل هر کار

[جڻيو ٻَڌڻ خدمت جو نشان ۽ شعار آهي، مون جڏهن ڏٺو تہ هر شيءِ جي پويان ڪو نہ ڪو مقصد ڪارفرما آهي.]

(886) نباشد اهل دانش را معول
ز هر چیزی مگر بر وضعِ اول

[دانائن لاءِ ٻي ڪنهن مقصد جي ڳولا اجائي آهي، هنن وٽ هر شيءِ جو اصلي مول آهي.]

(887) میان در بند چون مردان به مردی
درآ در زمرهء 'وفوا بعهدی'

آهي زنّار ٻانهپ دَست بندي
خُدائي حُڪم ٿيو 'اَوفُوا بِعَهدِي'

(888) به رخش علم و چوگان عبادت
ز میدان در ربا گوی سعادت

[علم جي گهوڙي تي سوار ٿي عبادت جي ميدان ۾ اچ اتي مقابلي ۾ نيڪ بختيءَ جي ڊوڙ ۾ ڪٽي ڏيکار.]

(889) اگر چه خلق بسیار آفریدند
ترا از بهر این کار آفریدند

اِنهي ڪم لاءِ آخر توکي خَلقيئون
اَمانت خاص پڻ توکي ئي سونپيئون

(890) پدر چون علم و مادر هست اعمال
به سانِ قرة العین است احوال

آهي پيءُ عِلمُ ۽ ماءُ آهي اعمال
نتيجو تِن مان پُٽ ڄاڻي تو احوال

(891) نباشد بی پدر انسان شکی نیست
مسیح اندر جهان بیش از یکی نیست

[ان ۾ ڪهڙو شڪ تہ ڪو بہ انسان پيءُ کان سواءِ ڪونهي، اهڙيءَ ريت جهان ۾ (حضرت) عيسيٰ (بغير پيءُ جي پٽ) هڪڙو ئي هو.]

(892) رها کن ترهات و شطح و طامات
خیال نور و اسباب کرامات

[اجايا اڏامڻ جا خيال ۽ ڪرامتون، دعوائون ۽ نعرا هٽڻ بند ڪر، اهي نوراني لاٽ ۽ چمڪاٽ، ٺٽ ٺانگر ڇڏي ڏي.]

(893) کرامات تو اندر حق پرستی است
جز آن کبر و ریا و عجبِ هستی است

عبادت عِلم ناهي لئي ڪرامات
ڪرامات آهي مَڪر ۽ ڪِبرُ طامات

(894) در این هر چیز کان نه ز باب فقر است
همه اسباب استدراج و مکر است

[هن رستي تي جيڪڏهن فقر کان سواءِ ٻي ڪا بہ شيءِ آهي تہ اها سڀ ٺڳي، مڪر ۽ فريب آهي.]

(895) ز ابلیس لعنتی بی شهادت
شود صادر هزاران خرق عادت

ڪري ابليس ملعون پڻ ڪرامت
هزارين ٿو ڪري اُو خُرق عادت

(896) گه از دیوارت آید گاهی از بام
گهی در دل نشیند گه در اندام

[ڪڏهن هو ديوارن جي مٿان اُيو پيو سڏي تہ ڪڏهن ڇت تي بيٺو آهي، ڪڏهن هو دل ۾ گهڙي ٿو اچي تہ ڪڏهن سَنڌن ۾ سمايو وڃي.]

(897) همی داند ز تو احوال پنهان
در آرد در تو فسق و کفر و عصیان

[هن کي تنهنجي اندر جي هر قسم جي حال جي خبر آهي، اهوئي تو کي گناهہ، نافرمانيءَ ۽ ڪفر جي پٽي پڙهائي ٿو.]

(898) شد ابلیست امام و در پسی تو
بدو لیکن بدینها کی رسی تو

[شيطان تنهنجو اڳواڻ آهي ۽ تون هن جي پويان آهين، پر تون هن سان کهڙين ڳالهين ۾ پهچي ٿو سگهين.]

(899) کرامات تو گر در خودنمائی است
تو فرعونی و این دعویٰ خدائی است

ڪرامات آهي اصلي خُود نمائي
ڪري فرعونُ جڻ دَعوا خُدائي

(900) کسی کو راست با حق آشنائی
نیاید هرگز از وی خود نمائی

جنهين جي آهي حق سان آشنائي
ٿئي هرگز نہ اُن کان خُود نمائي

(901) همه روی تو در خلق است زینهار
مکن خود را درین علت گرفتار

اِنهي لئي مُنهن رکين منجهه خَلق تو تون
۽ ويهين عام سان منجهه دَلق تو تُون

(902) چو با عامه نشینی مسخ گردی
چه جای مسخ یک ره فسخ گردی

کندين جي اِيئن تہ ٿيندين مَسخ ۽ فَسخ
بَتَر اُن کان تُون ٿيندين نَسخ ۽ رَسخ

(903) مبادت هیچ با عامت سروکار
که از فطرت شوی ناگه نگونسار

[توکي نٿو جڳائي تہ تون انهن عامين سان گڏ هجين، چو تہ ان سان تون پنهنجي اصليت وڃائي ويهندين.]

(904) تلف کردی به هرزه نازنین عمر
نگوئی در چه کارست این چنین عمر

[تو پنهنجي پياري عمر ائين اجائي وڃائي ڇڏي، تون ڇا ٻڌائيندين تہ مون پنهنجي حياتي ڪيئن صرف ڪئي.]

(905) به جمعیت لقب کردند تشویش
خری را پیشوا کردی زهی ریش

[هنن پنهنجي پريشان خياليءَ کي سکون جو نالو ڏنو آهي، تون گڏهہ کي پنهنجو اڳواڻ ٺاهيو آهي، سندس ڏاڙهي تہ ڏس.]

(906) فتاده سروری اکنون به جهال
ازین گشتند مردم جمله بدحال

[هاڻي اڳواڻي ۽ رهبري جاهلن جي هٿ آئي آهي، ان ڪري سڀي خلق پريشان حال آهي.]

(907) نگر دجال اعور تا چگونه
فرستاده است در عالم نمونه

[تنهنجي نگاهن ۾ دجال ڪاڻي جا ڪارناما آهن، اهي ئي تنهنجي لاءِ مثالي حيثيت رکن ٿا.]

(908) نمونه باز بین ای مرد حساس
خر او را دان که نامش هست جساس

[هن جي نموني ۽ طور طريقي کي ڏس، اي سمجهدار! جيڪو پاڻ کي هين لاءِ جاسوس سمجهي ٿو ان کي گڏهہ سمجهہ.]

(909) خران را این همه تنگ آن خر
شده از جهل پیش آهنگ آن خر

[بس، ائين سمجهہ سڀ گڏهہ هڪ رسيءَ ۾ ٻڌل آهن، اهي هڪ ٻئي پٺيان ان هڪ گڏهہ جي پويان وڃي رهيا آهن.]

(910) چو خواجه قصئه آخر زمان کرد
به چندین جا ازین معنیٰ نشان کرد

[جڏهن اسان جي هڪ چڱي مڙس اهو قصو ٻڌايو، تڏهن اهي سڀ پار پتا ٻہ ٻڌائي ڇڏيا.]

(911) ببین اکنون که کور و کر شبان شد
علومِ دین همه بر آسمان شد

[هاڻي ڏس تہ سڀ انڌا ۽ منڊا اڇي رکوال ٿيا آهن، ان ڪري سڀ علم اڏامي آسمان تي هليا ويا آهن.]

(912) نماند اندر میانه رفق و آزرم
نمی دارد کسی از جاهلی شرم

[دنيا مان هر قسم جي نيڪي ۽ شرم و حيا گم ٿي ويا آهن، هاڻي ڪنهن کي پنهنجي جهالت تي شرم ڪونہ ٿو اچي.]

(913) همه احوال عالم باژگون است
اگر تو عاقلی بنگر که چون است

[هن سموري جڳ جهان جا احوال هيٺ مٿي ٿي ويا آهن، جيڪڏهن تون عقل وارو آهين تہ ان تي غور ڪر تہ ائين ڇو ٿيو آهي.]

(914) کسی کزباب لعن و طرد و مقت است
پدر نیکو بد، اکنون شیخ وقت است

[هينئر جيڪو پنهنجي عملن ڪري بدنام ۽ قابلِ نفرت آهي، اهو شيخ بنجي ويٺو آهي ڇو تہ سندس پيءُ نيڪ آدمي هو.]

(915) خضر می کشت آن فرزند طالح
که او را بُد پدر با جد صالح

[خضر تہ ان نافرمان پٽ کي ماري ڇڏيو هو، جنهن جو پيءُ ۽ ڏاڏو بيشڪ نيڪ انسان هئا.]

(916) کنون با شیخ خود کردی تو ای خر
خری را کز خری هست از تو خرتر

[هاڻي اهو حال آهي جو تون ان کي پنهنجو شيخ قرار ڏنو آهي، جيڪو گڏهپائي ۾ پاڻ ٻين کان بہ هٽ اڳتي آهي.]

(917) چو او 'لا یعرف الهر من البرّ'
چگونه پاک گرداند ترا سر

[هينئر جڏهن هو ٻليءَ ۽ ڪوئي ۾ فرق نٿو ڪري سگهي، تہ اهو تنهنجي اندر کي ڪيئن خراب نہ ڪندو!]

(918) اگر دارد نشان باب خود پور
چه گویم چون بود 'نور علی نور'

[جيڪڏهن پٽ ۾ پيءَ جي ڪا نشاني آهي تہ پوءِ ان کي 'نور عليٰ نور' سراسر روشني ڪيئن نہ چئبو!]

(919) پسر کو نیک رای و نیک‌بخت است
چو میوه زبده سر درخت است

[اهڙو پُٽ جيڪو نيڪ ۽ نيڪ جنت آهي
تہ ان کي هر ڪوئي سٺي وڻ جو ميوو
پيو چوندو.]

(920) ولیکن شیخ دین کی گردد آن کو
نداند نیک از بد بد ز نیکو

[پر ان کي دين جو رهبر يا شيخ ڪيئن
سڏبو، جيڪو چڱائي بُرائي ۾ فرق نٿو
ڪري.]

(921) مریدی علم دین آموختن بود
چراغ دل ز نور افروختن بود

[مريديءَ جو مطلب ڪڏهن دين جي علم
جي وند ڪرڻ هئي، بلڪ دل جي ڏيئي
کي روشن ڪرڻ مقصد هوندو هو.]

(922) کسی از مرده علم آموخت هرگز
ز خاکستر چراغ افروخت هرگز

[اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ ڪو مُردن
کا علم پرائي، ڀلا تيل بجاءِ خاڪ مان
ڏيئو ڪيئن ٿو ٻاري سگهجي.]

(923) مرا در دل همی گردد بدین کار
ببندم در میانِ خویش زنار

[منهنجي دل ۾ تڏهن کان اهو خيال اچي
وينو آهي تہ چو نہ آءٌ بہ جسم تي جڻيو
ٻڌي گهمان.]

(924) نه زآن معنی که من شهرت ندارم
بلی دارم ولی زان هست عارم

[اهو ان ڪري نہ تہ مون کي ڪو سڃاڻي
نٿو، بلڪ ان ڪري تہ مون کي شهرت
حاصل آهي ۽ آءٌ ان کان ڇڻ چاهيان ٿو.]

(925) شریکم چون خسیس آمد درین کار
خمولم بهتر از شهرت به بسیار

[جيئن تہ منهنجو واسطو ان ڪميڻائپ
سان پيو آهي، ان ڪري مون کي گمنامي
شهرت کان گهڻو سٺي لڳي ٿي.]

(926) دگر باره رسید الهامم از حق
که بر حکمت مگیر از ابلهی دق

[ليڪن مون کي ساڳئي وقت خدا جي
طرفان اها هدايت بہ ملي آهي، تہ دانائيءَ
۾ ڪڏهن بہ نادان کان ڊڄڻ نہ کپي.]

(927) اگر کناس نبود در ممالک
همه خلق اوفتند اندر مهالک

[جيڪڏهن دنيا ۾ صفائي ڪرڻ وارو ئي
نہ هجي تہ جيڪر سموري خلق خدا جي
هلاڪ ٿي ختم ٿي وڃي.]

(928) بود جنسیت آخر علت ضم
چنین آمد جهان والله اعلم

[ساڳئي قسم جي سوچ رکڻ سان انسان هڪ ٻئي جي ويجهو اچن ٿا، جهان جو اهوئي قاعدو آهي وڌيڪ بهتر الله ڄاڻي ٿو.]

(929) ولیک از صحبت نا اهل بگریز
عبادت خواهی از عادت بپرهیز

ادا نا أهل جي صحبت کان ٿي ڏُور
عبادت چاهين، ٿي عادت کان مَهجُور

(930) نگردد جمع عادت با عبادت
عبادت میکنی بگذر ز عادت

نہ گڏجن مُور عادت ۽ عبادت
عبادت جي کرين کر تَرڪ عادت

## اشارت به ترسائی

## عيسويت (غير مذهب) مان ڇا مراد آهي؟

(931) ز ترسائی غرض تجرید دیدم
خلاص از ربقۀ تقلید دیدم

آهي معنيٰ تہ ترسائيءَ جي تَجريد
خَلاصي آهي أوءَ کان قيدَ تقِليد

(932) جناب قدس وحدت دیر جان است
که سیمرغ بقا را آشیان است

[ذات قدس جي وحدت ئي روح جو اصلي گهر آهي، سيمرغ جي بقا جو اهوئي آشيانو يا آکيرو آهي.]

(933) ز روح الله پیدا گشت این کار
که از روح القدس آمد پدیدار

اِها تي أصل رُوح الله جي ڪار
جو رُوح القُدس کؤن هِت ٿيو پديدار

(934) هم از الله در پیش تو جانی است
که از روح القدوس وی نشانی است

آهي تو ۾ بہ أن الله جي جان
جا روح القدس جو پڻ نشان

(935) اگر یابی خلاص از نفس ناسوت
در آئی در حیاب قدس لاهوت

خلاصي پائين جي، کان نفس ناسُوت
گِهڙين ٿُون منجهہ جناب قُدس لاهُوت

(936) هر آنکس کو مجرد چون ملک شد
چو روح الله بر چارم فلک شد

مُجردَ کي شَرف ٿيو پڻ ملڪَ تي
چڙهي عيسيٰ جانً أوچو ٿين فلڪَ تي

## تمثيل

(937) بود محبوس طفل شيرخواره
به نزد مادر اندر گاهواره

(938) چو گشت او بالغ و مرد سفر شد
اگر مرد است همراه پدر شد

(939) عناصر مر ترا چون ام سفلی است
تو فرزند و پدر آبای علوی است

(940) از آن گفته است عيسيٰ گاه اِسرا
که آهنگ پدر دارم به بالا

(941) تو هم جان پدر سوی پدر شو
پدر رفتند همراهان پدر شو

(942) اگر خواهی که گردی مرغ پرواز
جهان جيفه پيش کرکس انداز

(943) به دونان ده مر اين دنيای غدار
که جز سگ را نشايد داد مردار

(944) نسب چبود تناسب را طلب کن
به حق رو آور و ترک نسب کن

(945) به بحر نيستی هر کو فرو شد
'فلا انساب' نقد وقت او شد

## سمجهاڻي

ٻئي تو ٻارُ جيسين ڪِير ۾ ڦند
رهي تو ماءُ وٽ پينگهي ۾ اُو بند

ٿئي بالغ جڏهن، سنبري سَفر تي
گهُمي پيءُ ساڻُ گڏ بَر ۽ بحر تي

عناصر ماءُ تُنهنجي اُمِّ سفلي
۽ پيءُ اَفلاڪ ٿيا آبائي علوي

چيو ان لاءِ اَسريٰ وقت عِيسيٰ
تہ آءٌ پيءُ ڏي وڃان تو سُوئي بالا

تُون پڻ اُٿي هَلُ پنهنجي پيءُ ڏي
ويا همراهہ نڪري سڀ سفر تي

گهرين حاصل ڪرڻ جي مرتبو اِيءُ
تہ تارڪُ دوستَ هِن دنيا جو تُون ٿئي

تَعلّق سڀ تُون ڇَڏ اُن جا وساري
حَسَب توڙي نسب ڪر سڀ ڪناري

نَسب ڪي ڇڏ، مُناسب جي طَلب ڪر
وٺي حقُ تَرڪ تُون سڀ ڪو نسب ڪر

[جيڪو (سالڪ) نيستي يا فنا جي ساگر ۾ غوطہ زن ٿئي ٿو، اهو سيني لڳ لاڳاپن ۽ مَٽين مائٽين کان آجو ٿي پوي ٿو.]

(946) هر آن نسبت که پیدا شد ز شهوت
ندارد حاصلی جز کبر و نخوت

نسب ٿيا هِن سيئي شهوت مان پيدا
سڏين هڪڙي کي اُمان ٻئي کي بابا

(947) اگر شهوت نبودی در میانه
نسبها جمله می گشتی فسانه

[جيڪڏهن شهوت کي عمل دخل نه هجي ها ته جيڪر رشتا ڪونه هجن ها، بلڪ انسانيت ختم ٿي وڃي ها.]

(948) چو شهوت در میانه کارگر شد
یکی مادر شد آن دیگر پدر شد

[اها شهوت سبب انساني ڪارڪردگي آهي، جو هڪڙو فرد پيءُ بنجي پوي ٿو ۽ ٻيو ماءُ!]

(949) نمی‌گویم که مادر یا پدر کیست
که با ایشان به عزت بایدت زیست

[مان نٿو پڇان ته تنهنجا ماءُ پيءُ ڪير آهن؟ ليڪن هنن جي هر حال ۾ عزت ڪرڻي آهي.]

(950) نهاده ناقصی را نام خواهر
حسودی را لقب کرده برادر

چوين ناقص ضعِيفه کي تون خواهر
۽ حاسد پنهنجي کي ڪوٺِين برادر

(951) عدوی خویش را فرزند خوانی
ز خود بیگانه خویشاوند خوانی

سڏين تُون پنهنجي دشمن کي ٿو فرزند
جي سمجهين خويشَ، سي بيگانا منجهه فَند

(952) مرا باری بگو تا خال و عم کیست
او زیشان حاصلی جز درد و غم چیست

ٻُڌائج ڪير آهن خال ۽ عَم
خَلل ڪان هي نه خالي، هُو نه ڪان غَم

(953) رفیقانی که با تو در طریقند
پی هزل ای برادر هم رفیقند

[تنهنجا سالڪ دوست هر وقت تو سان گڏ آهن، اهي خوامخواه تو سان کل ڀوڳ ۽ مزاح ۾ به شامل آهن.]

(954) به کوئی جد اگر یک دم نشینی
ازیشان من چه گویم تا چه بینی

[تون جيڪڏهن ائين ٿوري دير لاءِ به هنن جو ساٿي بنجندو رهندين مان ڇا چوان ته تو کي ڇا حاصل ٿيندو؟]

(955) همه افسانه و افسون و بند است
بجان خواجه کاینها ریشخند است

[هاڻي اهي سڀ رشتا ناتا ۽ دوستيون بي معنيٰ آهن، قسم هن سهڻي سردار جو تہ اهي سراسر فضول آهن.]

(956) بمردی وا رهان خود را چو مردان
ولیکن حق کس ضایع مگردان

اِهي دنيا سان شامل، ترڪ سڀ ڪر
ڇڏائي پاڻ، حق جي هامَ تون ڀَر

(957) ز شرع ار یک دقیقه ماند مهمل
شوی در هر دو کون از دین معطل

ادبُ بيشڪ رَکج تُون ماءُ پيءُ جو
وٺي مَرُ حقُ شرعي توکان سڀ ڪو

(958) حقوق شرع را زنهار مگذار
ولیکن خویشتن را هم نگهدار

سيئي حق شرع جا بيشڪ بجا ڪر
مگر حقُ پنهنجو فرضي پڻ ادأ ڪر

(959) سوزن نیست الا مایئه غم
بجا بگذار چون عیسیٰ مریم

[گهر ٻار ۾ ڪجھ نہ رکيو آهي، بلڪ هر لحاظ کان ڏچو ۽ ڏک آهي، تون حضرت عيسيٰ وانگر تيءُ ۽ گهر تڙ ڪي تياڳ ڏي!]

(960) حنیفی شو ز هر قید مذاهب
درآ در دیر دین مانند راهب

حنيفي ٿي ڇڏي قيد مذاهب
مَڙهي ۾ دين جي رهُ تون ٿي راهِب

(961) ترا تا در نظر اغیار و غیر است
اگر در مسجدی آن عین دیر است

نظر ۾ تُنهنجي جيسين تو رهي غير
آهي مسجد بہ تُنهنجي لاءِ هڪ دَير

(962) چو برخیزد ز پیشت کسوت غیر
شود بهر تو مسجد صورت دیر

[جڏهن تنهنجي اکين تان غيريت جو پردو کڄي ويندو، تڏهن تو کي مسجد ۾ بہ مڙهيءَ جي صورت نظر ايندي.]

(963) نمی دانم بهر حالی که هستی
خلاف نفس بیرون کن که رستی

[مون کي خبر ناهي تون ڪهڙي حال ۾ گذارين ٿو، پر رڳو نفس جي مخالفت ڪر تہ ڇوٽڪارو لهندين.]

(964) بت و زنار و ترسایی و ناقوس
اشارت شد همه با ترک ناموس

بُت ۽ زنّار، ترسائي ۽ ناقُوس
اِشارا سڀ ٿيا ڏنهن ترڪ ناموس

(965) اگر خواهی که گردی بندهء خاص
مهیّا شو برای صدق و اخلاص

جي ڀانئين ٿين خُدا جو بنده خاص
تہ پيدا پاڻ ۾ ڪر صِدقُ اِخلاص

(966) برو خود را ز راه خویش برگیر
بهر یک لحظه ایمانی ز سر گیر

[پاڻ کي پنهنجي خوديءَ کان بچاءِ ان رستي تي هلڻ ڇڏ، هر گهڙيءَ اهڙي ايمان جي راهہ تي گامزن ٿيءُ.]

(967) بباطن نفس تو چون هست کافر
مشو راضی به دین اسلام ظاهر

اَندر ۾ نفسُ آهي تُنهنجو ڪافر
ڪبو ڇا دينُ ۽ اسلام ظاهِر

(968) ز تو هر لحظه ایمان تازه گردان
مسلمان شو مسلمان شو مسلمان

نئين سِر هر گهڙي ڪر تازو اِيمانُ
مسلمان ٿيءُ، مسلمان ٿيءُ، مسلمانُ

(969) بسی ایمان بود کز کفر زاید
نه کفر است آن کزو ایمان فزاید

ڪڏهن اِيمانُ پَيدا ڪفر مان ٿئي
نہ اهڙي ڪُفر کي پڻ ڪُفر چئجي

(970) ریا و سمعته و ناموس بگذار
بیفگن خرقه و بربند زنار

رِيا ناموس عِزّت کان ٿي بيزار
ڇڏي خِرقو خُودي جو ٻڌ تُون زنّار

(971) چو پیر ما شو اندر کفر فردی
اگر مردی بده دل را به مردی

اسان جي پِير جانءِ ٿي ڪُفر ۾ فَرد
ٿي تابع مَرد جو، جي آهين تُون مَرد

(972) مجرد شود ز هر اقرار و انکار
به ترسازاده ده دل را به یک بار

مُجرّد ٿي ڪَنا اِقرار اِنڪار
۽ تَرسازادي کي دل ڏي تون يڪبار

## اشارت به بت

## بُت جي اشاري مان ڇا مراد آهي؟

(973) بت ترسابچه نوری است ظاهر
که از روی بتان دارد مظاهر

[بُت يا نوخيز ۽ نوجوان ۾ جيڪا ظاهري چمڪ نظر اچي ٿي، اهي سڀ بُتن جا دل لڀائيندڙ مظهر آهن.]

(974) کند او جمله دلها را وشاقی
گهی گردد مغنی گاه ساقی

بُتن ۾ حقُ سَدا آهي اوطاقي
ڪڏهن مُغبّچو ٿئي ۽ ڪڏهن ساقي

(975) زهی مطرب که او از نغمه خوش
زند در خرمن صد زاهد آتش

عجب مُغبّچو مُطرب ڳائڻو آهه
وجهي زاهِد جي دل ۾ عِشق جي باهه

(976) زهی ساقی که او از یک پیاله
کند بیخود دو صد هفتاد ساله

عجب ساقِي، جو سَؤ وَرهن جا پوڙها
ڪري بيهوش ۽ گُنگا ۽ ٻوڙا

(977) اگر در مسجد آید در سحرگاه
بنگذارد در او یک مرد آگاه

وجي جي مَدرسي مَسجد ۾ ڪاهي
فقيهن عابِدن جي لا ڪَ لاهي

(978) شود در خانقه مست شبانه
کند افسون صوفی را فسانه

[اهڙي سهڻي صورت وارو جڏهن خانقاه ۾ داخل ٿئي ٿو، ته اتي بہ هو صوفيءَ جي دنيا کي تباهه ڪري ڇڏي ٿو.]

(979) رود در مدرسه چون مست مستور
فقیه از وی شود بیچاره مخمور

پياري مَئي ڪري سيني کي مخمُور
وَسائي مسجد ۽ مَيخاني ۾ نُور

(980) ز عشقش زاهدان بیچاره گشته
ز خان و مان خود آواره گشته

[ويچارا زاهد انهن جي صورت ۾ گرفتار ٿي، پنهنجا گهر ٻار ۽ سڀ حال احوال وڃائي ويهن ٿا.]

(981) یکی مؤمن دگر را کافر او کرد
همه عالم پر از شور و شر او کرد

ڪري هڪڙي کي مومن ٻئي کي ڪافر
اندر هرڪنهن جو سڀ نڪري ٿئي ٻاهر

(982) خرابات از لبش معمور گشته
مساجد از رخش پر نور گشته

[ميخانا هن جي چپن جي ڪشش سان آباد آهن، مسجدون هن جي چهري جي روشنيءَ سان منور آهن.]

(983) همه کار من از وی شد میسر
بدو دیدم خلاص از نفس کافر

[منهنجا سيئي ڪم هن جي ڪري سولا ٿي پيا، هن جي ڪري مون کي پنهنجي نفس ڪافر کان ڇوٽڪارو ملي ويو آهي.]

(984) دلم از دانش خود صد حجب داشت
ز عجب و نخوت و تلبیس و پنداشت

[هن کان اڳ منهنجي دل ۾ وڏو تڪبر ۽ وڏائي هئي، منهنجي اندر ۾ شيطاني غرور ۽ گهمنڊ ڀريل هئا.]

(985) در آمد از درم آن بت سحرگاه
مرا از خواب غفلت کرد آگاه

ڳهڙي مون وٽ اُهو پڻ آيو ناگاهه
مُون کي ڪيئن خواب غفلت جي کان آگاهه

(986) ز رویش خلوت جان گشت روشن
بدو دیدم که تا خود چیستم من

سندس مُنهن کان ٿي خلوت منهنجي روشن
ڪيو تنهن نور روشن منهنجو تَن مَنُ

(987) چو کردم در رخ خویش نگاهی
برآمد از میان جانم آهی

ٿِيا معلوم مُون کي عيبَ پنهنجا
رِيا ۽ مَڪر، ڪُوڙو زُهد تقويٰ

(988) مرا گفتا که ای شیاد و سالوس
بسر شد عمرت اندر نام و ناموس

[هن مون کي مخاطب ٿيندي چيو اي دغا باز ۽ فريبي تنهنجي سموري عمر نِگي ۽ مڪاري ۽ ظاهري ناموس ۾ گذري آهي.]

(989) ببین تا علم و زهد و کبر و پنداشت
ترا ای نارسیده از که وا داشت

[تون پاڻ ڏس تہ تو کي ان علم ۽ ظاهر پرستيءَ، تڪبر ۽ وڏائيءَ تو کي مقصد کان ڪيترو دور رکيو آهي.]

(990) نظر کردن به رویم نیم ساعت
همی ارزد هزاران ساله طاعت

[حالانڪ تنهنجي چهري کي هڪ پل ڏسڻ بہ هزارين سالن جي عبادت برابر آهي.]

(991) علی الجمله رخ آن عالم آرای
مرا با من نمود آن دم سر وپای

[اهو چوڻ چا هو، ان تي هن جو ڪليل چهرو مڪمل طور مون کي نظر آيو.]

(992) سیه شد روی جانم از خجالت
ز فوت عمر و ایام بطالت

ٻُڌايئين پاڻ پڻ اِيءَ منهنجي حالت
ٻُڌي سڀ اُن کان ٿي مون کي خجالت

(993) چو دید آن ماه کز روی چو خورشید
که به بریدم من ز جان خود امید

ڏٺئين مون کي جڏهن بيدل بي آرام
تڏهن مون کي ڏنئين جُودون ڀري جام

(994) یکی پیمانه پر کرد و به من داد
که از آب وی آتش در من افتاد

لڳي جنهن آبَ کان اُتِ مون ۾ آتش
پيڻ سان سُرڪَ هِڪَ آءٌ ٿي ويس غَش

(995) کنون گفت از می بیرنگ و بی بوی
نقوش تختهٔ هستی فرو شوی

[تڏهن هن مون کي هڪ پيالو ڏيندي چيو، هن بي رنگ ۽ بي بوءِ شراب کي پيءُ ۽ پنهنجي هستيءَ کي وڃاءِ!]

(996) چو آشامیدم آن پیمانه را پاک
در افتادم ز مستی بر سر خاک

نشي کان تنِهنجي آءٌ ليٽيس مٿي خاڪ
تيسُ مَئي پي فنا وحدت سندي پاڪ

(997) کنون نه نیستم در خود نه هستم
نه هشیارم نه مخمورم نه مستم

نہ هاڻي نيست آهيان آءٌ نڪي هست
نہ هُشيار آهيان نہ مخمورُ نہ مَست

(998) گهی چون چشم او دارم سر خوش
گهی چون زلف او باشم در آتش

ڪَڏهن نا خُوش رهان تو ۽ ڪڏهن خُوش
ڪڏهن حيرانُ ۽ ڪڏهين مُشوش

(999) گهی از خوی خود در گلخنم من
گهی از روی او در گلشنم من

[ڪڏهن آءٌ پنهنجي مزاج جي مجبوري سبب باهہ جي کوريءَ ۾ آهيان، پر ڪڏهن هن جي ديدار سان گلن جي باغ بستان ۾ آهيان.]

# سوال پندرهون
## حاشيا ۽ شرح

865. بُت يعني بت يا مورت يا محبوب ۽ زنار يعني جٽيو جو ترسا يا آتش پرست ٻڌندا آهن ۽ ترسائي يعني ترسائن جو مذهب يا طريقو.

866. جيڪا بہ شيءِ عشق جي مظهر آهي يا جنهن مان حق معلوم ٿي سگهي ٿو، يعني سڀ موجودات جا ذرا بت آهن ۽ زنار ٻڌڻ جي معنيٰ آهي محبوب جي بندگي يا فرمانبرداريءَ جي ڪمر ٻڌڻ. انهي معنيٰ سان جڏهن سيڪا شيءِ حق جو مظهر آهي تڏهن بت پرست يا ڪافر بہ حق جا پوڄيندڙ ٿيا. قرآن ۾ آهي تہ وَقَضَىٰ رَبُّكَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ (بني اسرائيل: 23).

869. قرآن ۾ آهي تہ وَيَتَفَكَّرُونَ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ (آل عمران: 191).

871. حڪيمن ۽ عالمن جو قول آهي تہ وجود خير محض آهي ۽ وجود ۾ جيڪو شر ظاهر ٿو ٿئي سو عدم ڪان آهي.

872. بُت هستي مطلق جو مظهر آهي تنهنڪري حقيقت ڪري حق آهي. بُت تنهنڪري بت پرستي حق پرستي ٿي.

873. مشرڪ يا بت پرست بہ جي اها سمجهہ رکي بت پرستي ڪري تہ ڪافر نہ ٿئي خدا پرست يا موحد ڄاڻجي. پر بت کي ظاهري بت يا مخلوق يا هٽ جي جڙيل شيءِ ڄاڻي انهي جي پوڄا ڪري ٿو تڏهن ڪافر سڏجي ٿو. يعني ظاهري صورت ڏسڻ نہ گهرجي باطني حقيقت تي نظر ڪرڻ گهرجي. هڪڙو ٿيو مجازي دين ۽ ٻيو ٿيو حقيقي ڪفر. جيڪي ظاهري ڪفر آهي سو حقيقت ڪري عين اسلام آهي.

878. يعني سيڪنهن تعين يا ظاهري صورت ۾ حقيقي روح يا معني لڪل آهي ۽ هر هڪ ڪفر هيٺ ايمان لڪل آهي سڀ ڪنهن جلال هيٺ جمال لڪل آهي.

879. قرآن ۾ آهي تہ، إِنْ مِنْ شَيْءٍ إِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمْدِهِ (بني اسرائيل: 44) يعني اها شيءِ ئي ڪانهي جا خدا جي تسبيح ۽ تمحيد ۾ مشغول نہ آهي.

884. مَا تَرَىٰ فِي خَلْقِ الرَّحْمَٰنِ مِنْ تَفَاوُتٍ (الملڪ: 3) يعني خدا جي خلقت ۾ ڪو بہ تفاوت ڪونهي. ذاتي فيض ۾ سڀ مخلوقات هڪجهڙي پائيوار آهي.

887. آيت آهي تہ أَوْفُوا بِعَهْدِي أُوفِ بِعَهْدِكُمْ (البقره: 40) يعني اوهين منهنجي عهد تي وفا ڪريو يا عبوديت جو حق بجا آڻيو تہ آءٌ اوهان جي عهد تي وفا ڪريان.

889. انهي امانت بابت مٿي بہ اشارو آيو آهي.

890. علم آهي پيءُ وانگي ۽ عمل آهي ماءُ وانگي. انهن مان نتيجو نڪري ٿو حال يا احوال يا ڪشف ۽ ڪرامات.

893. عبادت ۽ علم انهي لاءِ ناهن تہ ماڻهو ڪرامت حاصل ڪري. انساني مرتبي جو ڪمال آهي فنا ۽ نيستي ۾. ڪرامت رڳو مڪر، هٺ، خود نمائي ۽ خود پسندي آهي. فقر ۽ سلوڪ جي لاءِ ڪرامت جو ضرور ئي ڪونهي. انهي ڪري سالڪ مغرور ٿو ٿئي ۽ حق جي بي ادبي ٿي ٿئي.

895. ائين تہ شيطان بہ عادت جي برخلاف ڪرامتن جهڙا ڪم ڪري ٿو ۽ انسان کي هزارين طرح گمراهہ ڪري ٿو. انهي طرح سالڪ بہ شيطان ٿي سگهي ٿو يا فرعون وانگي خدائيءَ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو.

901. فقيراڻي گودڙي ڍڪي ڪرامتون ڪرڻ رڳو خلق ٺڳڻي آهي، انهي لاءِ تہ ماڻهو چون تہ هي ڪو وڏو ڪرامت ۽ ڪشف وارو درويش يا اولياءُ آهي. اهو بہ هٺ، وڏائي، مڪر، ريا ۽ خودنمائي آهي. تنهنڪري عام خلق جي صحبت ۽ نزديڪيءَ کان پري پچ تہ ڪري نہ پوين.

902. تناسخ جا چار قسم آهن نسخ جي معنيٰ آهي روح هڪڙي انسان جي بدن مان نڪري ٻئي انسان جي بدن ۾ وڃڻ، مسخ آهي انسان جو روح سندس بدن مان نڪري ٻئي مناسب جانور جي بدن ۾ وڃڻ، رسخ آهي انساني روح جو معدني يا نباتي صورت ۾ وڃڻ يا رسوخ ڪرڻ، فسخ جو مطلب آهي تہ روح جمادي، نباتي، حيواني ۽ انساني دورو پورو ڪري وري ٻيو اهڙو ساڳيو دورو شروع ڪري ٿو.

930. عادت آهي رسمي هلت جا خيال ۽ دلي ڪشف کان سواءِ ڪَلَ وانگي پئي ڪجي. انهي طرح جي عبادت رڳو نالي جي آهي. عبادت اُها جا عادتي يا رسمي نہ هجي پر فڪر، خيال ۽ دل جي شوق ۽ حاضريءَ کان ڪجي.

931. هاڻي وري ترسائيءَ جي سمجهاڻي ٿو ڏئي تہ اُها تقليد يا رسم ۽ عادت ۽ دنيا جي علائقن کان آزاد ٿيڻ آهي، خواه دنيوي خواه طبعي، يعني تجريد ۽ تفريد يا مجرد ۽ فرد رهڻ، جيئن حضرت عيسيٰ (عليه السّلام) ڪيو جو ترسائن جو نبي آهي، جو روح الله آهي ۽ جو روح القدس کان دنيا ۾ پيدا ٿيو، ۽ مئن کي جياريندو هو ۽ انڌن ۽ ڪوڙهن کي چڱو ڀلو ڪندو هو.

934. آيت وَنَفَخۡتُ فِيهِ مِن رُّوحِي (ص: 72). جي حڪم موجب تو ۾ بہ الله جو روح آهي ۽ تون بہ عيسيٰ عليہ السّلام جهڙو ٿي سگهين ٿو. روح القدس يا جبرئيل علم جي مثالي صورت آهي.

935. ناسوت آهن بشريت يا انسانيت، ۽ لاهوت آهي حقيقت وحدت جي. نفس ناسوتيءَ جو واسطو حيواني روح سان آهي يعني صفات نفساني ۽ طبيعي سان. جي انهي نفس کان تون آزاد ٿئين تہ لاهوت يا "حيّ لايموت" جي مرتبي کي پهتين.

937. هي مثال ٿو ڏجي تہ ڪيئن نفس ناطقہ انساني اعليٰ مرتبي کي درجي بہ درجي رسي سگهي ٿو. ڪير پياڪ ٻار چڻ تہ نفس ناسوتيءَ ۾ بند آهي، جڏهن اُنهي کان آزاد ٿئي ٿو تڏهن موليٰ جو ملڪ ڏسي ٿو ۽ معنوي سفر ڪري ٿو.

939. چئن عنصرن کي اُمهات سفلي چوندا آهن ۽ آسمانن يا سيارن کي آباءِ علوي چوندا آهن. انهي جوڙي مان انسان پيدا ٿيو.

940. نقل ۾ آهي ته حضرت عيسيٰ (عليه السّلام) چيو ته ”اِني ذاهب اليٰ ابيکم السماوي“ يعني دنيائي تعلقات ڇڏي، يا ماءُ جي جهولي ڇڏي، پيءُ ڏي، يا عالم علوي ڏي ٿو وڃان.

944. آيت آهي ته فَإِذَا نُفِخَ فِي الصُّورِ فَلَا أَنسَابَ بَيْنَهُمْ (المؤمنون: 101) يعني قيامت آئي نسبتون سڀ گم ٿي وينديون، سڀ وسري وينديون سڀکو نفسي نفسي کندو.

946. نفساني شهوت ماءُ پيءُ جي وچ ۾ اچڻ کري اولاد پيدا ٿو ٿئي. اولاد توڙي ٻيا قريب سڀ مطلبي آهن ۽ تنهنجا دشمن. تنهنجو مال تکيو ويٺا آهن ۽ وارث ٿيڻ لاءِ خواهشمند آهن.

952. يعني ماما ۽ چاچا ٻه ساڳي طرح مطلبي ۽ بدخواه آهن.

958. ذاتي فرض يا مقصد آهي قربِ الاهي، اُهو نه وسارج باقي شرعي حق پيءُ ماءُ عزيزن خويشن جا پلي بجا آڻ.

960. حضرت ابراهيم (عليه السّلام) وانگي حنيفي يا هڪ مهاڙو ٿي ۽ مسلم ۽ مستقيم ٿي. راهب نصارن جو عابد آهي جو خلق کان پڇي گوشه نشين ٿئي ٿو ۽ دير يا مڙهيءَ ۾ ويهي ٿو.

964. ناقوس وڏو گهنڊ آهي جو ديولن ۾ وڄائيندا آهن.

971. يعني پير مغان يا مرشد کامل، جو کفر حقيقي ۾ لاثاني آهي. کفر يعني وحدت ۾ کثرت. متي کفر حقيقي جي معني سمجهائي وئي آهي.

972. ترسازاده يا مغجيه ٻه مرشد کامل کي ٿو چوي. هو سڀ کنهن مريد جي حال ۽ سمجهه آهر هدايت کري ٿو ۽ معرفت ۽ توحيد جو ست سيکاري ٿو. ڪڏهن کهڙي رستي سان ڪڏهن کهڙي رستي سان، هکڙي کي هکڙي طرح ٻئي کي ٻي طرح. ۽ سيني کي عشق حقيقي جو شراب پياري مست ۽ مخمور کري ٿو.

996. يعني وحدت جو پاڪ شراب پي، آءٌ فنا يا بيخود ٿي ويس يعني نيست نابود ٿي ويس.

997. اِهو مقام صحو بعد المحو جو آهي جتي آهيان به ناهيان به، هکڙي معنيٰ کري فاني آهيان يعني پنهنجي ذات يا طبيعت کري ۽ ٻي معنيٰ کري باقي آهيان يعني حق جي اصلي ذات کري. مخمور جي معنيٰ خمار وارو يا اڌ هوش اڌ بيهوش ۽ مست سڄو بيهوش، بيخود ۽ فنا.

998. تشويش آهي پريشاني.

## خاتمه

## خاتم

(1000) از آن گلشن گرفتم شمئه باز
نهادم نام او را گلشن راز

ٽِيو پورو هتي هي ’گلشن راز‘
جنهين ۾ عشق جو ٽيو سوز ۽ ساز

(1001) در او رازها گلها شكفته است
كه تا اكنون كسى ديگر نگفته است

عجب گلشن، جنهين جو آهي هر گُل
مِٺيوُن لاتيوُن كندڙ مانند بُلبُل

(1002) زبان سوسن او جمله گوياست
عيونِ نرگس او جمله بيناست

[انهيءَ ۾ سوسن گل جي زباني ڳالهه بيان ٿيل آهي، اتي نرگس گل جون اکيون سڀ ڪجهه ڏسندڙ آهن.]

(1003) تامل كن به چشم دل يكا يك
كه تا برخيزد از پيش تو اين شك

[تون بہ پنهنجي دل جي اکين سان ٻڌي ڏس تہ جيئن تنهنجا سيئي شڪ شبها ختم ٿي وڃن.]

(1004) ببين منقول و معقول و حقايق
مصفا كرده در علم دقايق

ٿيا نَقل ۽ عَقُل جا اُن ۾ حقائق
صفا ٿيا اُن ۾ سڀ ڳُوڙها دقائق

(1005) به چشم منكرى منگر در او خوار
كه گلها گردد اندر چشم تو خار

[منڪر واري اک سان نہ ڏس ۽ اجايو خوار نہ ٿيءُ، ڇو تہ ائين گل بہ توکي ڪنڊا نظر ايندا.]

(1006) نشان ناشناسى ناسپاسى است
شناسايى حق در حق شناسى است

ڪري جيڪو اُنهن تي دل سان وِيچار
ٿئي توحيد ۾ قابل ۽ هُشيار

(1007) غرض زين جمله آن تا گر كند ياد
عزيزى گويدم رحمت بر او باد

ڪري مَنَ ڪو مُصَنِّفَ اُن جي ڪي ياد
دُعا سان اُن جي هُن جو روُح ٿئي شاد

(1008) به نام خويش كردم ختم و پايان
الٰهي عاقبت محمود گردان

اُنهي جي دِل سدا خوشنُود ڪر تون
اِلاهي عاقبت محمُود ڪر تون

تمّ الکتاب

بعون الملک الوهاب

لکيو مَولانا سَعد الدين محمود
شبستر ۾ جو ٽيو مدفون مولود
ڪيو مون ترجمو سنڌي ۾ ان جو
لڳايم اُن ۾ پُورو هِڪڙو هفتو
اصُل جو نانءُ ٽيو جڏهن 'گُلشنِ راز'
ڪيو مون هن جو نالو 'ڪشفِ اعجاز'
جَمادي ٻئي جي اڄ تاريخ ٽي ٻي
ٽيو سَن تيرهن سؤ ۾ ايڪٽيهه
هجري=1331ھ
خُدا يا فضل ڪر هَر حال هر گاھ
'قليچ' آهي سوالي تُنهنجي دَرگاھ

## خاتمہ

# حاشيا ۽ شرح

1001. يعني جنهن باغ جو سڀ کو گل بلبل وانگي ٻوليون پيو ڪري ۽ اسرار ظاهر پيو ڪري ۽ سمجهائي، ۽ مڪاشفہ ۽ مشاهده جو رستو ڏيکاري.

1004. يعني تصوف ۽ توحيد جا مشڪل عقيدا ۽ دقيقا ۽ حقيقتون سمجهائي ٿو.

=. يعني جي ڳالهيون معجزن وانگي ماڻهن کي سمجھ ۾ نہ اچن يا منجهائن ۽ عاجز ڪن تن کي کولي سمجهائي ٿو.

=. جمادي الثاني يا جمادي الآخر مهينو.

پورو ٿيو.

# اضافي حاشيا

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

84. محقق جي انهيءَ معنيٰ کي شيخ سعديءَ 'بوستان' جي هن بيت ۾ پڻ واضح ڪيو آهي:

محقق همان بيند اندر ابل

که در خوبرويان چين و چگل

يعني هڪ محقق صوفي اُٺ جهڙي جانور ۾ به اهو حسن ۽ جلوو جمال ڏسي ٿو، جيڪو عام ماڻهو چين ۽ چگل جي حسينن ۾ ڏسن ٿا.

[بوستان - شيخ سعدي، ص265]

86. تجريد ۽ تفريد

تجريد جو مطلب آهي ته جڏهن سالڪ جو هن دنيا سان ڪو تعلق باقي نه رهي، بلڪ صرف خدا جي ذات مقصود ۽ مراد هجي ۽ آخرت ۾ اجوري جي تمنا به نه رهي.

تفريد جو مطلب آهي ته انسان ڪنهن به ڪم جي پاڻ ڏانهن نسبت نه ڪري. هر ڪم کي خدا جي نعمت سمجهي. شاهه ڪريم پنهنجي هڪ بيت ۾ هنن ٻنهي اصطلاحن جي سهڻي سمجهاڻي ڏني آهي.

تجريدان نگيا، پيئا ۾ تفريد

هن ڪڏهن ٿئي، هن ڏهاڙي عيد

[بيان العارفين - سنڌي، ص17]

92. شيون ضد سان ظاهر ٿين ٿيون.

مشهور مقولو آهي ته 'يعرف الاشياءُ باضدادها'. عام طور اسين ڏسون ٿا ته هر شيءِ جهڙوڪ ڏينهن نه هجي ها ته رات نه هجي ها يا رات نه هجي ها ته ڏينهن جي خبر نه پوي ها. اهڙيءَ طرح رنگن ۾ اڇو ۽ ڪارو وغيره پر خدا جي ذات جو نه ڪو همسر يا برابر آهي ۽ نه ڪو وري ان جو اهڙو ڪو مخالف يا ضد آهي. ان جي وضاحت صوفي هن طرح ڪن ٿا ته ڪائنات ۾ وجود صرف خدا جو آهي، جيڪو سموري ڪائنات کي محيط آهي. هو ايترو ته ظاهر آهي جو اسان کي مخفي معلوم ٿئي ٿو. قرآن جي آيت 'هو الاول والآخر والظاهر والباطن' (يعني هو اول به آهي ۽ آخر به آهي هو ظاهر به آهي ته مخفي به آهي) ۾ ان طرف اشارو آهي.

93. بيچون بي چگونه (بي مثل ۽ بي مثال)

علم ڪلام وارا توڙي صوفي ان حقيقت تي متفق آهن ته خدا جي ذات جي ڪنهن به ريت مقرر ۽ متعين وصف سان پوري سمجهاڻي نٿي ڏئي سگهجي.

111. عمّا يقولون
قرآن پاڪ جي آيت آهي: سُبۡحَٰنَهُۥ وَتَعَٰلَىٰ عَمَّا يَقُولُونَ عُلُوّٗا كَبِيرٗا (بني اسرائيل: 43) ترجمو: جيڪي ڪجھ هو چون ٿا هو (اها ذات) ان کان گهڻو مٿي آهي.

120. لي مع الله
هيءَ حديث آهي جيڪا اڪثر صوفين جي ڪتابن ۾ ملي ٿي.
[ڪشف الخفاء -2، 244]

128. سواد الوجہ في الدارين
مڪمل مقولو هن ريت آهي "الفقر سواد الوجہ في الدارين" ۽ ان مان مراد هيءَ آهي تہ سالڪ اهڙيءَ ريت فاني في الله ٿئي جو ظاهر ۽ باطن، دنيا ۽ آخرت مطلب هر لحاظ کان پاڻ کي فاني سمجهي ۽ ان کي عدم اصلي بہ چون ٿا. خواجہ محمد زمان لواريءَ واري جي هن بيت ۾ انهي عدم ڏانهن اشارو آهي:

نامرادی سمرو عدم اوتارون

حق تعاليٰ جي ظهور کان پهرين يا اڳ واري حالت يا مرتبي کي عدم چون ٿا. جنهن بابت اشارو 'ڪنت ڪنزاً مخفيا' واري حديث ۾ ملي ٿو. ليڪن اهو عدم صرف ظهور حق جي لحاظ کان آهي.

144. ي يسمع بي يبصر
هي مشهور حديث قدسي جا الفاظ آهن جيڪا پوريءَ ريت صحيح بخاريءَ ۾ موجود آهي. هن حديث مان صوفي قرب نوافل ۽ قرب فرائض ثابت ڪن ٿا. قرب نوافل جو مطلب آهي تہ جڏهن سالڪ مان بشري صفتون ختم ٿي وڃن ۽ منجهس حق جون صفتون ظاهر ٿين، تڏهن هو بدن جي هر عضوي مان اِلاهي آواز ٻڌندو آهي. قرب فرائض ۾ وري سالڪ پوريءَ ريت حق جي ذات ۾ فنا ٿي ويندو آهي، بلڪ هو پنهنجي نفس کان بہ فنا ٿي ويندو آهي. هن حديث جو مطلب آهي تہ حقيقت ۾ ڏسندڙ ٻڌندڙ وغيره سڀ حق تعاليٰ آهي.
[وڌيڪ سمجهاڻي لاءِ ڏسو مڪمل شرح ابيات سنڌي، ص ]

146. ناسوت
ناسوت کي لاهوت جي مقابل چون ٿا. عالم ناسوت مان مراد هي ظاهري جسماني جهان آهي، جنهن کي وري سفلي جهان بہ چون ٿا ۽ ان جي مقابلي ۾ وري علوي جهان آهي. [فرهنگ لغات واصطلاحات وتعبيرات عرفاني دڪتر سجادي، ص 458]

170. وَمَا لَا تُبۡصِرُونَ (الحاقہ: 39)
ترجمو: "۽ اهي شيون جيڪي توهان نٿا ڏسو!" صوفين وٽ صرف هي ظاهري جهان يعني عالم شهادت نہ آهي بلڪ هو عام طور پنج عالم يعني ظاهر، باطن، غيب، شهادت ۽ لاهوت چون ٿا. سيني جو اصل يا منڍ عالم لاهوت آهي بلڪ هو ائين بہ چون ٿا تہ عالم ظاهر قطرو ۽ عالم غيب درياءَ آهي.

**171. جابلقا ۽ جابلسا**

تاريخي طور مشرق ۽ مغرب جا هي ٻہ مشهور شهر چيا وڃن ٿا. فارسي زبان جي پهرين وڏي صوفي شاعر سنائي پڻ هڪ شعر ۾ هنن جو ذڪر ڪيو آهي:

سخن کز بهر دين گوئی

**173. مثلهن ۽ ابن عباس**

'مثلهن' جو لفظ قرآن شريف جي سورة الطلاق جي آخري 12 آيت ۾ اچي ٿو. آيت جو پهريون حصو هن ريت آهي: "اَللّٰهُ الَّذِیْ خَلَقَ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ وَّمِنَ الْاَرْضِ مِثْلَهُنَّ." معنيٰ الله اهو آهي جنهن ست آسمان پيدا ڪيا ۽ زمين جا بہ ائين گهڻا قسم آهن. هن آيت جو تفسير جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن جي سؤٽ عبدالله ڏانهن منسوب آهي. هو چوي ٿو تہ هتي گويا هڪ ڪان وڏيڪ ساڳئي قسم جي زمينن جو بيان آهي. ان ڪري هو چوندو هو تہ جيڪڏهن مان هن آيت جو تفسير ڪندس تہ توهان ان جو انڪار ڪندا ۽ ان ڪي غلط يا ڪوڙو سمجهندا. مطلب تہ قديم مفسرن مان صرف هو ان قسم جي ڳالهہ ڪري ٿو، جنهن جي جديد سائنس وارا ڪنهن حد تائين تائيد ڪن ٿا.

[تفهيم القرآن - جلد 5 - ص 582]

**192. إِنِّيٓ أَنَا اللّٰهُ رَبُّ الْعَالَمِيْنَ (القصص:30)**

هي الفاظ قرآن جي سورة القصص مان ورتل آهن. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السّلام طور سينا جي واديءَ ۾ پهچي ٿو تہ اُتي اِهي الفاظ هڪ وڻ مان ٻڌي ٿو. معنيٰ مان ئي الله آهيان، جهانن جو پالڻهار.

**194. ڪهربا**

اصل لفظ هو ڪاه + ربائيددن يعني گاهہ يا ڪک پن ڪي پاڻ ڏانهن ڇڪيندڙ. اهو جهنگ ۾ ملندڙ ڪونر يا ٻوٽي آهي جيڪا پيلي رنگ جي ٿئي ٿي. ان ڪي جڏهن چمڙي تي خوب گسائبو تہ اها چمڙي جي ڪل گاهہ جي تِيلن ڪي پاڻ ڏانهن جهٽي وٺندي.

[لغات ڪشوري - ص 393]

**198. ام هاني**

هيءَ بيبي حضرت ابوطالب جي ڌيءَ ۽ حضرت عليءَ رضہ جي ڀيڻ آهي. حديثن موجب رسول الله ﷺ جن هڪ رات ان جي گهر ۾ ستل هئا، جتان پوءِ جبرئيل عليه السّلام سان گڏجي معراج لاءِ روانا ٿيا.

[The life of Muhammad p. 108]

**202. جوهر ۽ عرض**

فلسفي 'جوهر' اهڙي شيءِ کي چون ٿا جيڪا بذات خود قائم هجي ۽ جيڪا ٻي ڪنهن شيءِ سبب قائم هجي ان کي 'عرض' چون ٿا. جيئن ڪپڙو ۽ ان جي سفيدي. هتي ڪپڙي کي جوهر چئبو ۽ سفيديءَ کي عرض. جوهر جا وري ٻہ قسم ٻڌائن ٿا هڪ جوهر بسيط ۽ ٻيو جوهر مرڪب. عقل ۽ روح وغيره کي جوهر بسيط چون ٿا. جوهر جا پنج قسم چون ٿا. جنهن ۾

هيوليٰ، صورت، جسم، نفس ۽ عقل کي شامل ڪن ٿا. قديم فلسفي ۾ جوهر ۽ عرض بابت طويل بحث ملي ٿو.

[تعريفات جرجاني - ص 56]

207. سبع المثاني

هي الفاظ قرآن شريف جي سورة حجر جي آيت 87 ۾ ملن ٿا. اها آيت هن ريت آهي "وَلَقَدْ آتَيْنَاكَ سَبْعًا مِنَ الْمَثَانِي وَالْقُرْآنَ الْعَظِيمَ" ترجمو اسان ڏنيون آهن تو کي ست آيتون وري وري پڙهڻ لاءِ ۽ قرآن عاليشان. مفسرن ستن آيتن مان مراد سورة فاتحہ يعني الحمد جون ست آيتون ورتيون آهن. ليڪن مشهور صوفي روزبهان بقلي پنهنجي صوفيانہ تفسير 'عرائس البيان' ۾ انسان جون ست صفتون مراد ورتي ٿو، جيڪي الله تعاليٰ طرفان کيس مليون آهن.

ٻيو وڏو صوفي نجم الدين ڪبريٰ پنهنجي تفسير ۾ وري اهي ست صفتون هن ريت ڄاڻائي ٿو: سمع، بصر، ڪلام، حيات، علم، ارادو ۽ قوة، جيڪي الله تعاليٰ جون ذاتي صفتون بہ آهن. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ اهي صفتون انسان کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ مخلوق ۾ نہ آهن. ابن عربي پنهنجي تفسير ۾ پڻ اها ساڳي ڳالهہ ڪئي آهي.

[عرائس البيان في حقائق القرآن عربي- ص302، التاويلات النجمية في التفسير الاثري الصوفي- المجلد الرابع - ص 20، تفسير ابن عربي - المجلد الاول- ص 379]

255. هيوليٰ

ارسطو ۽ اڳين فلسفين وٽ 'هيوليٰ' ۽ 'صورت' جو بحث وڏي اهميت رکي ٿو. صورت کي هو اصلي مادي برابر سمجهن ٿا. هيوليٰ کي هو هڪ اهڙو جوهر سمجهن ٿا جنهن کري صورت ڪا شڪل اختيار ڪري شيءِ بنجي ٿي. ارسطو جا پوئلڳ هيوليٰ کي قديم يا ازلي سمجهن ٿا.

[A Dictionay of Muslim Philosophy p -145]

271. ربع مسڪون

قديم جاگرافي دانن ڌرتيءَ کي چئن حصن ۾ ورهايو هو. هنن جي چوڻ موجب ٽي حصا پوريءَ ريت پاڻي يعني سمنڊن هيٺ هئا ۽ باقي چوٿون حصو انساني رهائش لائق هو.

[مصطلحات علوم وفنون- ص 54]

223. معدل ڪرسي

ذات البروج کان منطقة البروج (Zodiac) يعني برجن جي شاهراهہ يا رستو. ان مان مراد اهو آسماني دائرو آهي جنهن تي ٻارهن برج واقع آهن. عام طور چيو ويندو آهي يا جيئن قديم زماني کان ورتي سمجهيو وڃي ٿو تہ سج انهن ستارن مان گذري ٿو يا انهن ۾ منزلون ڪندو رهي ٿو. حالانڪ اصل ۾ سج جي چوڌاري ڌرتيءَ جي گردش ڪري اسان کي ائين محسوس ٿئي ٿو. اهي ٻارهن برج جن مان گذرڻ لاءِ سج کي هڪ هڪ مهينو لڳي ٿو، سي هن طرح آهن: حمل، ثور، جوزا، سرطان، اسد، سنبلہ، ميزان، عقرب، قوس، جدي، دلو ۽ حوت. پهريان ڇهہ شمالي يا

اتر وارا آهن ۽ پويان ڇهه جنوبي يا ڏکڻ وارا آهن. جيئن ته سج هر برج ۾ تقريباً هڪ مهينو قيام ڪري ٿو. اهو جدول موجب هن ريت آهي:

| شمالي برج جو نالو | عرصو | جنوبي برج جو نالو | عرصو |
|---|---|---|---|
| حمل يا چيٽ | 21 مارچ 20 اپريل | ميزان يا اَسو | 23 سيپٽمبر 23 آڪٽوبر |
| ثور يا ويساک | 21 اپريل 20 مئي | عقرب يا ڪتي | 24 آڪٽوبر 22 نومبر |
| جوزا يا ڄيٺ | 21 مئي 20.جون | قوس يا ناهري | 23 نومبر 20 ڊسمبر |
| سرطان يا آکاڙ | 21 جون 20 جولاءِ | جدي يا پوهه | 21 ڊسمبر 19 جنوري |
| اسد يا ساوڻ | 21 جولاءِ 21 آگسٽ | دلو يا نانگهه | 20 جنوري 18 فبروري |
| سنبلہ يا بدو | 22 آگست 22 سيپٽمبر | حوت يا ڦڳڻ | 19 فبروري 20 مارچ |

هر برج ۾ ڪجهه تعداد ستارن جو آهي. قديم زماني کان وٺي انسان انهن تارن جي ميڙ کي ڪن ساهوارن ۽ ديوتائن جي نالن سان ڪوٺيو آهي. جيئن انهن جي نالن مان ظاهر ٿئي ٿو. قديم زماني جي سوچ موجب سج پهريائين 21 مارچ تي حمل ۾ داخل ٿيندو هو، تنهن ڪري سال جي شروعات به ان سان ٿيندي هئي ۽ ان کي بهار جي موسم چيو ويندو هو. ان کان پوءِ سج ٻارهن مهينن جو سفر مٿين جدول مطابق طي ڪندو هو.

اڄ ڏينهن تائين نجومي حضرات جيڪي پاڻ کي ستارن جي علم جا ماهر سمجهن ٿا، اهي ان مفروضي ۾ ويساهه رکن ٿا ته ستارن جو انساني طبيعت ۽ مقدر تي اثر پوي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترين روزانه اخبارن ۾ اهڙا ڪالم شايع ٿيندا رهن ٿا ته جنهن مهيني ۽ ڏينهن ۾ انسان جي پيدائش ٿي آهي، اهو ئي سندس برج آهي ۽ ان مطابق سندس طبعت ۽ مزاج به آهي ۽ ان لحاظ سان سندس مستقبل بابت پيش گوئي به ڪري ڇڏين ٿا.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته جديد فلڪيات جي تحقيق موجب سج 21 مارچ تي انهن تارن ۾ جن کي حمل جو نالو ڏنو ويو آهي، جي بجاءِ انهن تارن ۾ داخل ٿئي ٿو جن کي هنن حوت جو نالو ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن هو چون ٿا ته 21 جون تي سج برج سرطان ۾ داخل ٿئي ٿو ته حقيقت ۾ تڏهن سج هڪ برج پوئتي يعني جوزا ۾ هوندو آهي. ساڳيءَ ريت 22

ڊسمبر تي جدي ۾ نہ بلڪ قوس ۾ ۽ 22 سيپٽمبر ميزان ۾ نہ بلڪ سنلبہ ۾ موجود هوندو آهي. گويا پوري هڪ برج جو فرق آهي. حمل، اسد ۽ قوس کي آتشي برج ۽ سرطان، عقرب ۽ حوت کي آبي برج چون ٿا. اهڙيءَ طرح جوزا، ميزان ۽ دلو کي آبي ۽ ثور، سنبلہ ۽ جدي کي خاڪي برج ڪوٺين ٿا.

[سير افلاڪ - ص 26 ۽ 28]

226 ثوابت يک هزار وبست وچاراند
کہ بر ڪرسي مقام خويش دارند

قديم فلڪيات موجب ڪرسي اٺين آسمان يعني سيني ڪان مٿانهين آسمان کي چون ٿا. جنهن ۾ ثوابت يعني اهي ستارا آهن جيڪي حرڪت نٿا ڪن. سڀ ڪان پهرين اهو تصور يوناني هيئتدان بطليموس ڏنو، جنهن جو ڪتاب 'المجسطي' مشهور آهي، جيڪو عربن خليفي مامون جي زماني ۾ ترجمو ڪيو. هن ڪتاب ۾ 1030 ستارن جو تعداد ڄاڻايل آهي. چوٿين / ڏهين صديءَ ۾ مسلمان فلڪياتدان عبدالرحمٰن صوفي (وفات: 982/376) پنهنجي ڪتاب 'صورالڪواڪب' ۾ اهو تعداد 1022 ٻڌائي ٿو. هن ڪان پوءِ الغ بيگ تيمورلنگ جو پوٽو جنهن پندرهين صديءَ ۾ سمرقند ۾ رصد گاهہ قائم ڪئي، تنهن وري 1519 ستارن جي ڳڻپ ڪئي. اسلامي دنيا جي ٻئي وڏي فلڪياتدان ۽ ماهر رياضي البيروني وري اهو تعداد 1027 ٻڌائي ٿو. ياد رهي تہ بطليموسي نظام موجب سج، چنڊ، گرهہ ۽ ٻيا ڪجهہ تارا ڌرتيءَ جي چوڌاري گردش ڪري رهيا آهن يعني زمين هڪ هنڌ بيٺل يا ساڪن آهي. جديد سائنس موجب زمين نہ صرف پنهنجي محور جي چوڌاري بلڪ سج جي چوڌاري ڦري رهي آهي. جديد سائنسي ڄاڻ موجب هڪ انساني اک هڪ وقت 2900 ڪان وڌيڪ تارا آسمان ۾ نٿي ڏسي سگهي يا ڳڻي سگهي. هينئر سائنسي لحاظ ڪان تقريباً ويهہ هزار ستارن جي پوري معلومات موجود آهي.

[فلڪيات جديده- ص2 ۽ 3، علم فلڪيات- سنڌي،ص 20 -22]

234. قمر را بيست وهشت آمد منازل
شود با آفتاب آنگہ مقابل

قديم علم هيئت توڙي علم نجوم مطابق چنڊ جون 28 منزلون معلوم آهن جن جا نالا عربي توڙي هنديءَ ۾ ملن ٿا. جديد سائنسي ڄاڻ موجب اسان ڌرتيءَ وارن لاءِ چنڊ جي ظاهري عمر ساڍا اٺيهہ ڏينهن آهي يعني نئين چنڊ جي اڀرڻ ۽ وري غائب ٿيڻ جو اهو ڪل عرصو آهي. بلڪ ٺيڪ حساب موجب 29 ڏينهن، 12 ڪلاڪ، 14 منٽ ۽ 82 سيڪنڊ آهي ۽ ان کي ئي قمري مهينو چئبو آهي.

[شاهد الوجود - ص 310، فلڪيات جديده - ص 302]

308 هُويت

هُويت هن مان مراد هوبهو يعني مطلق واري حالت آهي جنهن کي مطلق حقيقت بہ چون ٿا ۽ مرتبئہ وحدت بہ چون ٿا. مطلب اهو ذات باري تعاليٰ ڏانهن اشارو آهي. هويت ذات خالص کي بہ چون ٿا جنهن ۾ اسم رسم يعني نعت ۽ وصف ڪونهي. ان کي غيب بہ چيو اٿن چو تہ ان

مرتبي ۾ ذات جو شعور محال آهي. صوفين وٽ غيب مان مراد اها شيءِ آهي جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي پاڻهن کان ڳجهو رکي. ان لحاظ کان غيب هويت مان مراد ذات جو اهو مرتبو جيڪو اسماءَ ۽ صفات جي ظهور کان اڳ ۾ هو.

[شاهد الوجود - ص 302]

313. سالڪ

سالڪ لفظ جو مادو سَلَکَ آهي ۽ سُلوڪ رستي يا راهه کي چون ٿا. بلڪ انهيءَ راهه تي هلندڙ کي چون ٿا جيڪو مرشد يعني هدايت ڪندڙ جي چوڻ موجب انهيءَ راهه تي هلي.

[فرهنگ عارفان - ص 71]

351. ذات

ذات جي فارسيءَ ۾ هيءَ تعريف ملي ٿي: در اصطلاح سالڪان ذات را بي اعتبار صفات احد گويند و باعتبار جميع صفات واحد فياضي گويد. يعني سالڪن جي اصطلاح موجب جڏهن صفتن کان سواءِ ذات کي احد بہ چون ٿا پر صفتن سميت هن کي واحد چون ٿا.

[فرهنگ عارفان - لالہ ڪيول رام هوشيار، ص 58]

368 النهاية هي الرجوع الي البداية

هي الفاظ اصل ۾ جنيد بغداديءَ کان پڇيل ان سوال جو جواب آهن تہ "ما النهاية" يعني سلوڪ جي انتها ڇا آهي؟ پاڻ چيائين "النهايت هي الرجوع اليٰ البداية" يعني انتها تي پهچڻ جو مطلب آهي تہ وري شروعات ڏانهن واپس ٿيجي!.

[وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو معارفِ سلطان الاوليا -ص 442]

عارف ڪير آهي؟

علم ڪلام جي اصولن موجب عام طور علت ۽ معلول جي تصور موجب ممڪن سان واجب جو وجود ثابت ڪندا آهن. ان کي استدلالي طريقو چون ٿا. پر صوفي ان کي معرفت حقيقي نٿا سمجهن. ڇو تہ اها غير جي نفي ڪرڻ سان حاصل ٿئي ٿي. ڪائنات جي مشاهدي مان حق جو اثبات انهيءَ زمري ۾ اچي ٿو. صوفين وٽ اهو شخص عارف ناهي. هنن وٽ عارف اهو آهي جيڪو حق جي وجود سان شين کي سڃاڻي. انهيءَ ڪري صوفين جو نهايت پر معنيٰ مقولو آهي:

"عرفت الاشياءَ بالله يا عرفت الله بالله"

مثنوي روميءَ ۾ هن ڳالهہ کي هن طرح واضح ڪيو ويو آهي:

خويش را عريان کن از فضل وفضول
ترک خود کن تا کند رحمت نزول
زيرکی ضد شکست است و نياز
زيرکی بگذار و با گولی بساز

شاهہ لطيف هن بيت ۾ اها ڳالهہ سمجهائي آهي:

آڏو جو اثبات ڪي، سو شرڪ لاهي شڪ
هُئي جنهن ۾ حق، تنهن نفيءَ ڇهو ناهه ڪو

هتي اها ڳالهه واضح ڪرڻ گهرجي تہ اهو ئي سبب آهي جو مذهب جو بنياد عقل ۽ حواسن جي بجاءِ الهام، وحي يا ڪشف تي رکيل آهي.

[رسالہ حق نما - دارا شڪوه قادري، ص 22]

438. سيت پچار پرينءَ جي، سيت هوت حضور
ملڪ سڀ منصور، ڪهي ڪهندي ڪيترا

هيءَ بيت شاهہ لطيف جو نہ پر سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان لواريءَ واري جو آهي.

[ابيات سنڌي: دائود پوٽو - ص69،
مڪمل شرح ابيات سنڌي: عبدالغفار سومرو - ص 14]

470 ممڪن ۽ واجب

فلسفي وجود جا ٽي قسم مڃين ٿا. پهريون ممتنع الوجود، ٻيو ممڪن الوجود ۽ ٽيون واجب الوجود. پهريون قسم اهو آهي جنهن جي وجود جو تصور ئي نہ ڪري سگهجي. مثلاً ڪو چوي تہ چورس گول يا مستطيل دائرو يا شادي شده ڪنوارو. هن ۾ بظاهر تناقض يا ضد صاف نظر اچن ٿا ۽ انهن جو گڏ ٿيڻ محال آهي. ٻيو قسم اهڙين شين جو آهي جن جو وجود ۾ اچڻ ممڪن آهي. مثلاً هيءَ ڪائنات يا انسان جو وجود يا ٽيهہ فوٽ ڊگهو ماڻهو يا 900 سال عمر وارو انسان وغيره. ٽيون واجب الوجود اهو آهي جيڪو پنهنجي وجود ۾ ٻئي ڪنهن جو محتاج نہ آهي ۽ اها خدا جي ذات آهي. بلڪ هن جو نہ هجڻ ناممڪن آهي.

[هن جي سمجهاڻيءَ بابت ڏسو مقدمو مڪمل شرح ابيات سنڌي - ص206]

485. امر اعتباري:

هر موجود شيءِ جون ٻہ حيثيتون (تعبير) آهن. هڪڙي ان جي حقيقت جي حيثيت آهي يعني ظهور حق بصورت خلق جنهن کي تجلي شهودي چون ٿا. 'ڪنت ڪنزاً' حديث جي آخر ۾ 'فخلقت الخلق' جو اهو ئي مطلب بيان ڪن ٿا يعني خلق جي صورت ۾ پاڻ ظاهر ٿيو.

ٻي حيثيت خارجي وجود جي تعين يا تشخص جي آهي جنهن ڪري موجودات کي ممڪن يا مخلوق چون ٿا. انهيءَ امڪاني اعتبار يا وجود جي ڪري سڀ عيب ۽ گهٽتائيون موجودات ڏانهن منسوب آهن. انهيءَ حيثيت جي ڪري ممڪن واجب کان ۽ حق خلق کان ۽ عبد پنهنجي رب کان الڳ ۽ جدا آهي. انهيءَ ڪري صوفي چون ٿا تہ هر شيءِ وجود جي اعتبار سان عين حق آهي پر صورت تعين ۽ تشخص جي لحاظ سان غير حق يا مخلوق ۽ عبد آهي.

612. بسيط

يعني غير مرڪب جنهن جا وڏيڪ ڀاڱا يا حصا نٿا ٿي سگهن. ان جو مثال جاميٽريءَ ۾ نقطو (Point) آهي جنهن جي تعريف اها آهي تہ ان کي وڌيڪ ورهائي نٿو سگهجي. ڪلام ۽ فلسفي ۾ عقل ۽ روح کي بہ بسيط چون ٿا.

667 قاعاً صف صفا لاترىٰ

هيءَ قرآني آيت هن ريت آهي: قَاعًا صَفْصَفًا لَا تَرَىٰ فِيهَا عِوَجًا وَلَا أَمْتًا (طٰهٰ: 107-106)

672 كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَأْنٍ (الرحمٰن: 29)

708 عنقا ۽ اسم با مسميٰ

عنقا اهڙو خيالي پکي جيڪو دنيا ۾ موجود ناهي يعني اهو نابود ۽ معدوم آهي. مطلب هر اها شيءِ جيڪا نه ملي سگهي يا حاصل نه ٿئي. ڪن وري ان کي سيمرغ به چيو آهي جنهن جو ذڪر عطار 'منطق الطير' ۾ ڪيو آهي. جتي هو سيمرغ مان مراد اُهي ٽيهه پکي ڏيکاري ٿو جيڪي عشق جون ست واديون طي ڪن ٿا ۽ آخر ۾ کين معلوم ٿئي ٿو ته اُهي سڀ هو پاڻ هئا. عنقا فارسي شاعريءَ ۾ خاقانيءَ کان وٺي حافظ تائين ملي ٿو. جيئن خاقانيءَ چيو:

مرا آئينه وحدت نما يد صورت عنقا

مرا پروانه عزلت دهد ملک سليمانی

معنيٰ: مون کي وحدت جو آئينو عنقا جي صورت ڏيکاري ٿو ۽ اڪيلائي جو پروانو مون کي سليمان واري بادشاهي عطا ڪري ٿو. عنقا بابت حافظ جو مشهور شعر هن ريت آهي:

عنقا شکار کس نشود دام باز

که اينجا هميشه بدست است باد را

معنيٰ: عنقا ڪنهن جي به ڄار ۾ نٿو ڦاسي تنهن ڪري تون پنهنجي ڄاري ڪٽي ڇڏ. ڇو ته اتي هميشه تو کي سواءِ مٺي مليل هوا ڪانسواءِ ڪجهه نه ملندو.

مطلب صوفين وٽ ان مان مراد حقيقت مطلق آهي.

[مکمل شرح ابيات سنڌي - ص 227]

718. زُلف

زُلف مان عام طور مراد تجلي جلالي و صفات قهر خداوندي وٺن ٿا. زلف مان ٻي مراد ڪفر جي اونداهي ۽ ڪڏهن هيءَ دنيا به وٺن ٿا. زلف کي عام طور وحدت ۽ جذبہ اِلاهيءَ کي ڍڪيندڙ يا لڪائيندڙ (حاجب) به چيو اٿن. [فرهنگ عارفان - ص 65]

738. حقيقت

جڏهن موجودات تقيدات ۽ تعينات جو نالو آهي ته پوءِ حقيقت ذات جو ظهور بغير حجاب تقيدات ۽ تعينات جي آهي. هونئن عام طور حقيقت جو تصور مجاز جي مقابلي ۾ اچي ٿو. ان لحاظ کان وري حقيقت مان مراد باطن ۽ مجاز مان مراد ظاهر وٺن ٿا.

[شاعري مين صوفيانہ اصطلاحات - ص 111]

766. طالب

طالب جيڪو نفساني لذتن ۽ فطري خواهشن تي ضابطو حاصل ڪري ۽ حقيقت جي تلاش ۾ يعني ڪثرت کان وحدت طرف هلندڙ هجي.

[فرهنگ عارفان - ص 84]

**803. شراب**

شراب يا باده يا مئي مان مراد محبت جي شدت ۽ اسرارِ محبت جي فراواني آهي. جنهن جي نتيجي ۾ بي خودي ۽ فنائيت حاصل ٿئي.

[فرهنگ عارفان - ص 76]

**840. التوحيد اسقاط الاضافات**

صوفين وٽ مشهور مقولو آهي جيڪو عطار جي ٻن مثنوين 'اسرارنامہ' توڙي 'اِلاهي نامہ' ۾ ملي ٿو.

نکو گوئی نکو گفته است در ذات

که التوحید اسقاط الاضافات

[اسرار نامہ - ص 2، الاهي نامہ- ص 15]

**841 خراباتي خود رهائي آهي.**

خراباتي مان مراد آهي تہ جڏهن سالڪ پنهنجي ڪنهن بہ ڪم ڪار لڇڻ يا گڻ جي نسبت خدا جي ذات ڏانهن ڪري. چو تہ پاڻ ڏانهن ڪم جي نسبت ڪرڻ هنن وٽ ڪفر جي برابر آهي. هنن وٽ ڪفر جو مطلب پنهنجي خوديءَ ۾ خدا کي لڪائڻ آهي يا پنهنجي نسبت کي ظاهر ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري خرابات مقام وحدت جي نشاندهي ڪري ٿي. امام غزالي پنجين صديءَ ۾ پنهنجي مشهور تصنيف 'ڪيمياءِ سعادت' ۾ ان سلسلي ۾ هي شعر آندو آهي:

هر که بخرابات نشد بی دین ست

زیرا که خرابات اصول دین ست

هن جي تشريح ۾ غزالي چوي ٿو: صوفي هن خرابات مان صفات بشريت سمجهن ٿا. هن لاءِ دين جو اصول بہ اهو ئي آهي تہ هي ظاهري صفت جا آباد آهي، سا خراب ٿئي تہ جيڪو ڳجهو ۽ ناپيد آهي سو انسان جي ذات ۾ پيدا ۽ آباد ٿئي. هو وڌيڪ خبردار ڪندي چوي ٿو: جڏهن شعر ۾ شراب ۽ مستيءَ جي ڳالهہ هجي تہ انهيءَ جي ظاهري معنيٰ نہ سمجهڻ گهرجي.

[ڪيمياءِ سعادت، سنڌي ترجمو قليچ بيگ ص 455]

**865. زنار**

زنار مان سالڪن جي مراد محبوب حقيقيءَ جي بندگي ۽ سچي دل سان خدمت آهي. زنار جو ٻيو مصللب يڪ رنگي اختيار ڪرڻ بہ آهي. هندو ان کي جڻيو چون ٿا جيڪو هڪ قسم جو وٽيل ڌاڳو هوندو آهي.

[فرهنگ عارفان - ص 66]

934. هن بيت سان ملندڙ خيال حافظ شيرازيءَ وڌيڪ چٽو ڪري هن ريت سمجهايو آهي:

فیض روح القدس ار باز مدد فرماید

دیگران هم بکنند آنچه مسیحا می کرد

[جبرئيل جو فيض جيڪڏهن وري مددگار ٿئي تہ ٻيا بہ اهو ئي ڪم ڪري ڏيکاريندا جيڪو حضرت عيسيٰ عليه السلام ڪري ڏيکاريو هو.]

[ديوان حافظ - فارسي سجاد حسين، ص 171]

**935.عالم ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽ لاهوت**

عالم ناسوت مان مراد هي ظاهري عالم محسوسات آهي ۽ ان کي عالم شهادت عالم بيداري يا عالم ظاهر بہ چون ٿا. عالم ملڪوت مان مراد عالم ارواح، عالم غيب، عالم لطيف ۽ عالم خواب چون ٿا. عالم ناسوت فاني آهي، جڏهن تہ عالم رواح ڪن جي خيال موجب هميشه رهڻ وارو آهي. چون ٿا تہ ارواح بغير بدن جي موجود رهي سگهن ٿا. تنهن ڪري اهي عالم ملڪوت جو سير ڪري سگهن ٿا. 'عالم لاهوت' هن کي عالم هُويت يا عالم ذات، عالم بيرنگ ۽ عالم اطلاق ۽ عالم بحت چون ٿا. هي عالم ناسوت، ملڪوت ۽ جبروت جي مٿان آهي، جيڪي سڀ هن جي جسم مثال آهن ۽ عالم هنن جي ساهہ يا روح مثل آهي. اهي سڀ هن عالم ۾ اچن ٿا ۽ وري واپس ٿين ٿا، پر هي عالم بذات خود هميشه هڪجهڙو رهي ٿو ۽ ان ۾ ذري برابر تفاوت ڪونہ ٿو اچي. قرآن جي آيت: هو الاول ولآخر والظاهر والباطن ۽ وهو بڪل شيءِ عليم ۾ ان ڏانهن اشارو آهي. هي عالم سمنڊ ۽ ٻيا ان جي لهرن وانگر آهن يا هي عالم سج وانگر آهي تہ ٻيا ذرڙن وانگر آهن يا الفاظ آهن پر معنيٰ هن جهان ۾ آهي.

# كتابيات

## انگريزي


1. E.H. Whinfield, Gulshan - i - Raz, The Mystic Rose Garden. Reprint Lahore 1978
2. Nouchafarine Ansari Lahiji, A Biographical Attempt. Pakistan Philosophy Journal, 1976
3. Asadullah ad-Dhaakir Yate, The Secret Garden. Zahra Publications, USA,1982.
4. The Alchemy of Happiness Translation By Mirza Qalich Beg; Imam Ghazali, Sindhi Adabi Board, 1986
5. M. Saeed Shaikh A Dictionary of Muslim philosophy, Lahore.1981


## عربي


6. تفسير عرائس البيان في حقائق القرآن - لبنان، 2009
7. تفسير ابن عربي - المجلد الاول- بيروت لبنان، 2001
8. المعجم المفهرس لالفاظ القرآن الكريم، محمد فواد الباقي القاهره، 1996


## فارسي


9. محمد لاهيجي: مفاتيح الاعجاز في شرح گلشن راز، مقدمہ تصحيح وتعليقات، محمد رضا بزرگ خالقي وعفت كرباسي
10. شاه ارشاد علي قادري: مفاتيح الاعجاز، نادري پريس
11. محمد نقي تسكين دوست: گلگشت راز - گلشن راز
12. دكتر حسين الهي قمشه اي شارح: گلشن راز (باغ دل) - تهران 1378
13. علامہ محمد اقبال: كليات اقبال - فارسي
14. فائزه زهرا ميرزا: گرجي نامہ - گرد آورده مرزا قليچ بيگ، اسلام آباد 2001
15. محمد خواجوي: ترجمہ فارسي اصطلاحات الصوفيہ - عبدالرزاق كاشاني - تهران 1372ھ
16. محمد بشير انور ابوهري: گلشن راز، تصحيح انتقادي - مركزي تحقيقات فارسي پاكستان، اسلام آباد 2007


## اردو


17. مولوی محمد نور عالم چشتی: بوستان اسرار اردو ترجمہ مفاتیح الاعجاز - لاہور 1347ھ
18. سید شاہ محمد: مخدوم الاعجاز اردو شرح کامل گلشن راز - حیدر آباد دکن، 1342ھ

19. شریف کنجاهی: گلشن راز منظوم اردو ترجمہ، لاہور، 1996
20. مکیش اکبرآبادی: مسائل تصوف، لاہور،
21. کالی داس گپتا رضا: فرہنگ عرفان- ترجمہ شمع عارفان- لالہ کیول رام ہوشیار، بمبئی 1988
22. خواجہ شاہ محمد عبدالصمد: اصطلاحات صوفیا، لاہور، 2011
23. ڈاکٹر میرزا اختیار حسین کیف نیازی: شاعری میں صوفیانہ اصطلاحات- کراچی، 2009
24. عبدالسلام: ابن عربی کا نظریہ وحدت الوجود، لاہور، 2014
25. مرزا محمد رشید: سیر افلاک، انجمن ترقی اردو کراچی، کراچی، 1952
26. محمد موسیٰ: فلکیات جدیدہ، لاہور، 1392

## سنڌي

27. قليچ بيگ مرزا: تحريرون ۽ تقريرون - حدرآباد، 1970
28. قليچ بيگ مرزا: ديوان قليچ - ڪراچي، 1956
29. قليچ بيگ مرزا: چندن هار - ڪراچي، 1939
30. قليچ بيگ مرزا: ڪيمياءِ سعادت - ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو – ڄام شورو، 1985
31. ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو: مڪمل شرح ابيات سنڌي - شيخ عبدالرحيم گرهوڙي - سنڌالاجي، ڄام شورو، 2008
32. ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو: شاھ جو رسالو - سمجهاڻي ۽ مفهوم سميت - ڄام شورو، 2016
33. ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو: بيان العارفين – ڄام شورو، 2007
34. ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو: علم فلڪيات - سنڌ سائنس سوسائٽي ڄام شورو، 1986

هتي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ خواجہ قاضي احمد 'ديھہ دِمَر' ڇڏي ان نئين ماڳ کي ڪڏهن اچي آباد ڪيو؟ هڪ خط مان ان طرف اشارو ملي ٿو جنهن ۾ پنهنجي خاص معتقد ميان پير محمد کي لکن ٿا تہ اسان هتي گهر ٺاهڻ شروع ڪيا آهن، دعا ڪندا تہ ان ڪم کان جلد فارغ ٿي مرشد سلطان الاولياء جي زيارت لاءِ لُواري وڃي سگهان. ان جو مطلب تہ اڃا سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان حياتيءَ ۾ هيا. ان لحاظ کان اهو سال 1187ھ يا 1188ھ ٿي سگهي ٿو جو تہ 1188ھ ۾ سلطان الاولياء وفات ڪئي آهي.

ميل ڪنڊيءَ جي ڊوري تي آباد ڪيل ڳوٺ يعني موجوده شهر قاضي احمد واقعي وڏي خير ۽ برڪت وارو ثابت ٿيو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ان ۾ مرشد جي دعا جو اثر بہ هو. اتي ئي 1201ھ مطابق 1787ع ۾ جڏهن قاضي صاحب جي ڪافي وڏي عمر هئي تہ ڪيس پٽ جو اولاد ٿيو، جنهن جو نالو 'محمد صالح' رکيو ويو ۽ اهو سال 'زيمن احمدي فيض بصالح' جي لفظن مان نڪري ٿو. درگاھ تي موجود مُهرن مان هڪ مُهرتي اهي الفاظ اڪريل آهن. اسان آخر ۾ پنجن مُهرن جا عڪس ضميمو - ڊ ۾ ڏنا آهن انهن ۾ اها شامل آهي. هڪ خط مان اهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو تہ پٽ جي اولاد کان بعد نياڻيءَ جو اولاد بہ ٿيو پر شايد اها جلد وفات ڪري وئي.

خواجہ قاضي احمد جي روحاني فيض جي شهرت سندس زندگيءَ ۾ سنڌ کان ٻاهر بہ گهڻو پري تائين پهچي وئي. ان جو مثال سيد حسين شاھ رتڙ ڇتڙ نزد گرداسپور واري جو آهي، جيڪو پنجاب کان پشاور پوءِ بلوچستان کان ٿيندو سال 1209ھ مطابق 1794ع ۾ قاضي احمد پهچي نقشبندي سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ خلافت حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح ٻين ناليوارن خليفن ۾ سيد نور محمد شاھ ڪنڌائي (وفات:1270ھ)، ميان پير محمد ڏيپارجائي، ميان عبدالڪريم ڪٽي پينگهاري وارو، مولوي محمد امين اختيارپوري نزد ديره غازي خان جيڪو لاهوريءَ جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ آخر ۾ ميان عبدالوالي (وفات: 1224ھ) درٻيلي وارو آهي جنهن جو احوال 'شرح شجره مخدومان درٻيلا' ۾ ملي ٿو. هنن خليفن جو مختصر احوال هتي جدا ڏنو ويو آهي.

هن وقت تائين عام روايت موجب خواجہ قاضي احمد هڪ سو سالن کان مٿي يعني هڪ سو ڇهہ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. ليڪن اسان جي اندازي موجب سندس عمر نوي سالن کان مٿي نہ هئي. اهو اڳاري جو ڏينهن 16 ذوالقعد 1223ھ يعني 3 جنوري 1809ع هو جڏهن سندن انتقال ٿيو. قطعہ تاريخ جيڪا سندس فرزند ميان محمد صالح چئي آهي، هن ريت آهي:

وصال احمد شهنشاه کريم
بگفتند اهل دلان 'پيراعظم'

1223ھ

